# سنڌ جا سياسي ڪردار

حميد سومرو

سهيڙيندڙ:
عزيز سومرو

زوهينا پبليڪيشن، ڪراچي

ڪتاب نمبر
01



ڪتاب : سنڌ جا سياسي ڪردار

موضوع : سياسي ادب

ليکڪ : حميد سومرو

پهريون ڇاپو : 2016ع

ڪمپوزنگ : صادق سومرو

لي آئوٽ : پيار گرافڪس

ٽائيٽل : نعيم ديسوالي

ڇپيندڙ : ڪاڇو پبليڪيشن، ڪراچي
0300-2879794

ڇپائيندڙ : زوهينا پبليڪيشن، ڪراچي.

قيمت : 240 رپيا

**SINDH JA SIYASI KIRDAR**
**Written by: Hameed Soomro**
First Edition: 2016
Printed by: Zaki Sons Printers, Karachi.
Published by: **Zohaina Publications, Karachi.**
Office No. A/90, Umar Marvi Goth,
Quidabad, Karachi, Sindh.
**Price Rs. 240/=**

ڪتاب حاصل ڪرڻ جو پتو

**زوهينا پبليڪيشن، ڪراچي**

آفيس نمبر آي 90، عمر ماروي ڳوٺ، قائد آباد، ڪراچي.

فون: 0334-3882273/0334-2206247

Facebook.com/ Twitter/zohainapublication
E-mail: zohainapublication@gmail.com

# ارپنا

بابا الله بخش ۽ امان راڄل جي نالي

بابا مون جهڙي پنهنجي ننڍڙي ٻالڪ ۾ وڏو ماڻهو ڏسڻ جو اکين ۾ خواب سجايو هو ۽ امڙ روزانو صبح سانجهي منهنجي ڪاليج وڃڻ لاءِ مانيءَ سان گڏ منهنجو ٽيلهو ۽ ڪتاب سانڍي ڪٽ جي پيراندي ڪان وٺي هوندي هئي، منهنجي ڪاليج وڃڻ وقت امان تيسين پاڙي جي اوڏڪيءَ پٽ جي ڏيڏيءَ وٽ بيٺي هوندي هئي، جيسين آئون سندس اکين کان اوجهل نه ٿي ويان.

حميد سومرو

# فهرست

# پبليشر نوٽ

ورهاڱي کان اڳ يا پاڪستان ٺهڻ کانپوءِ سنڌ صدين کان سياسي تحريڪن جي اکين ڏٺي شاهد رهندي پئي اچي. انهن سياسي تحريڪن جي ڪاميابين ۽ ناڪامين بابت ڪيترائي ڪتاب، تحقيقي مواد ۽ سياسي ادب شايع ٿي چڪو آهي، پر ڪتاب "سنڌ جا سياسي ڪردار" سياسي ڪردارن ۽ تحريڪن جي نون رُخن کي بيان ڪيو ويو آهي.

ڊاڪٽر حميد جنهن جي ڪاڀي ڏر جي سٽ ۾ هڪ سڃاڻ آهي، پاڻ بہ بنيادي طور تي سياسي ڪارڪن رهيو آهي. شاگردي جي ڏهاڙن، 1978 ۾ ڪراچي جي لانڍي بورسٽل جيل، سکر سينٽرل جيل ۽ دادو جيل ۾ رهڻ دوران هن تاريخ جو اونهو مطالعو بہ ڪيو تہ وقت جي سياسي لاهن چاڙهن ۽ سياسي ڪيڏارين جي شطرنجي چالن کي سمجهڻ لاءِ دماغ جي گهوڙي کي بہ مسلسل ڊوڙائيندو رهيو. سندس بيان ڪرڻ جو انداز ايڏو تہ نرالو آهي جو جيڪڏهن سنڌ جي سياست کي بيان ڪرڻو هجيس، تہ عالمي سياسي منظرنامي کي سنڌ جي زميني حقيقتن سان اهڙي نموني جوڙي پيش ڪندو جو پڙهندڙ يا ٻڌندڙ جي ذهن جي ڪينواس تي پيش منظر ۽ پس منظر جو هڪ پورٽريٽ چٽجي ويندو.

ڊاڪٽر حميد جي لکڻين کي سنڀالڻ بعد سهيڙيندڙ عزيز سومرو پاڻ بہ صحافي آهي. زوهينا پبليڪيشن سندس سهڪار سان انهن لکڻين کي ڇپائڻ جو ڪم هٿ ۾ کنيو تہ اديب ۽ پبليشر محمد علي ماجد جي تجربي مان فائدو حاصل ڪرڻ جو موقعو مليو. زوهينا پبليڪيشن جي هي پهريون ڪتاب بنيادي طور تي هڪ سياسي ادب جو اضافو آهي، ۽ ڪتاب ۾ سنڌ جي تاريخ جي حوالي سان غيرمعمولي معلومات بيان ڪيل آهي.

توهان جي هٿ ۾ آيل هي ڪتاب "سنڌ جا سياسي ڪردار" زوهينا پبليڪيشن جي انهي ڪاوشن جو آغاز آهي، جنهن جو مقصد سياسي ادب، تاريخ، فلسفي ۽ سائنس جا ڪتاب ڇپائي پڙهندڙ تائين پهچائڻ آهي. اسين اميد ڪريون ٿا ته پڙهندڙن کي سياسي تاريخ بابت هي ڪتاب تمام گهڻو پسند ايندو.

زوهيب سومرو
زوهينا پبليڪيشن ڪراچي

# قلم، نظريو ۽ اسٽيٿو اسڪوپ رکندڙ

## ڊاڪٽر حميد سومرو

ڪيرٿر مان نئين گاج پنهنجي ڀين ”ستن ساهيڙين“ سان لهندي ڪاڇي واري جنهن علائقي اندر زرخيزي پکيڙي ٿي، انهي ڪاڇي جي مٽيءَ جي خمير مان آباد ٿيل جوهي وري انقلابين، شاعرن، اديبن ۽ خدمتگارن کي جنم ڏنو آهي، منجهانئن هرڪو پنهنجي پنهنجي شعبي ۾ شهسوار جي حيثيت رکي ٿو. جوهي جي ئي ڳوٺ ابراهيم رند سان واسطو رکندڙ هڪ پورهيت جي گهر ۾ جنم وٺندڙ حميد سومرو جو به انهن شهسوارن ۾ ڳاڻيٽو ٿئي ٿو جيڪو نائين جماعت کان ڊاڪٽر ٿيڻ تائين پنهنجي طبقي سان سچو رهيو آهي. ڪيس انهيءَ جدوجهد جي پاداش ۾ مارشل لا دوران قيد ڪاٽڻي پئي ۽ ڦٽڪا به کاڌا، گڏوگڏ روپوشي جو رومانس به ماڻيو پر سمورن عذابن ۽ عتابن باوجود هو پنهنجي ارادن تي اٽل رهيو.

ڊاڪٽر حميد ادب، تاريخ ۽ فلسفي کي ايترو ته پڙهيو آهي، جو آئون چئي سگهان ٿو ته سندس ٿهي جي ڳاڻ ڳڻين مشڪل سان ايترو پڙهيو ۽ اڀياس ڪيو هوندو. ڪتابن سان عشق ۾ اجا تائين واريءَ جي ذري جيتري به گهٽتائي ناهي آئي. توڙي جو سوويت يونين جي ٽٽڻ سان خواب، ماڊل ۽ نظريا پورا پورا ٿي ويا، انهي طبقي سان واڳيل ڪي ماڻهو پاسيرا ٿي ويا ته ڪي خاموش، پر ڊاڪٽر حميد جاڪاڻ جو پنهنجي نظرين ۽ ارادن سان اٽل آهي، تنهنڪري اجا تائين انقلاب لاءِ سندس ڳول ڳولان جاري آهي. هن ڊاڪٽري جي تعليم دوران سياست سان گڏ جيڪو قلم کنيو هو سو اڄ به اسٽيٿو اسڪوپ سان گڏ سندس هٿ ۾ آهي.

ڊاڪٽر حميد جا مون جهڙا ڪيترائي اهڙا ساٿيُ آهن، جن کان ڪتابن جو مطالعو ڪرڻ واري عادت ڇڏائجي چڪي آهي، پر ڊاڪٽر حميد اڄ به پوري ذوق ۽ شوق سان ڪتاب پڙهندو ۽ تاريخ جو اڀياس ڪندو رهي ٿو. اڄ به سنڌين من اندر جو سياسي ڪارڪن پنهنجي پوري جوش ۽ خوبين

توڙي صلاحيتن سان زنده جاويد آهي، اهو ئي ڪارڻ آهي جو هو اجا به ڪچهرين ۾ پراڻي سياسي ڪارڪن جيان بحث مباحثا ڪندو رهي ٿو.

ڊاڪٽر حميد پنهنجي ڪجهه سنگت سان گڏ جوهي جي نوجوانن لاءِ 5 هزار ڪتابن واري لائبريري قائم ڪئي، اڪبر جسڪاڻي ته گهڻن ڪان وسري ويو پر ڪانئس متاثر ٿيندڙ ڊاڪٽر حميد انهي لائبريري کي اڪبر جسڪاڻي سان منسوب ڪيو.

ڊاڪٽر حميد جو هي ڪتاب مختلف دورن ۾ لکيل مضمونن جو هڪ مجموعو آهي، سندس مرغوب موضوع سنڌ، سنڌ جا ڏتڙيل ماڻهو پيپلز پارٽي، روشن خيالي، ترقي پسندي ۽ سماجي ناانصافي آهن، جيئن سندس ڳالهائڻ ۾ ڊپلوميسي نه هوندي آهي، ائين ئي سندس لکڻيون به ڊپلوميسي کان بنهه وانجهيل آهن. پوڙهيت گهر جو حميد سومرو ڊاڪٽر ٿيڻ کانپوءِ به پنهنجي اصلوڪي گس تي پنڌ جاري رکيو اچي، جيڪر ڪيس ڪجهه ساٿي ملي وڃن ته حميد گهڻو ڪجهه آهي ۽ گهڻو ڪجهه ڪري سگهي ٿو.

سهيل سانگي (حيدرآباد)
6 سيپٽمبر، 2016

# پنهنجي پاران

اڪبر جسڪاڻي سان نہ ملان ها نہ آءٌ سندس چواڻي ڪو "مُلان دوسو" هجان ها! ان جي نہ پڪ ناهي، پر جيڪڏهن آءٌ ڪي بہ اکر لکي ويو آهيان تہ انهن جو محرڪ اڪبر جسڪاڻي جي 13 آگسٽ 1999ع واري ڪمهلو موت آهي. پنهنجي سياسي استاد اڪبر جسڪاڻي جي ياد ۾ مون "الا مان اُڏري ويندوسائين" جي عنوان سان ڪالم لکيو جيڪو روزاني ڪوشش ۾ ڇپيو. جنهن کي پڙهڻ کانپوءِ عزيز سومري مونکي صرف ايترو چيو تہ، توهان هاڻي مستقل ڪالم لکو ۽ سائين بخش رند توڙي غلام رسول سومري بہ همٿايو. لکڻ جو اهو سلسلو ماضي ۾ باقائده تہ هاڻي بي قائدگي سان ٿي سهي، پر جاري آهي.

لکڻ جي پويان ٻيو محرڪ اهو آهي تہ مون کي پڙهڻ جي سُٺي پياريل آهي، جنهن ۾ وري سياست، سياسي معيشيت ۽ تاريخ منهنجي پسند جا موضوع پئي رهيا آهن. منهنجون لکڻيون بہ گهڻو ڪري سياسي آهن، جنهن جو ڪارڻ منهنجو سياسي ڪارڪن وارو ورثو ۽ سڃاڻ آهي.

سياسي ڪارڪن جي سياست ۽ سياست جي باري ۾ پنهنجي مخصوص راءِ ۽ نقطئہ نظر بہ هجي ٿو جيڪو لکڻين ۾ محسوس بہ ٿيندو. پڙهندڙ انهي تي پنهنجي راءِ جو اظهار ڪرڻ جو پورو پورو حق رکي ٿو ائين ئي موت ۾ سياست تي منهنجي نقطئہ نظر کي منهجو حق سمجهڻ جي بہ ضرورت آهي. سنڌ جي سياست جي تمام وڏن ۽ غيرمعمولي ڪردارن پنو ۽ سيد تي مون قلم کڻڻ جي جرائت ڪئي آهي، جيڪڏهن جيڪڏهن ڪٿي ڪٿي اهو گمان پيدا ٿئي تہ ليکڪ ڪو مخصوص شخصيت جي پاسي وڌيڪ آهي، بجاءِ ائين سمجهڻ گهرجي تہ مخصوص تاريخي حالتن ۾ مختلف ڪردار ليکڪ جي مخصوص فڪري سياسي سوچ کي وڌيڪ ويجهو آهن تہ وڌيڪ حقيقت پسندي ٿيندي.

ڪتاب ۾ بحث هيٺ آيل ڪردارن جي باري ۾ عام ۽ خاص راءِ اڄ اها نہ

هونديون جيڪا 27 سال پهرين هئي ۽ ائين ئي 1999ع جي ليکن ۽ 2016ع وارين لکڻين ۾ به زمان جو فرق هوندو. 1999ع کان 2016ع جي عرصي ۾ سنڌ ۽ ان جي سياست ۾ غيرمعمولي تبديلي آئي آهي ته ڪتاب ۾ ڄاڻايل ڪردارن متعلق عام سوچ اڳ جي ڀيٽ ۾ مختلف هوندي ۽ هجڻ به گهرجي.

ڪراچي جي مخصوص صورتحال ۽ ايم ڪيو ايم جي سياست کي 22 آگسٽ 2016ع واري الطاف حسين جي ڊماچوڪڙي ۽ انهي تي رياست جي ردعمل کي اڳ ڪيئن پئي بحث هيٺ آندو ويو ان مان به ڪجهه نتيجا ڪڍي سگهجن ٿا. هتي ايترو چوڻ جي حجت ضرور ڪندس ته وقت جي وير ڪهڙا به وڪڙ ڪاڙا هجن، پر سنڌ ۽ انجي متي هاڻن ماڻهن جو مقدر1999ع جي لکڻين ۾ به اوليت تي هو ۽ هاڻي به آهي، جنهن ۾ ڪوشش ڪئي اٿم ته پنهنجي ماڻهو سان سنڌي ٻولي ۾ به سنڌي ۾ ڳالهائبو ۽ جملن ۾ انگريزي جا لفظ، محاورا ۽ نالا غيرضروري طور ٽنبيا نه وڃن.

منهنجي لکڻين کي چونڊي جڏهن زوهينا پبليڪيشن جي نوجوان زوهيب سومرو ڪتاب آڻڻ جي ڳالهه ڪئي ته هڪ خوشيءَ ٿي ته مختلف وقتن تي آيل لکڻيون هڪ ڪتاب جي صورت اختيار ڪري رهيون آهن، جنهن کي پڙهڻ سان هڪ ته وقت ۽ زمان جو اندازو ٿيندو پيو وري مختلف وقتن جي ڀيٽ ڪرڻ ۽ سياسي لاهن چاڙهن توڙي ڪردارن جي ڪارگذارين کي سمجهڻ ۾ آساني ٿيندي.

هن ڪتاب ۾ شامل سنڌ جا ڪردار ئي رڳو ڪردار ناهن، جن سنڌ جي سياست ۽ ان جي مستقبل جو تعين ڪيو آهي، بلڪ ڪافي سگهارا ڪردار آهن، جن تي قلم کڻبو ۽ کڻڻ جي ضرورت آهي ته جيئن سنڌ جي سياست کي بهتر نموني سمجهي سگهجي. زوهينا پبليڪيشن پاران "سنڌ جا سياسي ڪردار" نالي ڪتاب ۾ شامل لکڻيون ڪي سماجي، سياسي ۽ فڪري ڪارج به رکن ٿيون، ان جو فيصلو پڙهندڙ تي ڇڏجي ٿو.

ڊاڪٽر حميد سومرو

# الا! مان اڏري ويندو سانءِ...؟!

اڪبر جسڪاڻي جي تڏي تي رکيل تعزيتي نوٽ بوڪ ۾ هڪ نوجوان پنهنجي تاثرات ۾ لکيو تہ "اڪبر جسڪاڻي کي ڊاڪٽرحميد سومرو جي ڪلينڪ تي ويئل ڏسي کوڙ دفعا اها خواهش پيدا ٿي تہ هن ماڻهو سان ملي ساڻس ادب متعلق گفتگو ڪجي. مگر اها خواهش اڪبر جي تڏي تي ويهڻ کانپوءِ هميشہ لاءِ هڪ حسرت ۾ تبديل ٿي رهجي ويئي آهي." تنهن وقت ڪجھہ اهڙو ئي منظر پنهنجي آلين اکين جي پردي پٺيان گذري ٿو وڃي، جڏهن اڪبر کي مون هڪ ڪئبن تي پهريون ڀيرو ويٺل ڏٺو هو. شايد اها 76_1975 جي ڳالهہ آهي. ها! هر وقت کلندڙ سنهڙي، ننڍڙي ۽ جسماني طور ڪمزور انسان کي مون سڪندر سرواڻ جي ڪئبن تي ويٺل ڏٺو. مون کي کوڙ دفعا اسماعيل کوسي ساڻس ملايو هو. سندس نظرن ۾ عجيب پنهنجائپ هئي، تنهن ڪري اڪبر بابت مون الائجي ڪهڙيون ڪهڙيون عجيب و غريب ڳالهيون ٻڌيون هيون تہ "هو ڪافر آهي، دهريو آهي ۽ جي ايم سيد جو پوئلڳ آهي وغيره وغيره." مان بہ ان وقت مذهبي هيس، سو ڪانئس ڇرڪندو هيس (اڳتي هلي اڪبر جسڪاڻي منهنجو نالو ملان دوسو رکيو هو). ڪوشش ڪندو هيس تہ ساڻس نہ ملان، متان منهنجو بہ ايمان خراب ٿي وڃي. ليڪن اها الائي ڪهڙي عجيب ڇڪ ۽ ڪشش هئي، جيڪا هر روز مون کي ڪئبن وٽان لنگهڻ تي مجبور ڪندي هئي ۽ مان هن کي ضرور ڏسندو هئس. هن جون تيز اکيون منهنجي اکين ذريعي اندر ۾ لهي وينديون هيون ۽ ساڻس ملڻ جي جستجو پيدا ٿيندي هئي. پوءِ هڪ ڏينهن هن مون سان ملي هڪ هٿ هٿ ۾ ۽ ٻيو ڪلهي تي رکي چيو "ادا! ڇو ملڻ کان لهرائين ٿو؟!" منهنجي بدن مان سيسرات نڪري ويا هئا. منهنجي من اندر جو "ملان" شرم وچان پاڻي پاڻي ٿي ويو هو. ڄڻ منهنجي ڪا چوري پڪڙجي پئي هجي ۽ پوءِ واقعي چور چوريءَ سوڌو پڪڙجي پيو هو ۽ مان نہ چاهيندي بہ سندس ويجهو اچي ويس، ۽ اهو تعلق جيڪو ڏاڍو ڏکيو پئي لڳو آخرڪار پنهنجائپ ۾ تبديل ٿي ويو ۽ اهي منزلون جيڪي طئہ ڪرڻ

ناممڪن پئي لڳيون، هڪ پل ۾ طئہ ٿي ويون. منهنجي سوچ جي انبلٿ تي انقلاب ۽ جدوجهد جا رنگ ايري آيا ۽ خبر ئي نہ پئي تہ آئون قومي ڪارڪن بڻجي ويس. اڪبر بنيادي طور تي ايڏو ڪو سگهارو دانشور يا نظرياتي ڪارڪن ڪونہ هو. پر پنهنجي خلوص ۽ محبت سان هن ٿوري عرصي ۾ جوهي جهڙي ريگستان ۾ چڱو خاصو نخلستان جوڙي ورتو هو. جوهي ۾ قومي حقن جي جدوجهد ۽ ترقي پسند سوچ اڪبر جسڪاڻي ذريعي پهتي. پهريان تہ سڪندر سرواڻ جي ڪئبن اسان جي ڪچهرين جو ڳڙهہ هئي، ليڪن اها جڳهہ اڪبر جي محنت سان اسان جي ويهڻ لاءِ ٿوري ثابت ٿي ۽ اسان کي بشير پنجابي جي هوٽل جو سهارو وٺڻو پيو. پوءِ اسان جون ڪچهريون ئي ڪچهريون هيون ۽ موضوع هئا سياست، ادب، انقلاب. اسان جي ڪچهرين جو مور بيشڪ اڪبر جسڪاڻي هو جيڪو جسماني طور ننڍڙو ۽ مختصر ماڻهو هو پر تنهن باوجود ڪيس ڏسي منهنجي زندگي چوليون ڏئي چلڪندي هئي. اتساهہ ٿئي تہ ڇو نہ ٿئي؟! سيني دوستن ۾ اڪبر واحد شخص هو جيڪو غير تڪراري رهيو. مختلف دوستن جون هڪبئي سان رنجشون اڪبر ذريعي ئي ختم ٿينديون هيون. ان وقت هو اسان سيني دوستن جو سڀ ڪجهہ هو ان ڪري اسان ڪيس بزرگ جي حوالي سان "چاچا" چوندا هئاسين.

ڪجهہ وقت ڪانپوءِ اڪبر ڄامشوري هليو ويو ۽ آءٌ لاڙڪاڻي. اڪبر ڄامشوري تہ ويو. پر اتي ڪجهہ عرصي بعد مون اڪبر جي زندگي ۾ خوشيءَ بدران عجيب ڪرب ڏٺو جيئن ڪونج پنهنجي وڳر کان ويڇڙي ويندي آهي. مون هن ۾ ايتري بي چيني پهريون ڀيرو ڏٺي، جنهن ماڻهو وٽ جدوجهد ۽ زندگي جا ترانا هئا، ان ماڻهو جي واتان اهو ٻڌي عجيب لڳو تہ "جيڪو ڄامشوري ويو پٿر ٿي ويو". اڪبر جي انقلابي جدوجهد ڪانسواءِ بي جيڪا ڪمٽمينٽ مون ڏٺي، سا شريف ٿهيم سان هئي. جنهن کي خوش ڏسي اڪبر خوش ٿيندو هو ۽ ان جا ڏک ڏاڪڙا ڪڏهن بہ سهي نہ سگهندو هو. سندس من اندر جي هورا ڪورا تيستائين ختم نہ ٿيندي هئي، جيستائين ڳالهہ جي تهہ تائين نہ پهچي. اهو رشتو اڪبر وٽ ايترو تہ ڳهرو هو جو ان جو اندازو مون کي تہ ڇا پر خود شريف کي بہ نہ ٿي سگهيو هوندو. ان جو اندازو

مون کي اڪبر جي موت واري ڏينهن شريف جي چورائيندڙ اکين ۾ ڏڪندڙ چپن مان پڻڪي جي صورت ۾ پيو هو چئي رهيو هو تہ "مان اڪبر کي واقعي بہ سڃاڻي نہ سگهيس". جڏهن سندس ايمان انقلاب ۾ انقلابي جدوجهد تان لڏي رهيو هو تڏهن تہ ويتر سندس شريف جي ڪمٽمينٽ وارو پاسو اجا بہ ڳرو ٿي ويو هو. هن جيڪو عشق شريف ۾ سندس واسطي وارن سان ڪيو ڪين جيڪا محبت ڏني، سا هن پنهنجي ڏکئي ۾ درد پيرئي وقت ۾ گهري تہ ڪونہ ٿي، مگر هن انهي جي تمنا ضرور ڪئي، جيڪا ڪنهن حد تائين نياڻيندي شايد شريف ٿڪجي پيو هو ۽ هڪ اهڙو وقت آيو جو شريف اهو تعلق ٽي جڻ تہ ختم ڪري ڇڏيو. جيڪو اڪبر جي برداشت کان ٻاهر هو. اها واقعي اسان جي خوشنصيبي آهي جو اڪبر پنهنجي زندگي جو ڪافي عرصو ڊاڪٽر جمن ۾ مون کي ڏنو. مون سان هن ڪافي سارن مسئلن تي ڪچهريون ڪيون، پنهنجا درد ونڊيا. هو گهر وارن جي روين کان بہ ڪجهہ جائز تہ ناجائز پريشان هو. جڏهن مون ساڻس جوهي ۾ هڪ لائبريري کولڻ جي ڳالهہ ڪئي تہ چيائين "ڳالهہ تہ سٺي آهي، ليڪن توهان کان خدا ڪري هلي." اها هن جي ماڻهن ۾ دوستن تان ويساهہ کڄي وڃڻ جي انتها هئي. ان باوجود هن اهي سمورا ڪتاب جيڪي هن ساهہ کان بہ عزيز ڪري سانڍي رکيا هئا، منهنجي حوالي ڪيا ۽ چيو تہ لائبريري ۾ رکجو. ليڪن ان دوران منهنجي ڪلينڪ تي جيڪي بہ ماڻهو ايندا هئا، اڪبر انهن سان ڪچهرين ۾ جنبي ويندو هو ۽ هنن منجهائنس ڪڏهن بہ مايوسين جي لڪائي محسوس ڪونہ ڪئي.

اڪبر جسڪاڻي جي مايوسيءَ جي ڏيڻ ۾ قاسڻ واري ٽرننگ پوائنٽ شايد ابراهيم جويي جو اڏنگو رويو هو. جويو هن کي اڪثر ڪري چوندو هو تہ "تون نااهل ماڻهو آهين ۽ مان تنهنجو منهن بہ ڏسڻ پسند نٿو ڪريان." هن فقير صفت ۽ معصوم ماڻهو جي جيءَ کي جهورڻ لاءِ جويي جا اهي جملا ڪافي هئا. اهي جملا سيٽيون بڻجي سندس ڪنن ۾ ٻرندا رهيا. جنهن جو ذڪر ڪرڻ تي هو هارائجي ويندو هو. هڪ انقلابي جدوجهد ۾ ٽوڙ ڦوڙ مايوسين جو شڪار سنڌ جو سياسي منظرنامو پيو دوستن جو ڪيس نظرانداز ڪري ڇڏڻ، مٿان ابراهيم جويي طرفان سندس بيعزتي ڪرڻ واري

عملُ پرنديءَ تي تيل جو ڪم ڏنو ۽ اڪبر پنهنجي پورا پورا تي ويو. پوءِ اڪبر روئندو رهيو ۽ ايستائين روئندو رهيو جيستائين حيدرآباد جي جهنگ جهڙي ويران علائقي سحرش نگر جي هڪ ڪال ڪوٺڙيءَ ۾ سڙي پسمر نه تي ويو. سندس آهون، دانهون ۽ ڪوڪون دٻجي ويون. پر ماڻهن پنهنجي ڪنن ۾ شايد ڪپهه وجهي ڇڏي هئي ... اسان جي لک ڪوشش باوجود انهي ڏيڻ مان نڪري نه سگهيو ۽ اسان کان هميشه لاءِ رسي ويو...! ڪاوڙجي ويو...!!!
اڪبر اڄ اسان منجهه ناهي ۽ هن جي ڪوٽ اسان جي اندر ۾ ائين ٿي پاسي، جڻ اسان جو ڪو وڏو اسان منجهه هجي، جيڪو ڪڏهن پيار مان ته ڪڏهن ڪاوڙ مان اسان کي "ملان دوسو"، "جمڙائو مل"، "شعراءِ ڪرام" ۽ "سينيئو" سڏيندو هو. اهي لفظ جيڪي هو اسان کي چيڙائڻ لاءِ چوندو هو اسان جا ڪن پڌڻ لاءِ هميشه هاڻ ترسندا ٿي رهندا.
اڪبر هڪ عجيب ۽ هن دور جي حوالي سان بلڪل اڻلڀ ماڻهو هو، جيڪو اسان جي توجهه نه ڏيڻ سبب شايد سڙي فوت ٿي ويو. اسان سڀ دوست جيڪڏهن پنهنجي فضول وقت مان ڪيس ٿورو ئي وقت ڏيون ها ته اڪبر اسان کي ائين ڇڏي وڃڻ وارو مڙس ئي ڪونه هو. اڪبر جيڪو ڪلمُک، يار ويس ۽ معصوم ماڻهو هو جنهن جي ههڙي موت تي منڪر نڪير بہ پنهنجا ڳوڙها روڪي نه سگهيا هوندا. سو پين ماڻهن وٽ تہ يادن ۾ هڪ گل ۽ خوشبو جيان زنده رهندو، سندس دوستن وٽ بہ يادن ۾ زنده ضرور رهندو، ليڪن ... هڪ درد بڻجي... ساري عمر جو روڳ بڻجي.

هي بي سمجهہ سمجهي هي اڻجاڻ جاڻو
پـري بـزم ۾ مـون اڪـيـلـو گـذاريـو.

21 آگسٽ 1999ع

# تاريخ جي نئين موڙ تي بيٺل جسقم

منهنجو هڪ دوست، جيڪو گذريل هڪ ڏهاڪي کان هر 17 جنوريءَ تي سن وڃڻ وارن مان آهي ۽ هن گذريل ڏهن سالن ۾ سيد جي سالگرهه تي وڃڻ کان نه گسايو آهي. سندس چواڻي "هر دفعي سن ايندڙن جو تعداد اڳ کان وڌيڪ هوندو آهي." نئين هزاري ۽ نئين صدي جي، جي ايم سيد جي پهرين سالگرهه تي وڃڻ وارا چوڻ ٿا ته "حالانڪ جيئي سنڌ قومي محاذ وارن ماڻهن کي سن آڻڻ لاءِ ايتري تياري به ڪونه ڪئي هئي، جنهن جي هڪ شڪايت علڻ فقير به ڪري چڪو آهي. تنهن باوجود 17 جنوري 2000ع واري سيد جي سالگرهه ۾ ماڻهن جو وڏو هجوم هو ۽ ايتري وڏي تعداد ۾ عوام پنهنجي طور اچي پهتو هو جو سن جو ننڍڙو ليڪن وڏي دل وارو شهر آيل مهمانن لاءِ مختصر ۽ ننڍڙو پئجي ويو هو."

هي ماڻهو جيڪي سيد جي زندگيءَ ۾ ايڏي وڏي تعداد ۾ ڪونه ايندا هئا، جڏهن سيد ۽ سندس تنظيم مضبوط هئي. اڄ جڏهن اها تحريڪ ٽڪرن ۾ ورهائجي وئي آهي ۽ باقي بچيل اختلافي بيانن ۽ شديد انتشار جي ور چڙهيل آهي. هاڻي آخر ڪهڙي نئين ڳالهه ٿي آهي، جو سنڌي ماڻهن جو سن ڏانهن اچڻ وڌي ويو آهي؟! ماڻهن جي نه صرف جوش ۽ جذبي ۾ اضافو ٿيو آهي، بلڪ سيد جي سالگرهه ۽ ورسي جي پروگرامن تي اهڙا ماڻهو اچڻ شروع ٿيا آهن، جيڪي جيئي سنڌ تحريڪ سان سدا لاڳاپيل به ڪونه رهيا آهن. ان جو سنئون سوڌو ۽ هڪ جواب اهو آهي ته نئين هزاري ۽ نئين صديءَ جي موڙ تي هن ملڪ اندر قومي غلامي/قومي آزادي جو سوال جهڙي شدت سان سياست ۾ ايري آيو آهي، ان جو ملڪ جي تاريخ ۾ مثال ڪونه ٿو ملي. سنڌ جي وسيلن جي ڦرلٽ، قومي ويڳاڻپ، قومي غلامي جو ادراڪ ۽ شعور سنڌ جي ماڻهوءَ کي جيڪو اڄ آهي، انهي کيس رستن ۽ منزلن جي تلاش لاءِ مجبور ڪري وڌو آهي.

سنڌ جي ماڻهن ۽ عوام جون ڳاڙهيون ٿيل اکيون ڏسي عام سياسي

پارٽيون پنجاب جي جمهوري تحريڪ ۽ خود حڪمران طبقن ۾ اهو اعتراف ڪيو پيو وڃي تہ واقعي ننڍين صوبن، خاص ڪري سنڌ ۽ بلوچستان سان ماضيءَ ۾ زيادتيون ٿيون آهن. موجوده فوجي حڪومت جو سربراهہ جنرل پرويز مشرف ڇئي چڪو آهي تہ اسان کي خبر آهي تہ سنڌ ۽ بلوچستان جو عوام ڇا سوچي رهيو آهي؟! نوابزاده نصرالله خان، فاروق لغاري ۽ عمران خان سوڌو اهي سڀ سياسي قوتون ۽ ماڻهو جيڪي وفاقي سياست جا ترجمان ۽ ننڍين صوبن جي قومي حقن کي نہ مڃڻ وارا سمجهيا وڃن ٿا، اهي بہ اڄ تسليم ڪرڻ لاءِ تيار آهن تہ ننڍين صوبن خاص ڪري سنڌ سان بہ اڪيائي ٿي آهي ۽ سنڌ اندر جيڪو محروميءَ جو احساس آهي، اهو غلط نہ آهي. سيد، جنهن جي زندگيءَ ۾ گهڻن ماڻهن کي اها ڳالهہ سمجهہ ۾ نہ آئي، اهي ۽ قومي حق گهرڻ کي غداري ۽ ملڪ دشمني سان تعبير ڪيو ويندو آهي، اهي اڄ دليو يا بي دليو پر مڃن ۽ اعتراف ضرور ڪن ٿا.

سنڌي عوام ۽ سنڌي نوجوانن جو نسن ۾ سيد جي مزار تي اچڻ ۽ وڏي تعداد ۾ گڏ ٿيڻ جو هڪ ڪارڻ تہ قومي سوال جو وڌيڪ چٽو ٿيڻ آهي. ٻيو سنڌ جو نوجوان/عوام سن ڪو نعرو ۽ يا ڪا تعريف ٻڌڻ لاءِ نٿو وڃي، پر سنڌ جي قومي حقن جي جدوجهد متعلق ڪا ڳالهہ ٻڌڻ ٿو وڃي. سنڌي ماڻهو اڄ انتهائي مايوسي جي عالم ۾ آهي، اڄ قوم بيدار آهي، ليڪن اڄ ان جا اڳواڻ ۽ رهبر ننڊ ڀيل آهن. سنڌي ماڻهو اڄ پنهنجي اڳواڻن جي تلاش ۾ سرگردان آهن، جيڪو سندس قيادت ڪري قومي ۽ جمهوري تحريڪ کي اڳتي وٺي وڃي. سنڌ جو نواجون شش و پنج ۾ مبتلا آهي تہ سنڌ زندگي ۽ موت جي بہ واٽي تي بيٺي آهي، پر ان جي سياسي قيادت ننڊ ۾ ڀيل آهي. ان ستل قيادت کي جاڳائڻ لاءِ هو سن ٿو وڃي. سنڌ جي نوجوانن کي علم جي ضرورت آهي، پر سنڌ جا تعليمي ادارا جهيڙن ۽ دهشتگرديءَ جا آکاڙا بڻيل آهن. ان جو مداوو ڪرڻ لاءِ هو سن وڃي ٿو ۽ هن دفعي ڪافي عرصي کانپوءِ جيئي سنڌ قومي محاذ جي اڳواڻ بشير قريشي جي تقرير سنڌ جي باشعور ماڻهن ۽ سياسي حلقن ۾ اهو سوال اٿاريو آهي تہ نہ "اڃا سڀ ڪجهہ هٿان ڪونہ ويو آهي."

اڄ بہ سنڌ جا اڳواڻ تمام گهڻن خامين ۽ ڪوتاهين هوندي سنڌ جو

درد رکن ٿا. سالگرهہ تي اهو اعلان ڪيو ويو آهي تہ ”متحده قومي موومينٽ سان تعاون جاري رکيو ويندو. سنڌ نيشنل فرنٽ، عوامي تحريڪ ۽ سنڌي ترقي پسند پارٽي سان ٽڪراءُ ۾ نہ اچبو.“ ان ڪانپوءِ ڇهن نقطن تي مشتمل سنڌ جي حقن لاءِ جدوجهد جو هڪ چارٽر پڻ ڏنو ويو آهي، جنهن ۾ 1945ع جي سنڌ – پنجاب ٺاهہ موجب پاڻي جي ورهاست واري ٺاهہ تي عملدرآمد ڪرائڻ، سنڌ ۾ فوجي ڇانوڻين خلاف جدوجهد ڪرڻ، سنڌ جي تهذيب ۽ ثقافت کي ترقي ڏيارڻ، سنڌ جي قدرتي وسيلن جي مالڪي ۽ ان جو انتظام سنڌ جي حوالي ڪرڻ، سنڌ ۾ ڌارين جي آبادڪاري روڪڻ، سپر هاءِ وي کي موٽروي ۾ تبديل ڪري ان جي ڪمائي تيّ قبضو ڪرڻ کي روڪڻ لاءِ جدوجهد شامل آهي. جيئي سنڌ قومي محاذ جي سياسي قيادت پنهنجي سياسي ڪردار ۾ جي ايم سيد جي روايتي سياست کان الڳ نظر اچڻ تي ان وقت محسوس ٿي هئي، جڏهن ان سڀ کان پهرين اردو ڳالهائيندڙ آبادي سان رابطو ڪري ”اشو ٽو اشو“ سياست ڪرڻ جي حوالي سان جڙي هئي ۽ ان بعد پيپلز پارٽي سان ڪالاباغ ڊئم جهڙي سنڌ دشمن منصوبي خلاف اوباوڙي ۾ گڏجي احتجاج ڪيو هو ۽ پوءِ خيرپور ٽوڙي ڪنڌڪوٽ ۾ ڪالاباغ ڊئم خلاف ڌرڻا هڻي هڪ طرف عوام جي وچ ۾ اچي بيٺي هئي تہ ٻئي طرف ان وقت جي سنڌ سرڪار لاءِ مٿي جو سور بڻجي وئي هئي. پر 17 جنوري 2000ع تي سنڌ ۾ سيد جي سالگرهہ جي موقعي تي جاري ڪيل چارٽر تہ ان کان بہ چند قدم اڳتي وڌي اچڻ جو هڪ اشارو آهي. جيڪڏهن ان سلسلي ۾ واقعي ڪا عملي اڳڀرائي ٿي تہ ان جا مجموعي سياست تي هڪ طرف تہ سنڌ جي قومي حقن جي جدوجهد ۾ ٻئي طرف هاڪاري اثرات پوڻ جا مضبوط امڪان موجود آهن. جنهن بعد جيئي سنڌ جي تحريڪ هڪ دفعو وري 1970ع واري دؤر کان اڳ واري سيد جي تحريڪ واري صورتحال ۾ اچي سگهي ٿي. جڏهن سيد ترقي پسند، جمهوريت پسند ۽ قومپرست قوتن جو محور بڻجي ”سنڌ متحده محاذ“ جي پليٽ فارم تان ون يونٽ خلاف ڪامياب جدوجهد هلائي هئي.

17 جنوري تي جيڪو چارٽر پيش ڪيو ويو آهي، اهو ٿوري گهڻي ڦيرگهير سان هڪ طرف مرڪز کي صرف چار کاتا ڏيڻ، ايم آر ڊي جي

تڏهوڪي تحريڪ جي ڇهن نقطن سان ميل ڪائي ٿو تہ ٻئي طرف وري "پونم" جي پروگرام سان بہ ڪافي هڪجهڙائي رکي ٿو. ان ڪري ائين چئي سگهجي ٿو تہ متئين چارٽر تي هڪ حوالي سان ملڪ جي مجموعي جمهوريت پسند ۽ قومپرست جي وچ ۾ اڻ اعلانيل هڪ اتفاق راءِ موجود آهي. ان ڪري اڪثريت جُڙي سگهجي ٿي، جيڪا تڏهن جي ايم آر ڊي ۽ اجوڪي پونم ۾ شامل آهي، جنهن ۾ ولي خان، عطاءُ الله مينگل، محمود خان اڇڪزئي، پيپلز پارٽي، ترقي پسند پارٽي، فاروق لغاري ۽ نوابزاده نصرالله خان شامل آهن. نوابزاده نصرالله جو جيئي سنڌ ڏانهن رويو مختلف آهي، پر هو بہ ايم آر ڊي جي تڏهن واري چارٽر تي صحيحون ڪندڙن مان هڪ آهي. جنهن ۾ مرڪز کي چار کاتا ڏيڻ جي ڳالهہ ٿيل آهي. پيپلز پارٽي سان جيئي سنڌ قومي محاذ اوباوڙي ۾ گڏجي جدوجهد ڪري چڪي آهي، جنهن ۾ شڪ شبها رکڻ باوجود سڀ کان گهڻو فائدو خود قومپرستن کي ٿيو هو. ولي خان، محمود خان، عطاءُ الله مينگل ۽ ٻين شخصيتن سان جيئي سنڌ قومي محاذ پنهنجي پروگرام جي حوالي سان ٻين جي پيٽ ۾ ويجهڙائي رکي ٿي. جڏهن صورتحال اها ٿي بيهي تہ پوءِ متحده قومي موومينٽ سان صرف تعاون جو اعلان، ممتاز علي ڀٽي، رسول بخش پليجي ۽ قادر مگسي سان ٽڪراءُ ۾ نہ اچڻ جو اعلان رڳو ڇو ڪيو ويو آهي؟! جڏهن تہ بيان ٿيل چارٽر ۾ مٿيون سڀ قوتون شريڪ ٿي سگهن ٿيون. پنهنجي ۽ سنڌ جي مفاد ۾ انهن کي ڇو نہ دعوت ڏيڻ گهرجي؟! جيڪڏهن هو شامل ٿين ٿا تہ قومي حقن جي جدوجهد کي تقويت ملندي، پر جيڪڏهن شامل نٿو ٿئي تہ ان جي قوم دوستي، وطن دوستي ۽ جمهوريت پسندي ننگي ٿي پوندي. هتي هڪ ٻيو سوال بہ پيدا ٿئي ٿو تہ اردو آبادي ۾ رڳو متحده قومي موومينٽ سان تعاون ڇو؟! اردو ڳالهائيندڙ آبادي جا ڪافي ٻيا حصا بہ موجود آهن. جيڪي ايم ڪيو ايم جي پيٽ ۾ گهٽ انتهاپسند ۽ روشن خيال آهن. انهن ڏانهن تعاون وڌائڻ جو اعلان بہ ٿيڻ گهرجي.

قومي حقن جي جدوجهد ۾ پسند يا ناپسند تي چونڊ ڪرڻ سان ايمانداري مشڪوڪ ٿي وڃي ٿي، جنهن کان جيترو فراريت اختيار ڪجي، اوترو بهتر ٿيندو. تنهن ڪري جيڪي بہ قومون متئين چارٽر سان جڙي

سگهن، انهن کي جوڙڻ گهرجي. هن وقت حالتن جو ايڏو وڏو دٻاءُ آهي، سنڌي قوم ۾ ايتري بيچيني آهي، سنڌي قومي پريس جو قومي سوال تي رول جڏهن سون تي سهاڳي وارو آهي، ان حالت ۾ قومي حقن کان انڪار جي جرئت ڪنهن پارٽي ۾ ڪونهي ته پوءِ سيني سياسي قوتن سان تعلق ۾ گڏجي جدوجهد ڪرڻ جو اعلان بجاءِ جو سياڻي ڪرڻو پوي، اڄ ڇو نه ڪرڻ گهرجي؟! مٿئين چارٽر تي سنڌ جون سموريون سياسي قوتون، ملڪ جي. مظلوم قومن جون تحريڪون ۽ باقي ملڪ جو عوام جيڪو مٿئين چارٽر تي جڙي سگهجي ٿو ڪنهن نه ڪنهن شڪل ۾ جوڙڻ گهرجي. سنڌ جي مفاد ۾ اعلان ڪيل نقطن تان هٽ نه ڪٽڻ گهرجي. ان لاءِ ظاهر آهي ته اتحادن جي سخت مرحلي مان گذرڻو پوندو. اتحاد ۾ گڏيل جدوجهد تنظيمي تنگ نظري جو موت آهي. بدقسمتيءَ سان جيئي سنڌ قومي محاذ اتحادن جي اهڙي مرحلي مان گذري آهي. سيد به اهڙي سياست کي تي ڏهاڪا اڳ خيرباد چئي چڪو هو. جسقم طرفان هڪ اعلان ميدان ۾ آندو ويو آهي ته ايمانداريءَ سان ان کي عملي جامو پهرائڻ لاءِ پهريان پنهنجي تنظيم اندر امڪاني اتحادن جي حوالي سان ٿيندڙ پيچيدگين ۽ مشڪلاتن کي منهن ڏيڻ لاءِ اڳواٽ تياري ڪرڻ گهرجي، ٻي صورت ۾ اتحادن ۾ اتحادين جي مخصوص ۽ فطري نفسيات جي ڪري سياڻي مايوسي پيدا ٿي سگهي ٿي. اڄ جيڪو اتحادي آهي، سياڻي مخالف ٿي سگهي ٿو اڄ جيڪو دشمن محسوس پيو ٿئي، سياڻي دوست به ٿي سگهي ٿو. اتحاد ۾ اتحادي هڪٻئي تي اثرانداز به ٿيندا آهن. گڏجڻ کانپوءِ محسوس ٿيندو آهي ته جيڪو اڳ ۾ دشمن سمجهيو پئي ويو، اهو حقيقت ۾ دوست آهي. اتحاد ۾ جيڪڏهن ايماندار ذرين جو تعداد سوايو آهي ته موقعي پرست کي به ننگي ڪرڻ کان روڪي سگهجي ٿو. انڊيا ۾ ڀارتيه جنتا پارٽي بنياد پرست پارٽي آهي. ان جا فطري اتحادي "بجرنگ دل"، "وشوا هندو پريشد" ۽ "شيوسينا" جهڙيون رجعت پسند تنظيمون آهن، ليڪن اين ڊي اي ۾ شامل ٻين جمهوري قوتن جي مضبوط هجڻ ڪ ي موجوده ڀارتي حڪومت سيڪيولر اثر سان نظر اچي رهي آهي. اتحادن جي طويل جدوجهد ۾ هتي به ائين ٿي سگهي ٿو.

دنيا جون انقلابي ۽ قومي تحريڪون پنهنجي تجربي ۽ غلطين مان

سکيون آهن، ۽ پوءِ پنهنجي خامين کي دور ڪري انقلاب برپا ڪيا ويا. اڄ سنڌ جي قومي مفاد کي اڳيان رکي جيئي سنڌ قومي محاذ روايتي ويڳاڻپ واري سياست کي جيڪڏهن خدا حافظ چوي ٿي ته اهو هتان جي قومي حقن جي تحريڪ لاءِ سٺو سٺئوڻ آهي. 17 جنوري تي ڪيترن پاڻوندن جو ڪيڪ ڪاٽيو ويو جلسي ۾ ڪيترا ماڻهو هئا؟ سيد کي صدي ۾ هڪ هزار سالن جو وڏي ۾ وڏو ليڊر ڪري پيش ڪيو ويو اهو سياڻي متان ماڻهن کي ياد نه رهي، ليڪن سڃاڻ ۽ سياسي ماڻهن جنهن ڳالهه تي زور ڏنو هوندو سنڌ جي تنظيمن سان ڀائيچاري وارزي واٽ رکڻ، اردو ڳالهائيندڙن سان رشتا مضبوط بڻائڻ ۽ سنڌ جي قومي حقن جي جدوجهد لاءِ اعلان ڪيل چارٽر ٿي آهي.

جيڪڏهن الله ڪري چڱي ڳالهه ڪئي وئي آهي ۽ هڪ بهتر قدم کنيو ويو آهي ۽ اهو به اڏورو اعتراف ڪيو ويو آهي ته "اسان جي نوجوانن جو رت گرم آهي. انهن کان غلطيون ٿيون هونديون/زيادتيون ٿيون هونديون" ته پوءِ اهو به واضح اعتراف ڪيو وڃي ته ماضيءَ ۾ اسان کان زيادتيون به ٿيون آهن. ڇاڪاڻ جو دنيا ۾ سڀ کان وڏو ۽ ڏکيو ڪم اعتراف ڪرڻ آهي ۽ ڏکڻ افريڪا ۾ جڏهن (Truth and reconciliation commission) پنهنجي رپورٽ ۾ اهو ڄاڻايو آهي ته، نسل پرستي خلاف جدوجهد دوران ڪارن نوجوانن عام گورن ماڻهن جا قتل ڪيا آهن، انهن ڪافي بيگناهه گورن تي تشدد به ڪيو آهي ته تڏهوڪو ڏکڻ آفريڪي نائب صدر ۽ هاڻوڪو صدر ٿابو ايم بيڪي ڪاوڙجي پيو هو ته اهو تشدد نسل پرست گوري حڪومت جي ردعمل ۾ ٿيو هو. تڏهن نيلسن منڊيلا چيو هو ته تشدد بهرحال غلط آهي، ته ان جو ازالو ٿيڻ گهرجي. ان اعتراف سان منڊيلا جو قد گهٽجي ڪونه ويو هو سندس عزت گهٽ نه ٿي هئي، بلڪ اڳ ۾ رڳو ڪارن جو محبوب رهندڙ منڊيلا گورن ۽ سموري دنيا لاءِ قابلِ احترام بڻجي ويو هو. اسان وٽ به اهڙي روايت وجهڻ جي ضرورت آهي. اڄ جيڪڏهن قومي محاذ اعلان ڪري ته اسان جي دوستن ماضي ۾ غلطيون ڪيون آهن، بيگناهه بي هٿيار پنهنجي سنڌي ڀائرن/نوجوانن جون بيعزتيون ڪيون آهن ۽ انهن جو خون به وهايو آهي ته، سوين نوجوانن جي من جو سور/درد لهي پوندو ۽ اهي قومي تحريڪ جا ڪنهن وقت معاون ۽

مددگار بڻ ٿي سگهن ٿا ۽ توهان جي من جو بوجهہ بہ هلڪو ٿي پوندو.

جيئي سنڌ تحريڪ چند ڏنڊي ٺوڪ نوجوانن جي تحريڪ ناهي، پر ان ۾ الائي ڪيترن نوجوانن جو رت ست شامل آهي، ان ۾ سوين نوجوانن جا گم ٿي ويل خواب سمويل آهن. ان سان قومي آزادي جو فڪر سلهاڙيل آهي، اهنسا جي پرچارڪ "جي ايم سيد" جي روح جي ان مان رڙ اچي ٿي، سوين هزارين سچا ۽ ايماندار ڪارڪن ان جي ميراث آهن. اهڙي تحريڪ جو ڇو نہ عزت ۽ احترام سان نالو ورتو وڃي. امن ۽ انسانيت جي جيت لاءِ، سنڌ جي قومي غلاميءَ مان ڇوٽڪاري لاءِ اڳتي وڌي تاريخ ۾ پنهنجو نالو لکرايو.

23 جنوري 2000ع

# سنڌي مهاجر تضاد جو پوسٽ مارٽم

”سچ چوڻ، سچ ٻڌڻ ۽ سچ برداشت ڪرڻ ئي سڀ کان وڏي بهادري آهي.“ (لنڊن جو جانسن)

تازو متحده قومي مووومينٽ جي رهبر الطاف حسين سنڌ ڌرتيءَ جي دردن جي داستان جو ذڪر ڪندي شاهه عبداللطيف ڀٽائي جي ڌرتيءَ سان محبت جو اظهار ڪيو آهي. سنڌ جي ماڻهن ۽ سنڌ جي سياسي قوتن کي گڏجي پنجاب جي ڏاڍ خلاف جدوجهد ڪرڻ جو سڏ ڏنو آهي ۽ ان سان گڏ سنڌ جي عوام کي اهو باور ڪرائڻ جي ڪوشش ڪئي اٿائين ته. سنڌي پارٽيون ۽ انهن جا اڳواڻ پنجاب وٽ وڪامجي ويا آهن ۽ اهي سنڌي عوام جي مقصد سان به سچا نه آهن. االطاف حسين کي پلي ”جعفر ڪوڙي“ سان ڀيٽيو ويجي. سنڌس ماضي واقعي اهڙو رهيو آهي، جو جيڪڏهن سنڌ جا ماڻهو ان تي اعتبار نه ڪن ته اها ڳالهه هرويرو ايترو غلط به ڪونهي، ڇو ته چوندا آهن ”جيڪو آزمايل کي آزمائي، خطا سو کائي“. تن پيري الطاف جي رڙين ۾ پيا سُر به شامل آهن ۽ ان جي رڙين جو انداز به تبديل آهي. وقت تبديلي تي ويل آهي ته پوءِ سنڌ جي ماڻهن وٽ نئين صورتحال ۾ الطاف جي رڙين متعلق سوچڻ ۾ حرج ڪهڙو آهي؟ اڳ جي ڀيٽ ۾ الطاف حسين جي واويلا ڏانهن سنڌ جي مختلف سياسي قوتن جو ردعمل به هڪجهڙو نه آهي، بلڪ مختلف آهي. جيئي سنڌ قومي محاذ جيڪا ڪافي عرصي کان انهيءَ مهم تي بڪتل آهي ته ايم ڪيو ايم ۽ مهاجرن سان گڏجي جدوجهد ڪرڻ گهرجي، الطاف جي ان بيان ۽ جذبن جو خيرمقدم ڪيو آهي ۽ ان کي مهاجر سياست ۾ هڪ نئين ۽ خوشگوار تبديلي سان ڏسي رهي آهي ۽ ان سان گڏ ايم ڪيو ايم تي زور پري رهي آهي ته اها ڪراچي کي سنڌ کان الڳ ڪرڻ ۽ مهاجر قوميت واري نعري بابت پاڻ کي واضح ڪري.

پيپلز پارٽي ڪراچي کي سنڌ کان الڳ ڪرڻ واري مبينا مطالبي ۽ ڀارت جي تعاون سان هٿياربند جدوجهد ڪرڻ خلاف بيان جاري ڪري

خاموشي اختيار ڪري ڇڏي آهي. ممتاز ڀٽو ۽ قادر مگسي سوڌو باقي تمام سياسي قوتون ۽ سنڌي پريس الطاف جي نئين بدليل موقف کي ڪا نئين چال سڏيندي اعتبار ڪرڻ لاءِ تيار ڪونه آهن. عوامي تحريڪ جي سربراهه رسول بخش پليجي جو بهرحال ان سلسلي ۾ ڪو واضح موقف ڪونه آيو آهي. الطاف حسين جي تازي قلابازي کي واقعي به "جعفر ڪوڙي" واريون ڪوڙيون رڙيون سمجهڻ گهرجي يا ان مان ڪو نتيجو ڪڍي، سنڌ جي سياسي قوتن کي سنڌ جي بقا لاءِ جدوجهد بابت ڪو لائحہ عمل تيار ڪري سياست کي نئين سري سان اڳتي وڌائڻ گهرجي؟ اهو ئي اڄ جي سنڌ اڳيان هڪ نئون چئلينج آهي.

اردو ڳالهائيندڙ آبادي جو سوال ملڪ جي ٻين ماڻهن لاءِ ڀلي ايترو اهم نه هجي، پر سنڌ لاءِ ته اهو زندگي ۽ موت جو مسئلو آهي. سنڌ جي ٻه ٽڪر ٿيڻ جي حقيقي خطري جو واسطو به ان معاملي سان جڙيل آهي. ڪجهه عرصو اڳ تائين سنڌ کي ڳل آڇيندڙ الطاف حسين جي سياست هڪ طرف سنڌ اندر سنڌي ماڻهن کي رت ۾ وهنجاري ڇڏيو هو ته ٻئي پاسي جناح پور جهڙا پراسرار نعرا ۽ منصوبا ڏئي سنڌ جو ساهه سڪائي ڇڏيو هو. ماضيءَ ۾ اهڙي سياست جو ٻج ڇٽڻ ڪانپوءِ واقعي سنڌ اندر ڪو الطاف حسين تي اعتبار ڪرڻ لاءِ تيار ڪونهي، پر جڏهن معاملو اسان جو آهي، ته سنڌ جي بقا جي ذميواري به اسان تي آهي. وقت جي تياس تي تنگيل سنڌ جيءِ اڌ ٿيڻ جو خطرو ۽ ڳڻتي ٻئي ڪنهن کي نه بلڪ اسان کي ئي آهي، ته پوءِ سڄي عمر ڏوڪا کائڻ کانپوءِ پلا هڪ گناهه پيو ڪري ڏسجي ته ڪهڙو حرج آهي. جڏهن ته اڄ صورتحال گذريل 52 سالن جي ڀيٽ ۾ مختلف آهي، جڏهن سنڌين سموري عمر مار کاڌي آهي ته پوءِ اڄ مهاجرن لاءِ به اڳ واري صورتحال ڪونهي. اردو ڳالهائيندڙن جي اها سوچ ته "پاڪستان جي قائم ڪرڻ لاءِ سڀ کان گهڻيون قربانيون جڏهن اسان ڏنيون آهن ته پوءِ حڪمرانيءَ جا سڀ کان وڌيڪ حقدار اسين آهيون." اها سوچ ڪنڌ ڀر وڃي ڪري آهي. اهڙو ڪردار ۽ حيثيت پاڪستان جي فوج انهن کي نه ڏني ۽ نه وري ڏيڻ چاهي ٿي، پر حڪمران ٽولي انهن کي اقتدار، نوڪرين ۽ مظلوم قومن جي لٽ جي مال ۾ چڱو خاصو حصو ضرور ڏنو ۽ ڏيستائين ڪين اها

حيثيت حاصل رهي، جيستائين پنجاب جي غاصب ٽولي کي بنگالي قوم خلاف جنگ ۾ انهن جي سهڪار جي ضرورت محسوس ٿي.

بنگال جي الڳ ٿيڻ کانپوءِ مهاجرن جو ملڪ جي ايوان اقتدار ۾ اهو پراڻو ڪردار ختم ٿي ويو ته ٻئي پاسي ذوالفقار علي ڀٽو جي اقتدار ۾ اچڻ سان سنڌي ماڻهو به اقتدار ۾ داخل ٿيا. شهرن جو رخ ڪيائون، نوڪرين ۾ اچڻ لڳا ۽ پوءِ مهاجر آباديءَ پنهنجي اقتدار ۽ نوڪرين ۾ ناجائز قبضي تان هٿ ڌوئي ويٺي. پنجابين ۽ پٺاڻن بجاءِ هنن جي ذهن ۾ اچي اهو فتور ويٺو ته سنڌي ئي سندن حقن تي ڌاڙو پيا هڻن. جڏهن ته حقيقت ان جي بنهه ابتڙ هئي ۽ آهي، پوءِ انهن ماڻهن لاءِ پيپلز پارٽي، ذوالفقار ڀٽو ۽ سنڌي دشمن بڻجي پيا. حالانڪ سنڌي ماڻهن ته ڪين پاڪستان اچڻ تي حيءُ ۾ جايون ڏنيون، خود ڀٽي جي پروگرام ۾ سنڌي قوم پرستي يا مهاجر دشمني ڪونه هئي. ڀٽي ۽ پيپلز پارٽي خلاف هجڻ جو اڪيلو ۽ واحد سبب ان جو سنڌي رنگ هجڻ کانسواءِ ٻيو نه هو. پراڻو نٽ ٺانگر نه رهڻ ۽ مهاجرن جو ملڪ جي اقتدار توڙي عوامي سياست ۾ رول گهٽجڻ ڪري انتهاپسندي جنم ورتو ۽ اهي وڃايل باغ عدن کي حاصل ڪرڻ لاءِ جتن ڪندا رهيا، پر ملڪ ۾ سياست ۽ ان جا معيار تبديل ٿي ويا هئا، ملڪ جي سڀ کان طاقتور ڌر پنجاب لاءِ سياست جون ترجيحون بدلجي ويون هيون. هونئن بنگال جي الڳ ٿيڻ کانپوءِ ملڪ جي سياست ۾ اردو آبادي جو ڪردار ۽ حيثيت سنڌين۔ پختونن کان به پوئتي رهجي ويئي هئي. پنجاب اڪيلي سر ڪڏهن به حڪومت نه ڪئي آهي. پنجاب، پختون ۽ مهاجر يا وري پنجاب، پشتون ۽ سنڌي، اها ئي اقتدار جي جوڙجڪ رهي آهي. بلوچ ته ويچارا ملڪ جي اقتداري ڏرين جي ڪنهن ليکي ۾ ئي ڪونه آهن. هن سموري صورتحال ۾ مهاجر عنصر، جيڪو ڪنهن وقت ۾ اقتداري ايوان جو هڪ اهم جُز هو ان جو منهن وڃي زمين سان لڳو آهي. رهندو ڪراچيءَ جون صنعتون ۽ ڪارخانا بدامني توڙي روز جي دهشتگردي سبب پنجاب منتقل ٿيا آهن ۽ مهاجر آبادي خراب صورتحال ۾ اچي بيني آهي.

ڪراچي، جيڪو اڄ وڳوڙ ۽ دهشتگردي جو گهر سمجهيو وڃي ٿو ان کي ڏسي ته ملڪ جي حڪمرانن بلوچستان سان ناتا ناهي گوادر ۾ بندرگاهه

ناهڻ واري منصوبي تي عمل بہ شروع ڪري ڏنو آهي، جيئن سمنڊ وارو رستو ڪڏهن بہ بند نہ ٿئي. هن سموري صورتحال ۾ الطاف حسين ڪي پيلي جعفر ڪوڙو سمجهجي، پر ان جون تازيون رڙيون واقعي ڪنهن بگهڙ جي ڊپ ۾ نڪتل آهن. نوڪرين جي معاملي ۾ سنڌين سان اردو ڳالهائيندڙ آبادي جو ٿورو گهڻو ٽڪراءُ آهي، جيڪو حقيقت ۾ شهر ۽ ٻهراڙي جي وچ ۾ ٽڪراءُ آهي، جيڪو هن وقت نسلي رنگ ڪنيو بيٺو آهي، پر باقي سنڌي ماڻهن ۽ اردو ڳالهائيندڙ آبادي جا گڏيل مسئلا آهن. سنڌ جا وسيلا مرڪز/پنجاب قبايو ويٺو آهي. ملڪ جي اقتدار اعليٰ تي هڪ مخصوص گروهہ جو قبضو آهي، عوامي نمائندن ۽ سياسي پارٽين جي انهيءَ اقتداري گروهہ وٽ ڪا حيثيت ڪونهي. ڪراچي ۾ پنجابي، پٺاڻ، بنگالي ۽ برمين جي اچڻ سان ڪراچي جي محدود وسيلن تي هڪ طرف تمام وڏو دٻاءُ آهي تہ ٻئي پاسي اهي عددي اعتبار سان بہ مهاجرن لاءِ خطرو بڻجي رهيا آهن. مجي بہ ونجي تہ الطاف حسين ڪنهن کي بليڪ ميل ڪرڻ لاءِ ڊرامو ٿو ڪري تہ ڇا ان موقف جو مختلف سياسي قوتون ۽ ماڻهو الڳ الڳ اثر ڪونہ وٺندا؟

پيپلز پارٽي هڪ وفاقي پارٽي آهي، پر اها هڪ وڏي عوامي پارٽي آهي. ڪالاباغ ڊئم خلاف جدوجهد دوران سنڌ، بلوچستان ۽ پختونخوا ۾ مسلسل احتجاج ٿي رهيو هو پر حڪمرانن ۽ نواز شريف جي ڪن تي جونءِ بہ نہ سُري، پيپلز پارٽي جي ڪافي ماڻهن جو خيال آهي تہ اها صرف اقتداري پارٽي آهي، پر انهي پارٽي اوباوڙو ۽ اٽڪ پُل وٽ ڊئم خلاف ٿيندڙ احتجاجن ۾ پنهنجو آواز شامل ڪيو تہ صورتحال بنهہ تبديل ٿي ويئي. سنڌ ان کي خوش آمديد چيو، سرحد ان جي پذيرائي ڪئي، پنجاب جا ڪجهہ جمهوريت پسند حصا ان ۾ شامل ٿيا ۽ ڪي تہ سوچڻ تي مجبور ٿيا ۽ آواز اٿيو تہ جيڪڏهن اتفاق راءِ نہ آهي تہ پوءِ ڪالاباغ ڊئم نہ ٺهڻ گهرجي. فاروق لغاري، عمران خان ۽ نوابزادي نصرالله جا ان وقت آيل بيان واضح ثبوت آهن.

پيپلز پارٽي جي انهي نئيڙي قدم سان حڪمرانن اهو اثر ورتو جو ڊئم ناهڻ جو پختو منصوبو سدائين لاءِ نہ، تہ بہ وقتي طور ملتوي ضرور ڪيو. الطاف حسين هڪ چڱي خاصي نسلي گروهہ جو اڳواڻ آهي، ڇا ان جي تازي موقف کي ملڪ جون مختلف سياسي قوتون ۽ اقتداري ڏُر غور سان نہ

ڏسندي هوندي ۽ اردو ڳالهائيندڙ آبادي ۾ هن عمل سان سنڌي ماڻهن خلاف جذبا ماٺا ٿيندا، دشمنيون گهٽجي سنڌين سان گڏجي هلڻ وارو عمل طاقت وٺندو، اردو آبادي ۾ اڳ موجود سنڌ دوست عنصر وڌيڪ طاقتور ٿيندو، پنجاب جي بالادستي خلاف قوتن جي نئين سر صف بندي بهتر انداز ۾ ٿيندي؟ اڄ اسفند يار ولي معنيٰ خيز مسڪراهٽ ۾ اها ڳالهه ڪري رهيو آهي تہ "پنجاب جي استبلشمينٽ خلاف جدوجهد جي پهرين اسان ڳالهہ ڪندا رهاسين، اڄ الطاف حسين بہ ڪري رهيو آهي."

متحده ملڪ جي پارلياماني سياست ڪري رهي آهي، تنهن ڪري "وسيع جمهوري اتحاد" (GDA) ۾ اها پيپلز پارٽي سان گڏ ويٺي آهي، پر پٺتي جي دور جي لساني جهيڙن، پڪي قلعي واري آپريشن ۽ هميشہ پنو توڙي پيپلز پارٽي مخالف سياست ڪرڻ سبب اها ان سان وڌيڪ سهڪار ڪرڻ لاءِ تيار ڪونہ آهي، ان ڪري هن جيئي سنڌ جي وڌايل هٿ ۾ هٿ ملائڻ جا اشارا ڏنا آهن. سنڌي قوم جو مفاد انهيءَ ۾ آهي تہ سنڌ جي مٿين ڌرين سان ايم ڪيو ايم جو تعاون اچا وڌڻ گهرجي. گڏ ويهڻ پلي جهيڙا ڪجن، پر پوءِ صلح بہ ممڪن آهي، پر جيڪڏهن اهو رابطو ٽٽي ويو ۽ پوءِ متحده سنڌ دشمن قوتن سان هٿ ملايو تہ نقصان ڪنهن جو ٿيندو؟ هن سوال جو جواب ايترو ڏکيو نہ آهي. ايم ڪيو ايم جيڪڏهن اڄ تعاون جي ڳالهہ ڪئي آهي، تہ پوءِ سنڌ جي سڄڻن کي ان سلسلي ۾ تحرڪ ۾ اچڻ گهرجي، ورڪشاپ ۽ سيمينار ڪرائجن، سنڌي ۽ اردو ڳالهائيندڙ آبادي جي مختلف سياسي قوتن کي هڪ پليٽ فارم تي آڻي بحث مباحثا ڪرائڻ گهرجن. ائين ٿئي تہ پلي پوءِ الطاف حسين جو بيان ڪوڙو ئي هجي، پر ڳالهہ بهتر رُخ ۾ اڳتي وڌي سگهي ٿي.

مهاجر آبادي جو ماضيءَ ۾ سنڌين ڏانهن رويو دشمناڻو رهيو آهي، پر اڄ جيڪڏهن سنڌ جي ورهاڱي ۽ مهاجر قوم واري سوال کي اهي ڇڏين ٿا تہ پوءِ بين معاملن تي ڳالهہ ٻولهہ ٿي سگهي ٿي ۽ نهي بہ سگهجي ٿو تنهن ڪري اها ڳالهہ اڳتي آڻڻ جي ضرورت آهي.

ايم ڪيو ايم ۽ مهاجرن سنڌي قوم کي گهرا گهاءُ ڏنا آهن، ان ۾ ڪو شڪ ڪونهي، ليڪن سنڌ جي سياسي قوتن جو مهاجرن ڏانهن رويو

ڪٽي ڪٽي تمام دشمنائو به رهيو آهي. بدليل معروضي حالتن تي به چيڪ رکڻ ضروري آهي. پيپلز پارٽي اردو آبادي خلاف ڪڏهن به ويڙ وارو رويو نه رکيو آهي. حالانڪ پ پ ڪا انقلابي پارٽي ڪونهي، پر ان ذريعي مهاجر آبادي سان سنڌين جو هڪ واسطو ضرور آهي. اقبال حيدر، اين ڊي خان، تاج حيدر جهڙا اردو ڳالهائيندڙ جيڪڏهن پ پ ۾ رهي سنڌ جو ڪيس مهاجر آبادي ۾ رکن ٿا ته اها هڪ وڏي ڳالهه سمجهڻ گهرجي. جي ايم سيدّ هر دور ۾ مهاجر کي پنجاب جي بالادستي خلاف سڏ پئي ڏيندو رهيو آهي. بدقسمتي سان ان جي زندگيءَ ۾ مهاجرن ڪيس ڪابه موٽ نه ڏني، پر سنڌ يونيورسٽي ۾ ماضيءَ ۾ غير سنڌي شاگردن کي داخل ٿيڻ ڪونه ڏنو ويندو هو. وقت تبديل ٿيو ته حيدرآباد ۾ شهري يونيورسٽي جو نعرو زور پڪڙي ويو. هي ڪنهن جو نقصان پئي ٿيو؟ 30 سيپٽمبر تي مهاجرن جو قتل عام ڪيو ويو. موٽ ۾ ڪراچي ۾ سنڌين کي ڳولي ڳولي ماريو ويو. 30 سيپٽمبر وارو قدم جيڪڏهن سنڌ دشمن هو ته ان جا ڪردار اڃا زنده آهن. انهن جي سڀ ڪنهن کي خبر آهي، پر ڪير انهن جو نالو وٺڻ لاءِ تيار ڪونهي. جيڪڏهن اهو قدم سنڌ دوست ۽ انقلابي هو ته پوءِ اهو قدم کڻندڙ پاڻ کي ظاهر ڇو نٿا ڪن ته جيئن سنڌي ماڻهو کين سلام پيش ڪن؟ واقعي ان مان اسان ايماندار لڳون ٿا. 1987ع ۾ سنڌي عوام جو قومي اتحاد ٺهيو سنڌ جي پرندڙ مسئلن تي چڱي خاصي هلچل مچي ويئي ۽ پوءِ چڱو خاصو اتحاد بجاءِ جو پنجاب جي بالادستي خلاف هجي، اردو آبادي جي خلاف هجڻ وارو ڏيک ڏيڻ لڳو. رسول بخش پليجي جو سنڌ دوست ڪردار ڪنهن شڪ شبهي کان بالاتر آهي، پر "پنجابي- مهاجر مستقل مفاد" وارو نعرو ڇا اڄ جي حالتن ۾ صحيح آهي؟ اها ئي سوچ هئي، جنهن ڪري "سپنا" ۾ انهن اردو ڳالهائيندڙ ماڻهن کي شامل ٿيڻ نه ڏنو ويو. جيڪي سنڌ جي مسئلن کي پنهنجو مسئلو سمجهي جدوجهد ڪرڻ لاءِ تيار هئا. اچرج جهڙي ڳالهه اها آهي ته "سپنا" جي جلسن ۾ امين خٽڪ ته اچي پئي سگهيو پر ان ۾ جمال نقوي، اعزاز نذير، معراج محمد خان ۽ علي مختيار رضوي جهڙن ماڻهن لاءِ جڳهه نه هئي.

ڪراچي، حيدرآباد ۽ سکر ۾ "سپنا" جي تنهن وقت جي شاندار پروگرامن ۾ سنڌين جي حقن جي جدوجهد سان گڏوگڏ اهڙا نعرا ڏنا ويا،

جنهن ۾ اهو ظاهر پئي ڪيو ويو تہ سنڌ اردو ڳالهائيندڙن جي ڇڙ تہ آهي ئي ڪونہ. اها انتهاپسنديءَ اڄ سنڌ کي ڪٿي وٺي آئي آهي؟ اهو سوال تنهن وقت بہ عوامي نيشنل پارٽي ۾ شامل ڪامريڊن رحيم بخش بلوچ، مير ٿيبو ۽ غلام رسول سهتو وٽ اٿاريو ويو هو تہ هي سياست تہ اسان کي اردو آبادي کان پري ڌڪيندي ۽ ان سان اڳ موجود تضاد وڌيڪ شديد ڪونہ ٿيندو؟ جواب مليو تہ "مهاجر هر طرف سنڌين جي گهيري ۾ آهن، دابن ۽ دهمانن سان ڪين مڃائي سگهجي ٿو". واقعي ان سياست سنڌي قوم جي جدوجهد کي اڳتي آندو آهي يا پوئتي ڌڪيو آهي؟ اڄوڪي سنڌ انهن دوستن کان ان سوال جو جواب گهري رهي آهي. سنڌي ۽ اردو ڳالهائيندڙ آبادي وچ ۾ جهيڙو ڪرائڻ ڪنهن جي ايجنڊا هو؟ 30 سيپٽمبر 1988ع واري حيدرآباد واقعي ڪنهن جي خدمت ڪئي؟ 1988ع جي عام چونڊن جا نتيجا ان جو ثبوت آهن. سنڌي ووٽ هڪ طرف ويو تہ مهاجر ووٽ هڪ آواز تي ٻئي طرف ويو. سنڌ جي ورهاڱي جي بنياد پوڻ جا نتيجا اهي آثار نہ هئا ڇا؟ اڄ ٻارنهن سالن کانپوءِ سڀ سوچي رهيا آهن تہ جيڪڏهن سنڌي ۽ اردو ڳالهائيندڙ سنڌ جا باشندا نہ گڏيا تہ پوءِ سينې جو نقصان ٿي نقصان آهي. فائدو ڪنهن جو ٿيندو؟ اهي هٿ بہ ڳجها نہ آهن.

اوسلو ٺاهہ ۽ واءِ رور ٺاهہ کان گهڻو اڳ بي بي سي جي پروگرام "هارڊ ٽاڪ" ۾ اسرائيل جي ڪنهن وقت جي ڏاڍي مڙس ۽ فلسطين/عرب مخالف "اسحاق شمير" کان سوال ڪيو ويو هو تہ جڏهن عرب ۽ اسرائيل هڪ ئي خطي جا رهواسي آهن، انهن کي رهڻو بہ سدائين گڏ آهي، اها ڳالهہ عرب ۽ يهودي سمجهن بہ ٿا تہ پوءِ نهڻو بہ پوندو ئي ڪا واهہ بہ نہ آهي تہ اهو نهڻ وارو مرحلو ڪڏهن ايندو؟ تڏهن انهي جهوني يهودي جواب ڏنو هو تہ "ان جو فيصلو وقت ڪندو. وقت ..! ۽ ان جو انتظار بہ ڪرڻو پوندو. جيئن سمورين ڌرين کي ڳالهہ سمجهہ ۾ اچي وڃي، هڪ ٻي صورت بہ آهي. ڪڏهن ڪڏهن قوم کي اهڙا اڳواڻ بہ ملندا آهن، جيڪي ايندڙ وقت جا مرحلا پنهنجي ذهانت ۽ دليري سان اڳ ئي طئہ ڪري ويندا آهن. جيڪڏهن اسرائيل، دنيا ۽ عرب ۾ اهڙا دور انديش واڳون سنڀالين تہ پوءِ امن اڳ ۾ بہ قائم ٿي سگهي ٿو." ۽ واقعي ٿوري عرصي ۾ اهو وقت اچي ويو. اڄ

دنيا ڏسي رهي آهي، عرب ۽ اسرائيل ڏند چڪ، ميارون ۽ دڙڪا به هڪٻئي کي ڏيئي رهيا آهن. پر ڳالهيون به ٿين پيون. ڪالهه 17 سيڪڙو اڄ 7 سيڪڙو سياڻي 3 سيڪڙو فلسطين جو علائقو واپس ٿيندو. اسرائيل چيو پئي ته يروشلم اسان جو آهي. فلسطين بيت المقدس کي پنهنجي نئين رياست جو دارالخلافه سڏي رهيو هو. اڄ ڳالهه پئي ٿئي ته ان کي اڌو اڌ ڪجي ۽ اهو يهودين توڙي عربن جو گڏيل شهر هجي؛ ڪالهه ڏکڻ لبنان خالي نه ڪرڻ جون ڳالهيون هيون، اڄ اسرائيل وٽ گولان خالي ڪرڻ جون به ڳالهيون آهن. ڪالهه جنگ جا سامان پئي تيار ٿيا، اڄ وچ اوڀر ۾ امن جي تڙپ ڪر موڙي اٿي آهي. اهو گڏجي ويهڻ جو نتيجو آهي.

مجي به وڃي ته الطاف حسين ناٽڪ پيو ڪري، پر ان جي موٽ ائين چٽي چو نه ڏجي ته، اسان سنڌي ماڻهو سنڌ جي ورهاڱي ۽ مهاجر قوميت جي نعري ڪانسواءِ هر معاملي تي اردو آبادي جي ماڻهن، جن جا مستقل مفاد سنڌ سان واڳيل آهن، انهن سان ڳالهائڻ لاءِ تيار آهيون. پلي سامهون الطاف حسين عرف جعفر ڪوڙو ڇو نه هجي. اڄ سنڌ جي قومي تاريخ جي انتهائي اهم موڙ تي بيٺل آهي، جيڪڏهن هن موڙ تي سنڌ جا پير ٿڙيا ته سنڌ جو هڪ ورهاڱو ان جي روح جو ورهاڱو 1947ع جو ٿيو هو. ان جي تيز ڪاٺڻ سان هڪ ٻيو ورهاڱو سنڌ جي شرير توڙي جسم جو ٿيڻو آهي. وقت جي هر بحران مان نڪري پار پوندڙ سنڌ هن بحران مان اڪري پار پوي ٿي يا نه؟ هن سوال سان گڏ سنڌ ۽ سنڌي ماڻهن لاءِ هڪ آزمائش پڻ آهي.

8 فيبروري 2000ع

# جي ايم سيد: ڪي ماڻهو تاريخ ٺاهين ٿا

"ڪنهن شخص متعلق تاريخ جي فيصلي جو دارومدار ان جي فتح يا شڪست نه هوندي آهي، بلڪ سندس جدوجهد جي نتيجن تي هوندو آهي." (ونسٽن چرچل)

هي لفظ ان شخص جا چيل آهن، جنهن نازي هٽلر جي جبر، ڏاڍ، وحشت، بربريت، سفاڪي ۽ داداگيري جي طوفان ڪي مڙس ٿي منهن ڏنو. ناممڪن کي ممڪن بڻائي دنيا آڏو اهو ثابت ڪري ڏيکاريو ته ٿوري طاقت ۽ شديد بحران ۾ هوندي، جيڪڏهن نازڪ وقت تي دانشمنداڻه ۽ صحيح فيصلو ڪيو وڃي ته وڏي مان وڏي بحران مان به ڪاميابي سان اُڪري پار پئجي سگهجي ٿو. انهي شخص جا چيل هي چند لفظ جنهن کي جڳ مشهور رسالي ٽائيم مئگزين ويهين صديءَ جي وڏين شخصيتن مان هڪ لاءِ چونڊيو آهي. هٽلر جي بربادي جي شروعات جيڪڏهن "اسٽالن گراڊ" کان شروع ٿي هئي ته ان کي آخري ٺڏو فرانس ۽ برطانيا جي جنگي محاذن تي لڳي ۽ پوءِ آدم بوءِ ڪندڙ هن درندي ۽ وحشي کي تاريخ پنهنجي هٿان مرڻ تي مجبور ڪري ڇڏيو. اڄ هٽلر نفرت، وحشت، ظلم ۽ بربريت جي نالي طور ياد ڪيو وڃي ٿو/ڏڪاريو وڃي ٿو. هٽلر جو اهڙو حشر ڪندڙن مان يقيناً برطانيا جو تڏهوڪو وزيراعظم ونسٽن چرچل به هڪ هو. چرچل جا مٿيان چيل لفظ ڪيڏو نه روز روشن جيان سچ آهن.

اسلام به "صلح حديبيه" جي معاهدي واري موڙ تائين پنهنجا قدم مضبوط بڻائڻ شروع ڪيا، حالانڪه ان وقت ڪافي مسلمان ۽ حضور صلي الله عليه وسلم جن جي اصحابن پڻ ان معاهدي کي اسلام ۽ مسلمانن جي شڪست سان تعبير ڪيو هو پر وقت ۽ تاريخ ڏنو ڏسندي ئي ڏسندي انهيءَ امن ۽ صلح جي معاهدي هيٺ اسلام اهڙو وڌيو ويجهيو. جو مڪي جي قريشن جون وايون بتال ٿي ويون. جنگجو مڪي جي ماڻهن جون تلوارون ۽ نيزا حضرت محمد صلي الله عليه وسلم جن جي امن جي هٿيار آڏو ٿڏا ٿي

ويا ۽ پوءِ مڪي ٻنا ڪنهن پتر اچلائڻ جي سچ، حق، امن ۽ صلح آڏو گوڏا کوڙي وڏا. "صلح حديبيہ" تنهن وقت ننڍڙو قدم نظر پئي آيو پر انهي قدم اسلام کي نئين معنيٰ ڏني ۽ انسان ذات جي تقدير بدلائي ڇڏي. 17 آڪٽوبر جي روسي انقلاب دوران لينن نعرو ڏنو تہ "هاڻي يا پوءِ ڪڏهن بہ نہ ..." پوءِ اهو انقلاب برپا ٿيو ۽ پوري ويهين صدي انهي سرخ انقلاب جي زير اثر رهي. بدليل عالمي حالتن ۾ مارڪسي تحريڪ پنهنجو قبلو درست نہ ڪري سگهي ۽ اڄ اها بحران جو شڪار آهي.

سنڌ جو ڄي ايم سيد پاڪستان ۽ سنڌ جي تاريخ تي گهرو ۽ لازوال اثر ڇڏيندڙ هڪ اهڙي شخصيت آهي، جنهن جي ذڪر کانسواءِ نئين ڪنڊ جي تاريخ ڇڻ اڻپوري آهي. جي ايم سيد اهڙي ڪردار جو نانءُ آهي، جنهن سنڌي قوم کي ٻڌايو تہ توهان اصل ۾ ڇا آهيو توهان جا قومي حق ڪهڙا آهن ۽ توهان قومي غلامي جو شڪار ڪيئن آهيو؟ هن شخص قلم ذريعي اهڙي جنگ وڙهي، جنهن جو سنڌ جي تاريخ ۾ مثال ملڻ مشڪل آهي. رڳو قلم ذريعي نہ پر عملي طور تي سنڌ جي بمبئي کان آزادي ۽ پاڪستان ۾ ون يونٽ جي پنجوڙ خلاف جنگ ۾ هن شخص جو ڪردار محور وارو رهيو. ون يونٽ خلاف سنڌي قوم جي جدوجهد ماضيءَ جي سمورين جدوجهدن ۾ هڪ مثالي جدوجهد هئي. ان ۾ شريڪ تہ حيدر بخش جتوئي ۽ عبدالمجيد سنڌي بہ هئا، ليڪن انهن جو محور، مرڪز رهبر ۽ سرواڻ سيد ئي هو. ون يونٽ خلاف اها جدوجهد اصل ۾ نئين سنڌ جي بيداري جي تحريڪ هئي. انهي جدوجهد ذريعي سنڌ نہ رڳو پاڻ کي ون يونٽ جي قومي غلامي مان آزاد ڪرايو بلڪ ملڪ جي ٻين مظلوم قومن جي اڳواڻي جو ڪردار بہ ادا ڪيو ۽ ان جو اڳواڻ جي ايم سيد هو. ون يونٽ خلاف سنڌ جي اها جدوجهد سنڌ جي تاريخ ۾ هڪ وڏو ڇال هو جنهن سنڌ جي وچئين طبقي مان هڪ نئين سياسي اڳواڻن جي کيپ پيدا ڪئي ۽ سنڌي ادب هڪ نئين رخ تي هلي پيو.

انهي جدوجهد دوران ئي ذوالفقار علي ڀٽو، رسول بخش پليجو ۽ ڄام ساقي سياست جي ميدان تي نڪري نروار ٿيا. اڄ ان شخص جو جنم ڏينهن آهي، جنهن سان سنڌ لفظ ائين جڙيل آهي، ڄڻ اهي هڪ جان ۽ بہ

جسمر هجن. اڄ سنڌ جي قومي بيداري جي تحريڪ تي ان شخص جي ئي ڇاپ نظر اچي ٿي. حالانڪ هن مهان شخص کي سنڌ اندر عوامي موت، غفار خان کي سرحد ۾ عطاءُ الله مينگل کي بلوچستان ۾ مليل موت جيان ڪونهي، پر اها به هڪ حقيقت آهي ته پشتون قومپرستيءَ جي هڪ سڃاڻ غفار خان ولي خان آهي ته ٻي عبدالصمد اڇڪزئي آهي. بلوچ قومي تحريڪ جي هڪ شناخت عطاءُ الله مينگل، خير بخش مري آهي ته ٻي مير غوث بخش بزنجو آهي، ليڪن سنڌ جي قومپرست تحريڪ جي جيڪڏهن ڪا سڃاڻ آهي ته اها بيشڪ جي ايم سيد ئي آهي، جنهن سان سنڌ اندر ڪوبه برميچي نٿو سگهي. اڄ جيڪڏهن گذريل 20هين صديءَ کان سنڌ اندر ڪن ٻه ٽن وڏين شخصيتن جي چونڊ ڪجي، جن سنڌ جي سياست تي تمام وڏا اثر ڇڏيا آهن ته انهن ۾ هڪ نالو سن جي سيد جو به هوندو. سيد جي اها ئي ميجتا آهي، جنهن کان ڪير به انڪار نه ڪري سگهندو ته، سنڌ جي جديد قومي بيداري جي تحريڪ جو باني بلاشڪ سيد ئي آهي. سيد جي شخصيت جي چا اها سوڀ ناهي ته سنڌي ملان هجي يا ڪميونسٽ، ليگلو هجي يا پيپلو ڪيس "سائين" ڪري سڏين ٿا. اها ئي سيد کي سنڌ جي سڃاڻ ماڻهن جي پيتا آهي.

جي ايم سيد وڏيرڪي طبقي مان هوندي وڏيرڪي طبقي جي روايتي سوچ ۽ ڪردار کان بنهه الڳ هو. عام سنڌي وڏيرو ويڪائو اقتدار جو بکيو ۽ لالچي رهيو آهي، ليڪن سيد اقتدار، ذاتي مفاد ۽ غرض کي ٺوڪر هڻي جيل قبوليو ۽ پوءِ سچ چوڻ جي ڏوهه ۾ سنگينن جي سائي ۾ سندس موت به ٿيو. جي ايم سيد ان نسل جو ماڻهو هو جيڪو اسان جي سنڌي معاشري ۾ اٽليپ ٿي ويو آهي، پنهنجن کي هن محبتون ڏنيون، پر پراون ۽ غيرن لاءِ به وٽس نفرت ۽ ڪروڌ ڪونه هو. سيد جي شخصيت شرافت، ايمانداري، سياڄهڙپ ۽ سنڌ سان ٻي انت ۽ لازوال محبت جو هڪ نمونو آهي، پر ان سيد جي ئي سموري زندگي متضاد سياست ۽ "لوڪ وهي لهوارو، هي وهي اوڀارو" سان عبارت آهي.

ننڍي کنڊ جي ورهاڱي لکين ڪروڙين ماڻهن کان سندن تقدير کسي ڇڏي، جنهن ۾ هندو مسلم فساد ٿيا. ننڍي کنڊ کي ڪيڪ سمجهي چاڦو سان

ڇيري ۾ اڏ ڪيو ويو جنهن سان سنڌي قوم به ڇيرجي ۾ اڌ ٿي پئي، سنڌ جا هندو حيدرآباد ۽ ڪراچي کي روئيندي ڇڏي ويا. سنڌ جا عالم ۽ اڪابر، اديب ۽ فلسفي سنڌ کي ڇڏي پناهگير بڻجي ڀارت ۾ داخل ٿيا. جتي هو ۽ سندن ٻولي اجنبي بڻجي وئي. اڄ اهي نه هندو آهن، نه سنڌي رهيا آهن، بس مهاجر ويچي رهيا آهن، جتي سندن مقدر شرنارٿي ڪئمپون آهن. انهي ورهاڱي جو وڏو ڪردار ۽ هيرو ڀلي جناح، ولڀ ڀائي پٽيل هجن، ليڪن ان سڄي خون آشام ڊرامي جو هڪ ڪردار سيد پڻ به هو ۽ پوءِ چرچل جي مٿين چوٽي جيان انْ فيصلي هن خطي جي تاريخ کي لهوءَ سان لال ڪري ڇڏيو. سيد اشراف ۽ ايماندار ماڻهو هو. هن انهي سانحي جو ڪردار بڻجڻ جو اعتراف ڪيو. شايد جناح جيئرو هجي ها ته هو به لاشن جا ڍير ۽ انسانيت جو ڪوس ڏسي پنهنجي ڪرتا تي نادم ٿئي ها. پر ڇا ان اعتراف سان لکين ماڻهن جا سهاڳ، ونيون، اولاد، پيءُ ۽ ماءُ موٽي ايندا؟!! ڪنور ڀڳت واپس اچي ويندو؟!! الله بخش سومرو جيئرو ٿي پوندو؟!! اڌو اڌ ٿيل شرنارٿي بڻيل سنڌي قوم جي روح کي آيل زخم ڀرجي سگهندا؟! ننڍي ڪنڌ جي سيني اندر نڪتل رت جي لڪير ميسارجي سگهندي؟! ننڍي ڪنڌ جو ورهاڱو سنڌ جي سموري تاريخ جو وڏي ۾ وڏو سانحو آهي. ان ورهاڱي هندو مسلم نفرتن کي نئين جلا بخشي، صوفي ازم جي ساهه جي رڳ ئي ڪٽجي وئي، اڄ ننڍو ڪنڌ نفرتن جي باهه ۾ سڙي رهيو آهي. ائين به ڪونهي ته سيد ۽ جناح جي مخالفت سان اهو ورهاڱو رُڪجي وڃي ها. پر تاريخ ساز شخصيتون ۽ غير معمولي انسانَ تاريخ ساز فيصلا ڪندا آهن. وقت جا ڏاڍا ۽ حاڪم ممڪن آهي اهو ڪجهه ڪري گذرن ها. جيڪو ٿيو پر گانڌي امر آهي ڇو ته هو ورهاڱي جو سڀ کانْ وڏو مخالف هو. ابوالڪلام آزاد موت کان پوءِ به زنده آهي. هن شخص لوڪ ۽ مسلمانن جا مهڻا سٺا، پر برصغير جي اڌ ٿيڻ جي مخالفت ڪيائين. يسوع مسيح پنهنجي زندگي ۾ چارڏڻ حمايتي پيدا ڪيا. جن ۾ هڪ ته "يهودا" غدار به هو پر اڄ ان جي پوئلڳن جو تعداد دنيا ۾ سڀ کان گهڻو آهي. ڪارل مارڪس جي نظريي کي 'ديواني جو خواب' سمجهي ان تي چٿرون ڪيون وينديون هيون، پر سندس موت کانپوءِ ڪجهه عرصي ۾ ئي اڌ دنيا سرخ ٿي وئي ۽ اڄ به هو ڪروڙين دلين تي راڄ ڪري ٿو.

سيد پاڪستان جي باني منجهان هڪ هو پر هن ٿوري وقت ۾ سمجهي ورتو ته سنڌ ۽ مظلوم قومن سان ٺڳي ٿي رهي آهي. پاڪستان ڪهڙن بنيادن تي ٺهيو؟ 1940ع جي قرارداد ۾ ڇا هو؟ نئين پاڪستان ۾ اقتدار جو سرچشمو ڪير آهي؟ ان جو ادراڪ ۽ شعور سيد کان به وڌيڪ ڪنهن کي ٿي پئي سگهيو پر سيد پنهنجي سياسي جدوجهد کي سائنسي بنيادن تي اڳتي نه آڻي سگهيو. سنڌ جي قومي تحريڪ/آزادي جا محرڪ ڇا آهن؟ان جا دوست ۽ دشمن ڪير آهن؟ مستقل دوست ۽ دشمن ڪهڙا آهن؟ سنڌ جي ڪسيل خودمختيار حيثيت جي واپسي ڪيئن ٿيندي؟ سنڌ جي قومي آزادي کي حاصل ڪرڻ لاءِ پارٽي ڪهڙي هوندي؟ ان جو هر اول دستو ڪير هوندو؟ ان متعلق سيد جي سڄي زندگي اڻاهه قربانين هوندي مونجهاري جو شڪار رهي. اهو سوال اڃا موجود آهي ته سيد پنهنجي سموري زندگي سنڌ جي قومي غلامي خلاف تحريڪ کي ارپي ڇڏي، ان لاءِ ڏکهي ۽ اڙانگي جدوجهد ڪئي، پوءِ ڇو سيد جي جدوجهد/تحريڪ/تنظيم عوام اندر پاڙون مضبوط نه بڻائي سگهي؟ ڪٿي ان سوال جو جواب شاهه لطيف ته نٿو ڏئي؟ لطيف چوي ٿو:

ڪڏهن ٿجي ڪن، ڪڏهن ٿجي وات
ڪڏهن ٿجي ڪات، ڪڏهن ٿجي ٻڪرو

سيد پنهنجي ذهن ۾ جيڪو آزادي جو مقصد رکيو هو ان جي حاصلات لاءِ ڪنهن حڪمت عملي جي ضرورت هئي. ننڍيون ننڍيون لڙايون وڙهڻ ڪانپوءِ ئي ڪنهن وڏي جدوجهد ۽ سوڀ لاءِ حالتون تيار ٿينديون آهن. ڪنهن مقصد کي حاصل ڪرڻ لاءِ سامان ۽ ثمر تيار ڪرڻو پوندو آهي. بدلجندڙ تاريخي حالتن ۾ دوست ۽ اتحاد به بدلبا آهن. لينن 1905ع جي بورجوا انقلاب جي حمايت ڪئي هئي، پر 12 سالن ڪانپوءِ ساڳئي اقتداري لڏي ۽ ڪيرنيسڪي حڪومت خلاف انقلاب برپا ڪيائين. مائوزي تنگ ٻي عالمي جنگ ۾ جاپان سامراج خلاف چيانگ ڪائي شيڪ سرڪار سان گڏجي جنگ ڪئي، ليڪن 1948ع ۾ حالتون بدليون ته چيانگ ڪائي شيڪ کي ملڪ مان ڀڄڻ تي مجبور ڪيو ويو.

خود اسان جي نبي اڪرم صلي الله عليه وسلم ڏنو ته جنگ بدر ۽ جنگ احد کانپوءِ ماڻهن ۾ جنگ خلاف ماحول پيدا ٿي رهيو آهي. ماڻهو جنگ ۽ جهيڙي کان اڪتائجي ويا آهن ۽ پوءِ بدليل حالتن ۾ امن جو نعرو "صلح حديبيه" جي صورت ۾ ڏنو ويو ۽ پوءِ اسلام جي "ڦهلاءَ" کي جڻ ته پر لڳي ويا.

سيد سنڌ جي قومي حقن جي حاصلات لاءِ "انجمن سادات" ناهي. سيد تاريخ کي اڳتي وٺي وڃڻ پئي چاهيو ليڪن هن انجمن ۾ شامل قوتون تاريخ کي پٺتي وٺي وڃڻ وارين ۽ انقلاب دشمن هيون. سنڌ قومي اتحاد ناهيو ويو سموري سنڌ اندر ان کي پذيرائي ملي ۽ اها آس پيدا ٿي ته سنڌ جي قومي تحريڪ هاڻي پنهنجن پيرن تي بيهي ويندي، پر ان ۾ راڄ وڏيرا ۽ موقعي پرست ماڻهو ڪنا ٿي ويا ۽ پوءِ عبدالحميد جتوئي کان يوسف هارون، الاهي بخش سومرو کان حميده کهڙو تائين، سيني پنهنجون مارڪون ناهي وقت جي حڪمرانن وٽ ڪيش ڪرايون. ڇا ان ملن اهو ظاهر نٿو ٿئي ته سنڌ جو وڏيرو سنڌ جو ڪيترو سچڻ آهي؟ جنهن ۾ سيد آسرو رکيو ويٺو هو. وڏيرو سدائين ڏاڍي وٽ سلامي ڪندو رهيو آهي ۽ ڪندو رهندو.

تاريخ ثابت ڪيو آهي ته ان طبقي مان سنڌ کي فائدي بجاءِ نقصان جي توقع رکڻ گهرجي، باقي قومي تحريڪ پاڻ طاقتور هوندي ۽ پوءِ جيڪڏهن وڏيرو انسان کي جڪڙي ٿو ته ان جي نڪ ۾ ناڪيلي وجهي سگهجي ٿي. سنڌ جي قومي حقن جي لڙائي جا فطري محرڪ وچولو طبقو ۽ پيڙهيل عوام آهن. سنڌ جي قومي تحريڪ جا فطري اتحادي بنگال، سرحد (موجوده خيبرپختونخوا) ۽ بلوچستان جون قومي تحريڪون هيون. پنجاب جي بالادستي خلاف سواءِ ون يونٽ خلاف تحريڪ جي انهن سان اتحاد ۽ گڏيل جدوجهد لاءِ ڪا مُستقل منصوبابندي ڪونه ٿي. بنگال جي الڳ ٿيڻ کانپوءِ سيد پين مظلوم قوتن سان اڳ ۾ ڪيل ٿوريون گهڻيون جڙڻ جون ڪوششون به ختم ڪري ڇڏيون. 1970ع جي چونڊن کانپوءِ ملڪ جو بڻجي آيل سياسي منظرنامو سيد جي زندگيءَ جو هڪ نئون موڙ هو. 1970ع جي چونڊن ۾ ذوالفقار علي ڀٽو سنڌ ۾ چونڊون کٽي آيو ته ويندي پنهنجي موت تائين سيد ۽ سنڌ تحريڪ پاڻ کي ڀٽو ۽ پيپلزپارٽي مخالف ڪئمپ ۾ ٿي پاتو. ڀٽو سيد جي اکين آڏو نڌيو ٿي وڌو ٿيو ۽ پوءِ عوام جي

دلين تي راڄ ڪرڻ لڳو. پٺتي جي ملڪ جي سياست ۾ طاقتور ٿي ابرڻ جا پيا
ڪارڻ بہ هوندا، پر ڇا ان جو هڪ ڪارڻ اهو ناهي تہ پٺتي جو عوام جي نبض
تي هٿ هو. پٺتو ۽ سندس پارٽي سيد جي سياست جي راهہ ۾ هڪ رڪاوٽ
بڻجي آيا، بلڪ سيد لاءِ تہ اها ملڪ کي بچائڻ واري قوت هئي، جنهن ۾ وري
سنڌ جو عوام وڏي پئماني تي شامل هو. پوءِ سيد جو اهو مشن ۽ مقصد تي پيو
تہ پٺتو ۽ پيپلز پارٽي جيڪڏهن ڪمزور ٿيندا تہ پاڪستان بہ ڪمزور ٿيندو
۽ سنڌ جي آزادي ويجهو ٿي پوندي، اها حڪمت عملي ڪيڏي درست هئي؟!
وقت کي ان جو اجا فيصلو ڪرڻو آهي، پيپلز پارٽي اقتدار ۾ هجي يا اقتدار
کان ٻاهر سيد ۽ سندس تحريڪ جي اها وڏي ۾ وڏي دشمن رهي. ان سياست
شايد سڀ کان گهڻو نقصان خود سيد جي مقصد ۽ سياست کي ئي ڏنو جو
ان عمل سان سيد سنڌ جي عوام سان جُڙڻ بجاءِ ڪٽجندو پئي ويو. 1977ع،
1983ع ۽ 1986ع جي تحريڪن ۾ سيد اهڙي سياسي پوزيشن ورتي، جيڪا
سنڌي ماڻهن جي مجموعي راءِ جي بنهہ ابتڙ هئي. ان جو ڪارڻ صرف ڀُ ڀُ
مخالفت هو. ويندي ڄام صادق تائين جيڪو عوام جي ورثن تي ڌاڙو هڻي آيو
هو ان کي نشترپارڪ ڪراچي ۾ 1992ع ۾ ٿيندڙ پنهنجي سالگرهہ ۾ ڪيس
پوري ڪابينا سوڌو دعوت ڏني ويئي. سڀ ڪنهن سمجهيو پئي تہ سيد ۽
ڄام وچ ۾ ان وقتي عليڪ سليڪ جو ڪارڻ مشترڪ پيپلز پارٽي جي
مخالفت هئي، جيڪا 1983ع جي ايم آر ڊي تحريڪ جمهوريت جي
بحاليءَ جي نالي ۾ هلائي وئي پر ان جو رخ ئي پيو ٿي ويو. جيڪڏهن ان
تحريڪ ۾ سنڌ جا قومپرست ڀرپور نموني شرڪت ڪن ها تہ اڄ نقشو ئي
پيو هجي ها.

سنڌ اندر هلندڙ اها تحريڪ سنڌ سان زيادتين خلاف هڪ بغاوت
هئي، جنهن ۾ سنڌ جي هر طبقي جي ماڻهو شرڪت ڪئي. اها تحريڪ
سنڌ جي تاريخ جي سڀ کان وڏي پاپولر تحريڪ هئي، ليڪن سنڌ جي
قومپرستن ان ۾ نہ رڳو شرڪت نہ ڪئي، بلڪ سيد تہ ان کي ڪفن چورن
جي تحريڪ ڪوٺيو. پيپلز پارٽي اقتداري پارٽي آهي ۽ ان ۾ سڀ ساڌ پاڪ
بہ ڪونہ ويٺا آهن. مگر سنڌ جا جق ڦريندڙن ۽ پيپلز پارٽي ۾ هڪ فرق آهي.
پيپلز پارٽي ملڪگير پارٽي آهي، ليڪن ان ۾ سنڌ جو عوام بہ شامل آهي.

پ پ جي عوام اندر سحر ۽ ان جي موقعي پرستي کي روڪڻ جو طريقو پڻهنجي سياست کي عوام ۾ وٺي وڃڻ ٿي آهي. اوباوڙو ۾ قومپرستن کي مليل لاپ ان جو ثبوت آهي. جڏهن ته پ پ ولي خان، غوث بخش بزنجو رسول بخش پليجو ۽ ٻين جمهوريت پسند ڌرين سان جڙيل رهي آهي، ان جو مجموعي رول بهتر آهي. ڇا اهو ثابت نٿو ڪري ته اتحاد ڪيئن هڪٻئي تي اثرانداز ٿين ٿا.

سيد سنڌ سان غير معمولي محبت ڪندو هو انهي ۾ ڪوبه شڪ نه آهي، پر غلط اهو به ناهي ته سيد جي سياست ۽ ان جي حڪمت عملي سنڌ ۽ سنڌ جي ماڻهو کي پاڻ سان جوڙڻ بجاءِ مورڳو پري ڌڪيو آهي. ڪجهه وقت ثابت ڪيو آهي، ڪجهه وقت جي پيٽ مان اچا نڪري منظر عام تي اچڻو آهي. ڏسجي سنڌ جي هن عاشق ۽ غيرمعمولي شخصيت تي وقت ڪهڙو فيصلو صادر ٿو ڪري

17 جنوري 2000ع

# هڪڙو سيد ۽ هڪڙي سنڌ

غيرمعمولي ۽ جينيس ماڻهو تاريخ ۾ ڪڏهن ڪڏهن پيدا ٿيندا آهن. اهي ماڻهو عوام ۽ قومن کي متاثر ڪندا آهن. قومن جي آزادي ۾ هڪ طرف هيرو ته ٻئي طرف ولين جو ڪردار ادا ڪندا آهن. بلڪ اهي تاريخ جي مجموعي رخ ٿي اثرانداز پڻ ٿيندا آهن. انساني تاريخ ۾ اهڙا غيرمعمولي انسان يقيناً ٿورائي هوندا آهن . تاريخ جو به عجيب ۽ نرالو کيل آهي. اهڙن ئي اعليٰ انسانن سان ڪٿي شديد نفرت ڪئي ويندي آهي ته ڪٿي وري انسان کان لازوال محبت به ڪئي ويندي آهي. اهڙا ماڻهو جن تاريخ ۾ قومن کي آزاد، ڪامياب ۽ ڪامران ڪرڻ ۾ وڏو ڪردار ادا ڪيو هوندو، اهي يا ته وري پنهنجا شديد مخالف پيدا ڪندا آهن يا ته وري پاڻ سان حد کان وڌيڪ محبت ڪرڻ وارا پيدا ڪندا آهن. جي ايم سيد ۽ ذوالفقار علي ڀٽو سنڌ ڌرتي جا به اهڙا غيرمعمولي ماڻهو هئا، جن جي سياست هڪٻئي کان بلڪل الڳ ۽ جدا هئي، جن جي سياست جا دائرا به الڳ الڳ ۽ جدا هئا، جن جي سياست ۽ سوچ هڪٻئي سان ٽڪراءَ ۾ هئي، اهي هڪٻئي جا شديد مخالف به هئا، پر ٻنهي منجهه حيرت انگيز طور چند ڳالهيون مشترڪ به هيون. هي ٻئي شخص پيدا ئي سياست ڪرڻ لاءِ ٿيا. انهن لاءِ سياست عبادت کان گهٽ ڪو نه هئي، هنن ٻنهي شخصن جيترا سياسي زندگي ۾ پاڻ لاءِ شديد محبت ڪرڻ وارا پيدا ڪيا، اوترا ئي شديد مخالف به. ٻئي پنهنجي سياست ۾ شديد انتهاپسند به هئا. پنهنجي مخصوص سياست جي انداز جي مخالفت ٻنهي لاءِ سنڌ دشمني ۽ عوام دشمني هئي.

جي ايم سيد پنهنجي ذات ۾ هڪ عجيب، منفرد ۽ محبت ڪرڻ وارو انسان هو. هن جي ڪُل ڪائنات جو مرڪز ۽ محور صرف سنڌ ئي هو. سندس محبتون ۽ نفرتون، دوستيون ۽ دشمنيون انهيءَ سنڌ محور سان جڙيل هيون، سنڌ جي حق خودمختياري جي ويڙهاند ۾ هن لاڪوفي جي راهه ۾، جيڪو سندس سوچ ۽ فهم مطابق سنڌ جو دوست، سڄڻ ۽ هڏ ڏوکي ٿي

سگهيو پئي، هن ان سان شديد محبت ڪئي، جنهن کي هن سنڌ وطن جي آزاديءَ جي راهه جو پٿر سمجهيو هن ان سان شديد نفرت ڪئي. سنڌ سان سنڌس محبت عقل ۽ فهم کان بالاتر ۽ انڌي هئي. سنڌس محبت ماءُ جي پنهنجي اولاد سان محبت جهڙي هئي، جنهن پنهنجي ٻچڙي کي پيٽ جي تڪليف دور ڪرڻ لاءِ ڪاڙها ۽ ستيون به پياريون، جنهن ۾ ظاهر آهي ان ٻچڙي جو پيٽ خراب به پئي ٿيو پر سنڌس نيت ۽ ماءُ جي من ۾ پنهنجي ٻار کي صحتمند ڏسڻ وارو مقصد ئي هو پر سياست ڏاڍي ظالم آهي، سياست ۽ آزاديءَ جي لڙائي ۾ انڌي محبت ۽ غير سائنسي، غير حقيقي ۽ غير منطقي ڳالهيون نه هلنديون آهن. سياست هڪ سائنس آهي ۽ سياسي جدوجهد وري هڪ آرٽ به آهي. وقت بدلبو آهي ته معيار ۽ ماپا به بدلبا آهن ته سياست جا داوپيچ به بدلبا آهن.

خلافت تحريڪ کان ۽ ڦوهه جواني ۾ سياسي جدوجهد جي شروعات ڪرڻ کان حيدر منزل ۾ پنهنجي موت تائين، هن شخص جو سفر ڏاڍو ڪٺن، اٿانگو ۽ تڪراري رهيو بدقسمتي سان سنڌس مقدر ۾ ڳلن جي جاءِ تي تمام گهڻا پٿر مليا، جسم ۽ روح زخمي ٿي رتورت ٿي ويا. کيس مليل محبتن جو مقدار ايترو ٿورو هو جو جيڪڏهن سنڌي قوم ان جو ڪفارو ادا ڪري ته شايد ڪڏهن به نه ڪري سگهندي. هن محض پنهنجي ڦوهه جواني، عشق ۽ محبت ڪرڻ واري عمر پيري، ذات ۽ پنهنجو وجود سنڌ کي ارپي ڇڏيو جيڪو سنڌ سنڌ ڪندي پاڻ ئي سنڌ ٿي ويو پر پنهنجي ذات ۾ ٿاهيل مخصوص سنڌ جي دنيا ۾ ڪنهن کي به داخل ٿيڻ ڪو نه ڏنو ۽ نه وري بدلجندڙ وقت آهر ان ۾ ڪنهن تبديلي جي ڪوشش پئي ڪيائين. سيد ۽ سنڌس تنظيم کي سنڌ ۾ ان جي ماڻهن اها موٽ ڪو نه ڏني، اهو پنهنجي جاءِ تي هڪ الميو آهي، ان جا يقيناً ڪي سبب به هوندا. پر سيد جي سنڌ جي غلامي خلاف اپريل ڪالهوڪي رڙ اڄ قومي بيدار جي وسيع تحريڪ ۾ بدلجي ويئي آهي ۽ اڄ اها تحريڪ سنڌ ۾ ڪينجهر کان ڪارونجهر، ڪڇي کان ڪاڇي ۽ ڪراچي کان ڪشمور تائين گهر گهر، گهٽي گهٽي، ڳوٺ ڳوٺ ۽ ڳام ڳام تائين جي وسعتن ۾ ڦهلجي ويئي آهي.

سيد جي سياسي زندگي ۽ شيفر ۾ سنڌ ۽ ان جي ماڻهن ... سب ڏٺا

چاڙها ڏنا. هڪ سيد اهو هو جيڪو خلافت جي تحريڪ کان متاثر ٿي پين اسلامزم جو پرچارڪ بڻيو. ان پين اسلام جو هڪ ڪارڻ عالمي اسلامي تحريڪ جو سامراج دشمن هجڻ هو ته ٻيو سنڌ جو بمبئي يعني هندن جي غلامي ۾ هجڻ ۽ واڻئي - هندو وياج خور پاران اڀوجهه مسلمانن جو استحصال ٿيڻ پڻ هو هندن جي مجموعي آبادي لاءِ سيد جو اهو تاثر ته اها سنڌ جي بمبئي کان آزادي جي مخالف آهي. ان پڻ سنڌ دشمني ۾ پين اسلامز جي نوجوان پوئلڳ سيد جي سوچ کي وڌيڪ طاقتور ڪيو. سيد پنهنجي سياست جو پهريون ڏوڪو سنڌي مسلمان ۽ سنڌي هندو کي به الڳ ۽ متضاد شيون سمجهي ڪاڏو. سيد جي سياست جي ٻي ڪلتي ڪانگريس ۾ شامل ٿيڻ هو ليڪن هتي به سيد کي مخصوص وڏيرڪي ۽ پارلياماني سياست جي مفادن جي سياست پڪڙڻ ڪري اها جاءِ ڪو نه ملي، ته ٻئي طرف وري الهه بخش سومرو جهڙن اڳواڻن جي اڳ ۾ ئي ڪانگريس ۾ اهم حيثيت ڪري سيد جو رول ٻئي درجي وارو ٿيئي بيٺو ان ڪري سيد مسلم ليگ ۾ شامل ٿي ويو.

اهو سيد جي زندگي جو سڀ کان وڏو ڏوڪو ۽ شايد سنڌ جي تاريخ جي وڏي ۾ وڏي بدقسمتي به هئي، ان موڙ تي سيد شديد هندو مسلم منافرت جو شڪار ٿيو. مسلم ليگ پاران الهه بخش سومري کي سنڌ اسيمبلي جي فلور تان هٽائڻ جي ڪوشش ۾ ناڪامي تي مسجد مندر منزل گاهه وارو خون آشام ڊرامو ڪيڏيو ويو ۽ ان جو مرڪزي ڪردار توڙي هيرو جي ايم سيد بڻجي ويو. سيد هندن کي مسلمانن جو ازلي دشمن ڪري پيش ڪيو ۽ انهن کان ايتري نفرت ۽ ڪروڌ جو اظهار ڪيائين جو علامه آءِ آءِ قاضي کان به رڙ نڪري ويئي ته سيد تون به .......! منزل گاهه واري خوني ڊرامي جي شروعاتي سين ۾ سيد جو چند جنوني ملن سان گڏجي منزل گاهه واري تڪراري جاءِ تي قبضو ڏيکاريل آهي، پر هڪ ٻئي سين ۾ الله بخش سومرو لهوءَ ۾ لال ٿي ويل آهي. صوفياڻي فلسفي جو داعي ۽ لطيف جي فڪر جو پرچار ڪندڙ ڀڳت اجا هڪ ٻئي سين ۾ رت ۾ وهنجاريل آهي. سيد کي هوش آيو ليڪن ان وقت ڪافي دير ٿي چڪي هئي، سنڌي هندن لاءِ سنڌ وطن اجنبي ديس بنجي چڪو هو ۽ پوءِ سيد روئي پيو ۽ ايستائين روئيندو

رهيو جيستائين ڪراچي جي حيدر منزل ۾ هن جا آخري پساهه پورا نہ ٿيا.

سيد پاڪستان جي رنگين نعري هيٺ ملندڙ آزادي نما ڌوڪي کي سمجهڻ ۾ بہ دير ڪئي، پير علي محمد راشدي جهڙي شاطر ۽ چالباز ماڻهو جنهن کان سيد صلاحون وٺندو هو ان کي سمجهڻ ۾ بہ سيد کي وقت لڳو راشدي اهو شخص هو جنهن ون يونٽ جي حق ۾ سنڌ اسيمبلي ۾ بل پاس ڪرائڻ ۾ بنيادي ڪردار ادا ڪيو ۽ پوءِ ون يونٽ جي ڦهري ڪوٽ کي ڪيرائيندي سيد جا پير پٺون ٿي ويا، سنڌس هٿن ۾ لڦون پئجي ويون ۽ سيد جو پورو وجود درد ۾ ڪراهجي اٿيو. ماڻهو ڪوڙ هڻندا آهن ۽ ان جو ڪاروبار بہ ڪندا آهن. ماڻهو دوکا ۽ ويساهه گهاتيون بہ ڪندا آهن. سيد جهڙو جس ڪرو جڪرو مٽي ٿي بي مان نهيل هو. هن اعتراف ڪيو تہ کهڙي ۽ علي محمد راشدي کي سڃاتائين تہ اهي سنڌ جا سڄڻ نہ پر غدار هئا. اهي آزادي جي شمع جا پروانا نہ بلڪ دولت ۽ اقتدار جا پوڄاري هئا، جن سان آزادي ۽ محبت جي متوالي سيد جو پيچ ۽ ليکو ڏکهي عرصي تائين هلڻو ئي ڪونہ هو.

سيد جي سموري زندگي ۽ سياسي جدوجهد درد جو هڪ ڏکهو داستان آهي، جنهن ۾ هو ڪڏهن هيرو تہ ڪڏهن ولن نظر آيو. هو سيڪيولر ڪانگريس ۾ رهيو تہ سنڌس من اندر جو انتهاپسند مذهبي ماڻهو مات کائي ويندو رهيو ۽ سندس وجود ۾ حقيقي صوفي لاڪوفي تجلا ڏيئي جرڪندو رهيو. ون يونٽ خلاف جدوجهد ۾ بلوچن، پشتونن ۽ ملڪ جي باقي جمهوري توڙي ترقي پسند قوتن سان گڏ رهيو. سنڌ جي ماڻهن کيس پنهنجون محبتون آڇيون، پر سيد جڏهن بہ عوامي قوتن ۽ مظلوم قوتن جي تحريڪ کان الڳ ٿيو تہ سندس سياسي ڪردار تي آڱريون کڄي ويون. پاڪستان قومي اتحاد پي اين اي جي ڊالر تحريڪ، جنهن کي سنڌي ماڻهن پاڻ تي وار سمجهيو ان جي خاموشي ۽ ڊبيل لفظن ۾ حمايت ڪيائين تہ سنڌي ماڻهن جي سيني ۾ خنجر ٽنبجي ويو. جام صادق جهڙي منافق ۽ ننگ ماڻهو سان عليڪ سليڪ رکيائين، سنڌي ماڻهن جي روح مان رڙ نڪري ويئي. ليڪن سيد جي انهن قدمن پنيان اها سوچ ڪارفرما هئي تہ وفاق پرست پ پ پ خلاف ڪم ڪندڙ قوتن سان هٿ ملائي ان کي ڪمزور ڪري، هو سنڌ جي آزادي جي منزل ويجهو وڃي رهيو آهي. اهو شايد صحيح ڪم نہ هو. "پنو سنڌي آهي،

ان جون پاڙون عوام ۾ آهن. فوج ان خلاف وار ڪندي، سنڌ ۾ مرڪز کان بيگانگي وڌندي، قومپرستي ۾ اپار ايندو ۽ سنڌ جي آزاديءَ جي منزل ويجهو ٿي پوندي." اها منطق ڪيتري درست هئي، اڄ جو وقت شايد ان جو جواب ڏيئي چڪو آهي.

1972ع کانپوءِ سنڌو ديش واري سياست جي دؤر ۾ سيد ڪابه سياسي انقلابي پارٽي ڪونه جوڙي، جيڪا سنڌ جي آزاديءَ لاءِ جدوجهد ڪري، صرف شاگردن جي هڪ تنظيم جوڙي، ان جو تاحيات سرواڻ بڻيو جنهن وري شير شاهه جي شڪري جيان پنهنجي گهر جا ڪڪڙ مارڻ کي پنهنجو انقلابي ڪم پئي سمجهيو. سيد کان ڪوبه پڇڻ وارو ڪونه هو هن ڪنهن سان به صلاح مصلحت نه ڪئي ۽ نه ئي وري ان جي ضرورت ئي سمجهائين. سنڌ جي آزاديءَ جي ڳالهه ڪيائين، سنڌو ديش جو نعرو ڏنائين، اهو سڀ ڪجهه ڪيئن ٿيندو. اهو سيد شايد معجزن تي رکيو ويٺو هو ليڪن معجزا به نه سدائين ڪونه ٿيندا آهن. سوشلزم جي ڳالهه ڪيائين، پر سياست وري ان جي ابتڙ ڪيائين. جمهوريت لاءِ سيد جي راءِ هئي ته اها امير ماڻهن جي عياشي آهي ۽ پاڪستان ۾ جمهوريت ۾ فائدو صرف پنجاب کي ئي ٿيندو. سنڌ قومي اتحاد جوڙيائين، ان مان رسول بخش پليجي، جام ساقي ۽ ارباب کهاوڙ کي وڏيرن ڪيڏي ساهه ڪڍيو ۽ پوءِ سنڌ قومي اتحاد وڏيرن جي گهر جي لونڊي بڻجي ويو ۽ پوءِ ان اتحاد کي ڏاڪڻ بڻائي وڏيرا اقتدار جي ايوانن تائين پهتا. ليڪن سيد جي سنڌ جي آزادي واري جدوجهد تيار ڪرڻ جو خواب ئي رهجي ويو.

اڄوڪي سنڌ سيد جي انهن ڪاميابين ۽ ناڪامين جي ڪنڌن سان پريل راهه تي پير رت ڪيو ويچارن جيان وات پٽيو بيٺي آهي. سيد جي پنهنجي هٿن سان ناهيل تنظيم وقت جي وهڪري ۾ اندروني خلفشار جو شڪار بڻجي واٽڙي لڳي ويٺي آهي. ڪهڙا دشمن آهن، ڪهڙا سڄڻ آهن، ڪا خبر ناهي، رهندو پنهنجن کي دشمنن جي صفن ۾ سمجهيو ويٺا آهن. سيد جو هڪ فرزند ارجمند پونم ۾ ويٺو آهي، پاڪستان ۾ رهي حق وٺڻا آهن، پيو ڪو رستو ڪونهي، اهو پونم جو پروگرام آهي. سيد جو جانشين پوٽو ۽ مرحيات سنڌ اسيمبلي جو وقتي اسپيڪر عوامي ۽ اسيمبلين جي

سياست منجهان ئي سنڌ جي چوٽڪاري جو گس ڏئي رهيو آهي. سيد سان آزاد سنڌ جي نعري هيٺ ڪنهن وقت ۾ گڏجي سياست ڪندڙ رسول بخش پليجو ارباب کهاوڙ ۽ قادر مگسي لاءِ سنڌوديش ۽ جاگرافيائي طور تي الڳ سنڌ جو نعرو خودڪشي ۽ ديواني جي خواب کان وڌيڪ ڪجهه ڪونهي، يا ڪالهه سيد هوندي سنڌ وٽ رهبر هو، ليڪن اها منزل جي تلاش ۾ هئي، اڄ سنڌ پنهنجي رهبر ۽ منزل ٻنهي لاءِ واجهائي رهي آهي.

سنڌو ڪناري ننڍڙي سن شهر جي هڪ ڪنڊ مان وحدت الوجود ۽ تصوف جي فلسفي جي پرچارڪ سيد جي پڪار اچي رهي آهي ته منهنجي سياست جي هام هڻندڙئو! مان توهان جو پير يا مرشد نه آهيان. منهنجي قبر کي پيرن جيان نه پوڄيو. ڇو ته آئون بت پرست نه پر بت شڪن آهيان. آئون سنڌي قوم جو ادنيٰ سنڌي آهيان. منهنجي سنڌ، جيڪا موں کي ساهه کان به عزيز آهي، بدليل وقت ۽ حالتن آهر ان جي چوٽڪاري جي راهه تلاش ڪريو. منهنجي ڪاميابين کي اڳتي وٺي وڃو منهنجي ناڪامين ۽ ڪوتاهين مان سبق حاصل ڪريو. مون کي سنڌ جي آزادي ۽ خوشحالي گهرجي. سڀني سنڌين کي ۽ منهنجي سياست جي هام هندڙن کي خاص طور سنڌ جي پارت آهي. اها منهنجي وصيت آهي. اهو ئي منهنجو اڌورو رهيل سپنو ۽ خواب آهي. منهنجو سپنو ۽ خواب پورو ٿيندو ته سياڻي آزاد سنڌ جي ٻالڪ جي مُک ۾ نهار ڪندئو ته ان جي معصوم مسڪراهٽ ۾ سن جي سيد جو چهرو توهان کي ضرور مسڪرائيندي نظر ايندو.

25 اپريل، 2000ع

# ننڍي کنڊ ۾ نفرت جي ديوار

14 آگسٽ 1947ع تي رات جا جڏهن ٻارهن وڄڻ ٽا ته ننڍي کنڊ جي ڇاتي تي تاريخ هڪ رت جي لڪير ڪڍي ٿي، جڏهن گهڙيال جا ٻئي ڪانٽا 12 تي ميل ڪن ٿا، انهي گهڙي اپريل آواز ڪان اڳ وارو وقت پاڪستان جي آزادي ۽ پوءِ واري تاريخ هندستان ۾ جشن طور ملهايا وڃن ٿا. نالي ماتر ۽ گمنام آزادي نما سانحي کي اڃا ڪجهه مهينا ئي مس ٿين ٿا ته، 30 جنوري 1948ع تي دهلي جي هڪ سرد ترين شام جو هڪ ٻي ڀيانڪ خبر کي تاريخ جنم ڏئي ٿي. پورو کنڊ درد ۾ ڪراهجي ٿو اٿي. هندو— مسلم، جيڪي هڪٻئي جي رت جا پياسا بڻيل آهن، سڀ سڪتي ۾ اچي ٿا وڃن. "مهاتما گانڌي جو خون ٿي ويو." اها خبر پورو پارت ۽ "ريڊ ڪلف" جي رت واري لڪير نما سرحد لتاڙي اڏري ڪراچي پهچي ٿي، نئين پاڪستان جو سربراهه گورنر جنرل قائد اعظم محمد علي جناح پنهنجي سياسي دور جي سڀ کان وڏي مخالف ۽ حريف جو تعزيتي پيغام پنهنجي اسسٽنٽ کان لکرائي ٿو ته "موت واقعي هڪ اٽل حقيقت آهي، ان کان ڪو به بچي نه ٿو سگهي. گانڌي واقعي هندو برادري جو عظيم ترين شخص هو." "سر! گانڌي صرف هندن جو اڳواڻ ڪو نه هو بلڪ هن ته پوري ننڍي کنڊ جي عوام جي آزادي ۽ ڇوٽڪاري جي جنگ وڙهي، هن ته بک هڙتال ڪري ورهاڱي وقت پاڪستان جي حصي ۾ آيل 55 ڪروڙ رپيا ڀارت سرڪار کان واپس ڪرايا. پنهنجي ڄان جوکي ۾ وجهي هندو مسلم فساد روڪرايا، بلڪ....." جناح سندس ڳالهه اڌ ۾ ڪٽي ڪيس ڇڙٻ ڏئي چنيي ٿو وني "نه ......! هو هڪ عظيم هندو هو ۽ بس!" اسسٽنٽ پوءِ خاموش ٿي ڀارتي حڪومت ڏانهن موڪلجندڙ تعزيتي پيغام کي آخري شڪل ڏني.

گانڌي جي المناڪ موت تي هن ملڪ جي باني جناح جا چيل لفظ ته چند جملن تي مشتمل آهن، پر ان ۾ جيڪا نفرت ۽ جيڪو ڪڙوڻ سمايل آهي. اهو پنهنجو پاڻ ڳالهائي ٿو." هو هڪ عظيم هندو هو! "محمد علي

جناح، جيڪو انهن چند مسلمان سياسي اڳواڻن مان هو جن گڏيل هندستان ۾ هندو مسلم ڀائيچاري جو نعرو ڏنو جنهن جي رهڻي ڪهڻي ۾ اٿڻي ويهڻي مذهبي منافرت کان ڪوهين ڏور هئي. جنهن شخص جا مسلمانن جي پيٽ ۾ انگريز ۽ هندو دوست وڌيڪ هئا، اهو جڏهن پنهنجي ئي ڪنهن وقت جي ڏاڏائي ڏيهه "ڪاٺياواڙ" واسي گانڌي جهڙي ماڻهو کان نفرت جو اظهار ڪري ٿو ته ان مان انومان ئي ٻيا ٿا نڪرن. ڪي تاريخدان ۽ سياسي پنڊت ته ننڍي کنڊ جي ورهاڱي کي هندو مسلم تضاد سان گڏ ٻن شخصيتن جي انائن جي ٽڪراءَ کي به ان جو ڪارڻ قرار ڏين ٿا.

محمد علي جناح جيڪو پنهنجي دور جو تمام وڏو وڪيل هوهو انتهائي خوددار ۽ جبل جيڏو حوصلو رکندڙ شخص هو ۽ اوترو ئي چون ٿا هٺيلو به هو. هن جڏهن سياست ۾ باقاعده پير پاتو ته ننڍي کنڊ جي پوري وايو منڊل ۾ موهن داس ڪرمچند گانڌي جي شخصيت ڇانيل هئي. گانڌي جي ستيه گرهه سوراج ۽ سالٽ مارچ جا هر هنڌ ۽ ڳوٺ ڳوٺ ۾ چرچا هئا. انگريزن خلاف آزادي واري پوري جدوجهد ۾ گانڌي وٽ جدوجهد جو هٿيار سول نافرماني هئي. جڏهن ته جناح حڪومت وقت ۽ انگريز سرڪار سان ڳالهين ٻولهين ذريعي معاملا حل ڪرائڻ جي حق ۾ هو. جناح لاءِ سول نافرماني جهڙيون ڳالهيون جهالت ۽ بيوقوفي هيون. جڏهن ته انگريز سرڪار سان ڳالهيون ڪري معاملا حل ڪرائڻ گانڌي لاءِ ٽائيم جو زيان هو. سوچن ۽ خيالن، حڪمت عملي ۽ سياست جو اهڙو ٽڪراءُ پنهنجي ڪلائيميڪس تي پهتو جڏهن ڀارت جي شهر ناگپور ۾ 1920ع تي ڊسمبر جي هڪ سرد شام تي ڪانگريس ۽ مسلم ليگ جي هڪ گڏيل اجلاس ۾ گانڌي جي پيش ڪيل انگريزن کان خودمختياري گهرڻ واري قرارداد کي پاس ڪيو ته اهو خلافت تحريڪ جي عروج جو دور هو ۽ گانڌي جي ئي ڪِذ هئا، ڇيو پيو وڃي ته انهي اجلاس ۾ شوڪت علي ۽ محمد علي به گانڌي جا حمايتي ٿي ويٺا هئا. جناح وچ اجلاس ۾ اٿي بيٺو ۽ چيائين ته ابهرائي ۾ کنيل قدم کان پهرين سوچڻ گهرجي. هن پاس ڪيل قرارداد تي وري غور ڪرڻ جي اپيل ڪئي. سندس ڳالهه ڪنهن به نه پئي ٻڌڻ چاهي. مٿس انگريز سرڪار جي ايجنٽ جا الزام هنيا ويا، هوٽنگ ڪئي وئي ۽ سندس خلاف ڪريل قسم جا جملا استعمال

ڪيا ويا. ان پوري اجلاس ۾ گانڌي جناح کي ٻه ڏنو پئي ته اجلاس ۾ هلڙبازي ۽ هنگامو ڪندڙ حاضرين کي ٻه ڏنو پئي. هو معنيٰ خيز مسڪراهٽ سان اهو سمورو تماشو ڏسندو رهيو. مسلمانن ۽ مسلم ليگ جو قائد پنهنجي ئي ماڻهن هٿان بي عزت ڪيو پئي ويو. ان کي شايد گانڌي پنهنجي جيت پئي سمجهيو. ڊسمبر جي ان شام گانڌي جو من سواءِ جناح جي ڪو به نه پڙهي سگهيو. جناح سَردي ۾ به پگهر ۾ شل ٿي ويو. هن جي خودي ڇيهون ڇيهون ٿي وئي ۽ گانڌي ۽ جناح وچ ۾ نڪتل اها نفرت جي لڪير ڪڏهن به نه ميسارجي سگهي ۽ پوءِ جناح هر هنڌ ۽ هر جاءِ تي گانڌي خلاف سينه سپر ٿي بيٺو. نفرت جي اها لڪير تڏهن وڌيڪ گهري ٿي وئي، جڏهن 1937ع جي چونڊن ۾ ڪانگريس ست ڪروڙ مسلمانن جي گهرجن لاءِ گنجائش پيدا ڪرڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو ۽ نفرت جي اها لڪير 1947ع ۾ رت جي لڪير بڻجي پوري ننڍي کنڊ جي سيني ۾ سنگين جيان گهرائي تائين لهي وئي ۽ ننڍو کنڊ رتورت ٿي ويو.

ٻي عالمي لڙائي کانپوءِ جڏهن انگريزن ۽ تاج برطانيه لاءِ ننڍي کنڊ جو قبضو پاڻ وٽ رکڻ مشڪل نه بلڪ ناممڪن بڻجي ويو. تڏهن لارڊ مائونٽ بيٽن کي گڏيل هندوستان جو وائسراءِ ڪري اماڻيو ويو ۽ کيس اهو ٽاسڪ ڏنو ويو ته اقتدار هندستان جي ماڻهن کي منتقل ڪرڻ لاءِ اتان جي سياسي اڳواڻن سان ڳالهيون هلائي. جناح، جيڪو چون ٿا غضب جو وڪيل هو، ان جي سامهون ڳالهائيندڙ وڪيل ته پنهنجي جاءِ تي، پر عدالت جي ڪرسي تي ويٺل جج به سندس ڳالهيون ۽ دليل ٻڌي پگهرجي ويندا هئا. لارڊ مائونٽ بيٽن سان ڳالهين ۾ جناح جو موقف ورتو ويو ته هندو مسلم جهيڙي جو حل هندستان جو ورهاڱو آهي. پارٽ جو حل سرجيڪل آپريشن آهي، پئي حصا الڳ ٿيندا، آپريشن ٿيندو. تضاد پاڻهي حل ٿي ويندو ۽ سياڻي هندو مسلمان هڪٻئي سان کير کنڊ ٿيندا. هندو مسلمان الڳ الڳ رهي پئي پاءُ تي سگهن ٿا. صديون پراڻيون نفرتون تڏهن ختم ٿينديون. جناح دليل ڏنو ته هڪ ڀيرو جي ملڪيت تي سندس موت کانپوءِ ٻن پٽن جو جهيڙو ٿي پيو اهو ڪيس عدالت ۾ مون وڙهيو مسئلو تڏهن ختم ٿيو جڏهن اها ملڪيت ٻن ڀائرن ۾ ورهائي وئي ۽ پوءِ اهي هميشه لاءِ کير کنڊ ٿي ويا. گانڌي کان رڙ نڪري وئي. ننڍي کنڊ جو ورهاڱو منهنجي لاش تي ٿيندو.

”جناح! هي ڪيئن ٿيندو هڪ ڳوٺ ۾ هندو جو به گهر آهي ته مسلمان جو به آهي، هي ڳوٺن جو ورهاڱو ڪيئن ٿيندو؟“ جناح کي مجبور، بيوس ۽ لاچار ڏٺيل گانڌي تي ڪو رحم نه آيو جيئن ناگپور واري اجلاس ۾ جناح جي تذليل دوران گانڌي کي رحم ڪو نه آيو. ننڍي کنڊ جي ورهاڱي بجاءِ جناح کي گڏيل هندستان جو وزيراعظم بڻائڻ جي گانڌي واري راءِ تي جناح صرف مسڪرايو. ڪيس خبر هئي ته نهرو ۽ پٽيل ان ڳالهه تي ڪو نه ٻيهندا. اناٺن جي جنگ واري آخر ملهه ۾ گانڌي مار کائي ويو. جناح ڪامياب ٿيو پر امن ۽ آشتي مستقبل ۾ هڪ خواب ئي بڻجي وئي. پر جيڪڏهن جناح ڪٿي چيو آهي ته پاڪستان مون ۽ منهنجي ٽائيپ رائيٽر ٺاهيو آهي ته پوءِ ڇا اها واقعي حقيقت آهي ته ارادي جي پڪي ۽ ڏن جي جنوني ماڻهو جناح ناگپور واري اجلاس ڪانپوءِ اٽل فيصلو ڪيو هو ته گانڌي ۽ هندن سان هاڻي ناهي رهڻو. پاڪستان جي جناح ڪانسواءِ باقي مسلم ليگي قيادت ۾ ته رڳو پينگ ئي نظر ٿي اچي. هن ڏينهن رات هڪ ڪري پنهنجي صحت کي تباهه ڪري ڇڏيو پاڻ کي ٽي بي جهڙي خطرناڪ بيماري ڏٺي ڇڏيائين ۽ پوءِ اها منزل حاصل ڪيائين، جيڪا پنهنجي جاءِ تي هڪ تاريخ آهي.

1947ع ۾ گانڌي جي هياتيءَ تي مڱ ڏريندي ننڍي کنڊ جو ورهاڱو ٿيو. ننڍو کنڊ رت ۾ ٻاڙهو ٿي ويو. پنجاب ۾ رت جا درياهه وهي هليا. نواکلي، کيمر ڪرن ۽ لاهور ۾ مذهب جي بنياد تي اڀريل نفرت ۾ نياڻين جون عزتون لٽجي ويون. تاريخ جي وڏي ۾ وڏي اٿل پٿل ۽ لڏپلاڻ عمل ۾ آئي. گانڌي جي لاش تي ڀارت جو ورهاڱو ڪو نه ٿيو پر ان ورهاڱي جي نفرت ۾ گانڌي کي مسلمانن جو ساٿي ۽ هڏ ڏوکي سڏي رت ۾ وهنجاريو ويو. جناح کي گانڌي چتاءُ ڏنو هو ته ننڍي کنڊ جو ورهاڱو ٻن ڀائرن جي ملڪيت واري جهيڙي جيان نه آهي. ورهاڱو ٿيو ته هتي رت جا درياهه وهندا ۽ اهڙي باهه ٻرندي، جيڪا ڪڏهن به نه وسامي سگهندي، 14 ۽ 15 آگسٽ1947ع جي وچ واري رات لڳل باهه نه ڀارت ۾ وسامي سگهي، نه پاڪستان ۾. اڄ به ٻنهي ملڪن جي سرحد تي رت ۽ باهه جي راند جاري آهي. ڀارت رڻ ڪڇ تي قبضو ڪري به چين حاصل نه ڪري سگهيو. پاڪستان 1965ع ۾ آپريشن جبرالٽر ۾ اوپر پنجاب جي ڳوٺ کيم ڪرن تي قبضو ڪرڻ باوجود رسوائي

جو منهن ڏنو. ڪشمير تي زبردستي قبضو اڄ ڀارت لاءِ صرف لاشن جا تحفا
اماڻي رهيو آهي، پاڪستان هڪ ڏينهن. ٽٽو آهي وارين ڀارت جون
ڳالهيون ۽ ڀارت سان هزار سالن تائين جنگ جا پٽي وارا نعرا ننڍي کنڊ کي
ڪيڏانهن وٺي آيا آهن؟ ”ڪشمير ۾ پاڪستان مداخلت بند ڪري، پوءِ
ڳالهيون ڪبيون. ڪارگل سانحي تي معافي ورتي وڃي، پوءِ ڳالهين جي ميز
تي ويهبو. پاڪستان ۾ جمهوريت جي بحالي ۽ فوجي راڄ جي خاتمي کان
اڳ ڳالهيون نه ڪبيون.“ هي ننڍي کنڊ کي ڪيڏانهن ڌڪيو پيو وڃي؟
ڪلديپ نير جون رڙيون ۽ عاصمه جهانگير جو احتجاج جنگي جنون جي
شعور ۾ ڪيستائين ٻڌڻ ۾ نه ايندو. انتقام انتقام ! جنگ جنگ! تباهي
تباهي! آخر ڪيستائين... نفرتون ۽ ڪروڌ تي ڀهريون وار اوپر پنجاب جي
هڪ ڳوٺاڻي بوٽا سنگهه به ڪيو هو. لٽ ۾ هٿ آيل هڪ مسلمان عورت
زينب سان شادي ڪئي. کيس پنهنجي خيالن جي خوبصورت دنيا کان
وڌيڪ حسين ڏيهه جائي، پوءِ زينب جي ماٽن کي خبر پئجي ويئي، ڪائنس
زينب ڦريائون. زينب صرف روئيندي رهجي ويئي، بوٽا سنگهه پنهنجي
محبت کي ماڻڻ لاءِ وار ڪترائي بوٽا سنگهه مان محمد بوٽا بڻجي لاهور آيو.
کيس زينب ته ڪو نه ملي، پر ڀارت واپس وڃڻ بجاءِ پاڻ کي ريل هيٺيان ڏئي
ڇڏيائين. جيڪڏهن جيئري محبوب وٽ ۽ ان جي ديس ۾ نه ٿو رهي
سگهجي ته گهٽ ۾ گهٽ مرڻ کانپوءِ ته محبوب جي وطن ۾ مٽان چند گز
زمين جي ٽڪري ۾ جاءِ ملي. لاهور شهر جي پسگردائي ۾ چون ٿا اها قبر اڄ
به موجود آهي، محبت جي لازوال نشاني طور اڄ به پيار ڪرڻ وارا ان تي سلام
پيش ڪرڻ ايندا آهن.

53 سالن جي ويڙهه، جنگ ۽ نفرت کانپوءِ به ننڍي کنڊ جي
حڪمراني کي انتقام وٺڻ کان واڪائي ڪو نه ٿي ملي. ننڍي کنڊ جا ماڻهو
بک ٿا مرن، پيئڻ لاءِ صاف پاڻي ڪونهي، مرڻ کانپوءِ ڪفن ڪونهي، پر
هتي ائٽمي ڌماڪا پيا ٿين. ننڍي کنڊ جا ماڻهو پنهنجن ڳڀرو جوانن جي
لاشن بجاءِ هاڻي امن جا گل ٽڙندي ڏسڻ چاهين ٿا. نفرتون گهٽيون ورهايون
ويون، هاڻي محبتون ورهائڻ گهرجن. ننڍي کنڊ جا ماڻهو بس هاڻي امن ئي
چاهين ٿا. پنجاب جا سک لاهور حسن ابدال ۽ سچاسودا ۾ پنهنجي ابن ڏاڏن

جتي نشانيون ڏسڻ چاهين ٿا. سنڌ جا ماڻهو ڪنهن وقت جي وشال سنڌ جون ڏکڻ ۽ اوڀر ۾ ڦهليل سرحدون ڏسڻ چاهين ٿا، اهي "الهاس نگر"، "بمبئي" ۽ "اندرون" ۾ بي وطن پنهنجي سنڌي ڀائرن سان ملڻ چاهين ٿا، اهي رڻ ڪڇ ۽ ٿر جي رڻ پٽ ۽ بيابان ۾ نڪتل نفرت جي لڪير هميشه لاءِ ميسارڻ چاهين ٿا، جيئن اهي ڀٽائي جي رسالي وارو بيڪانير ۽ جيسلمير، گرنار ۽ ڀڄ به ڏسي سگهن، دودي سومري جون نياڻيون سامر جهلينڌڙ اهو ڪڇ ڏسڻ چاهين ٿيون، جتي ڪنهن ڀيجل جي چوڻ تي راءِ ڏياچ پنهنجو ڪنڌ ڪپي ڏئي ڇڏيو هو.

14آگسٽ، 2000ع

# بنگال سانحي ۾ ڀٽي جو ڪردار

1977ع جو زمانو آهي، نئين سال جو سيارو گرمين لاءِ جاءِ ڇڏي رهيو آهي. ڏينهن ۾ اس جي ساڙ ۾ هڪ تاءُ ۽ گرمي آهي، پر ملڪ جي سرد راتين ۾ هڪ اڻڄاتل قسم جي گرمي جو احساس موجود آهي. ملڪ جي سرد راتين ۾ اها سياست جي سُس پُس ۽ وڌندڙ گرمي ڪنهن نئين ۽ ڀيانڪ طوفان جيان دروازي تي ٺڪ ٺڪ ڪري رهي آهي. ملڪ ۾ موجود اها گرمي 7 مارچ جي رات جو ملڪ ۾ ظاهر ٿيندڙ چونڊ نتيجن تي هڪ ڇٽڪ ڪي ڀنيٽ ۾ بدلائي ٿي ڇڏي. ڌانڌلي جي نعرن سان گڏ لاهور ۽ ڪراچي جي رستن تي نوان نعرا ٻڌڻ ۾ اچن ٿا. ماريو! ماريو! غدار کي ماريو پاڪستان جي غدار کي گرفتار ڪريو! بنگال سانحي جي ذميوار کي موت جي سزا ڏيو. ڏسندي ئي ڏسندي ملڪ جي وڏن شهرن ۾ وڏا وڏا جلسا ٿيڻ شروع ٿين ٿا. اليڪشن کان اڳ جن شهرن ۾ مخالف ڌر جي جلسن ۾ هڪ هزار ماڻهو به گڏ نه پئي ٿيا، اتي لکن جي تعداد ۾ ماڻهو اچڻ شروع ٿين ٿا. پشاور ۽ ڪوئيٽا ۾ ڊالر سستو ۽ ربيو مهانگو ٿي ويو آهي. لوهه جي ملهه تي سون وڪامي رهيو آهي.ملڪ جي بوڪ اسٽالن تي ۽ اخبارن ۾ نيون شيون نظر پيئون اچن. جنرل گل حسن، جنرل امير عبدالله نيازي ۽ برگيڊيئر صديق سالڪ سمت ڍاڪا ۾ جنگ وڙهندڙن جون يادگيريون ڪتابن جي صورت ۾ اسٽالن تي اچي ويون آهن. اخبارن ۾ انهن جا انٽرويوز ۽ فوٽو اچي رهيا آهن. جنرل نيازي ميانوالي اسٽائيل مٿي تي ترو پائي احتجاجي جلسن کي خطاب ڪري رهيو آهي. ڪيس غازي ۽ ٽائيگر آف بنگال ڪري سڏيو پيو وڃي. اصغر خان سياڻي جي وزارت عظميٰ جا خواب لهڻ وارو جذباتي سياسي اڳواڻ ڪراچي جي نشتر پارڪ ۾ جلسي کي خطاب ڪندي ملڪ کي به اڌ ڪندڙ ڪردار کي ڪشمير ۾ ڪوهالا پل تي ڦاهي ڏيڻ جا مطالبا ڪري رهيو آهي. ملڪ ۾ هميشه جيان فولادي هٿ حرڪت ۾ اچي ٿو ۽ پوءِ چون ٿا چور پڪڙجي پيو آهي. غدار ۽ ملڪ فروش قانون جي جڪڙ ۾ اچي ويو آهي.

هي چور هيٰ غدار ڪو ٻيو نه پر ملڪ جو وزيراعظم ذوالفقار علي ڀٽو آهي. هي شخص جيل جي ڪال ڪوٺڙيءَ مان رڙيون ۽ احتجاج ڪندي

رهجي ٿو وڃي ته آئون پاڪستان جو غدار ۽ بنگال سانحي جو ذميوار نه آهيان. توهان حمود الرحمان ڪميشن رپورٽ ظاهر ڪرڻ جي ڳالهه ٿا ڪريو جنهن ۾ توهان جي بقول ڄاڻايل آهي ته آئون بنگال سانحي ۽ ملڪ کي ٻه ٽڪر ڪرڻ جو ذميوار آهيان. آئون ملڪ جي هڪ ذميوار سابق وزيراعظم جي حيثيت ۾ ڪو به سرڪاري راز ظاهر ڪري ملڪ سان وفاداري جو عهد ٽوڙڻ تي موت کي ترجيح ڏيندس، پر ايترو چوندس ته آئون ان جو ذميوار نه آهيان ۽ نه ئي وري ڏوهاري آهيان. حمود الرحمان رپورٽ جيڪڏهن اڄ جاري ٿي ته پوءِ اسان جو ملڪ دنيا ۾ ڪنهن کي به منهن ڏيکارڻ جي قابل نه رهندو. "جيڪڏهن مون کي قتل ڪيو ويو..." ۾ هو اهو چوندي ٻڌو ويو هو ته "سياڻي متان مان نه هجان. ڪميشن جي رپورٽ متعلق ٿيل گڏجاڻين جي ڪارروائي ضرور ڏسجو. منٽس (Minutes) ۾ سڀ ڳالهيون پڌريون هونديون ته ڪير بنگال جي سانحي جو ذميوار آهي ۽ ڪير عوام آڏو اهو سڀ ڪجهه ظاهر ڪرڻ کان ڪيٻائي رهيو آهي. مان ته اهو سوچي ڏکي ٿو وڃان ته موجوده حڪومت، جيڪا چور، ڏوهاري، راشي ۽ زاني جون ٽنگون ۽ ٻانهون ڪٽڻ جا قانون ٿي پاسي ڪري، اها ڪميشن ۾ سفارش ٿيلن کي جيڪڏهن اهڙيون سزائون مليون ته خبر ناهي ڪهڙو منظر هوندو."

هي شخص صداءِ احتجاج بڻجي پڌائي رهيو هو ته "مون غلطيون ڪيون آهن ۽ غلطيون انسان کان ئي ٿينديون آهن ۽ واقعي ڪٿي ڪٿي ته فاش غلطيون ٿي ويون آهن، پر هڪ ڳالهه ياد رکو آئون ڪرپٽ ۽ بي ايمان ناهيان. مون کان ناقابلِ معافي ڏوهه ۽ غلطيون ٿيون آهن، جن جو آئون اقرار ڪريان ٿو پر مان ملڪ جو غدار، وطن فروش ۽ بي غيرت نه آهيان." هن شخص جي رڙين جو شور ۽ احتجاج جو آواز ڪوٽ لکپت جون اوچيون ديوارون چيري ملڪ جي وايو منڊل ۾ دٻجي وڃي ٿو سندس ڪمزور نفيس جسم موت تائين ڦاهيءَ جي ڦندي ۾ ڦٿڪندو ۽ لٽڪندو رهي ٿو.

7 مارچ 1977ع ۾ گوئبلز واري ڪيڊيل چال ته "ڪوڙ کي وري ورجايو ماڻهو ان کي سچ سمجهڻ لڳندا." اهو واقعي صحيح ثابت ٿيو هو جڏهن ڪافي سنجيده ماڻهن به ان تي اعتبار ڪرڻ شروع ڪيو هو ته ڀٽو جيڪڏهن گهٽ نه ته به ڪجهه ته بنگال جي المناڪ سانحي جو ذميوار ضرور آهي، ڇو ته ان

سانحي جو سڌو سنئون فائدو پيپلز پارٽي کي ٿي رهيو هو. پر 14 آگسٽ 2000ع تي ملڪ جي وايو منڊل ۾ هڪ نرالو ڊرامو نروار ٿيو ٿو ڏنڊين آگريون اچي ويون ۽ ماڻهن جا وات پٽجي ويا. ڪنهن کي ويساهه ئي نه پئي آيو ته ڪو ائين به هوندو. حمود الرحمان ڪميشن جي رپورٽ بنگال سانحي جي سموري ۽ اڪيلي ذميواري جنرل يحيٰ ۽ سندس ساٿين تي وجهي ٿي.

نصرت ڀٽو لاءِ نفرت، پر ذولفي ڀٽو لاءِ محبت وارو شهر ڀٽي جي ڪاري هيري حسنا شيخ جي شهر ڪلڪتي واسي حمود الرحمان کي بنگال جي سانحي جا سبب ڳولڻ لاءِ ڪميشن جوڙڻ جو چيو ويو هو. حمود الرحمان جيڪو هن وقت عدالتن جي دنيا جو معتبر نالو آهي. هن جي شهرت جو ڪارڻ پڻ هڪ ايماندار هجڻ هو. ان شخص کي ٽٽل ڦاٽل ۽ زخمي ملڪ جي نئين مهندار ذوالفقار ڀٽي ان ڪم لاءِ مقرر ڪيو هو. حمود الرحمان ڪميشن جي رپورٽ ۽ ان جي ساک ۽ سچائي تي سواءِ اردشير ڪائوسجي جي ڪير به آڱر کڻڻ لاءِ تيار نظر ڪونه ٿو اچي. ان رپورٽ جي سچي ۽ حقيقي هجڻ جي تصديق بنگال جي سانحي جا تنهن وقت جا ڪردار رائو فرمان علي، جنرل نيازي ۽ جنرل رحيم ڪندي نظر اچن ٿا. اڄ ته اصغر خان جهڙو ماڻهو به چوي ٿو ته رپورٽ واقعي درست آهي ۽ ذميوارن کي ڪنهن به صورت ۾ سزا ملڻ گهرجي. ايمانداري ته اها آهي جو سچائي کي قبول ڪيو وڃي، ڀلي اها ڪهڙي به شڪل ۾ هجي، پر نهنائي ۽ ارڏائي، تاريخ کي پٺي ڏيندڙ سوچ اڄ حقيقتون قبول ڪرڻ لاءِ تيار نه آهي. جنهن هڪ سوال کڙو ڪيو آهي "ڪميشن جي رپورٽ ته درست آهي، پر صرف فوجي شڪست تائين جاچ جو دائرو محدود رکيو ويو جڏهن ته اوپر پاڪستان جو الڳ ٿيڻ هڪ سياسي شڪست هو ۽ پيو اهو ته جيڪو شخص ان سانحي جو ذميوار هو ان ئي اها ڪميشن جوڙي هئي."

ڪميشن ملڪ جي به اڌ ٿيڻ بابت هڪ واضح لائين اختيار ڪئي ته بنگال جي الڳ ٿيڻ جا بنياد ان وقت پيا هئا، جڏهن 1958ع ۾ جنرل ايوب ملڪ ۾ مارشل لا لڳائي هئي. ان کانپوءِ ڪميشن پنهنجي رپورٽ ۾ ڄاڻائي ٿي ته 1969ع ۾ جنرل ايوب کان جنرل يحيٰ ۽ سندس جن ساٿين اقتدار کسيو هو اهي ئي بنگال سانحي جا ذميوار آهن. خود جنرل يحيٰ جو ڪميشن ۾ ڏنل

بيان نہ صرف سانحي کان پنو کي آجو قرار ٿو ڏئي، بلڪ خانہ جنگي دوران اقوام متحده ۾ وزير خارجہ جي حيثيت ۾ ادا ڪيل ڪردار تي ڪيس سلام پيش ڪري ٿو. جنرل يحيٰ پنهنجي بيان ۾ عالمي طاقتن روس - ڀارت گٺ جوڙ ۽ مجيب جي هوڏ کي شڪست جو ذميوار قرار ڏنو آهي.

ملڪ جي اتحاد جي بنياد ۾ نفاق جو ٻج ان وقت ڇٽجي ويو هو جڏهن اجا هي ملڪ ٺهيو ئي ڪونہ هو. 1940ع جي ٺهراءَ کانپوءِ ورهاڱي کان ڪجهہ وقت اڳ گڏيل بنگال جي وزيراعظم فضل حق کي نئين مملڪت خداداد جي ٺهڻ مان بنگال جي ورهاڱي جي بوءِ آئي هئي ۽ اڳتي هلي شير بنگال سڏجندڙن کي ڍاڪا ۽ ڪلڪتي ۾ رت جي لڪير ڪڇندي نظر آئي. ملڪ جي سلامتي جي ديوار ۾ تہ ان وقت سير پئجي ويئي هئي، جڏهن 1952ع ۾ بنگالي ٻولي کي ختم ڪري اردو کي قومي ٻولي ڪرڻ تي بنگال ۾ ٻوليءَ وارا فساد ٿيا. اها بداعتمادي جي سير ان وقت اجا گهري ٿي وئي، جڏهن جناح جي ويجهي ساٿي ۽ شريف انسان خواجہ ناظم الدين جي حڪومت کي گورنر جنرل غلام محمد گهر پيڙو ڪيو. بداعتمادي جي سير ان وقت ڏار ۾ تبديل ٿي وئي، جڏهن 1956ع ۾ بنگال خلاف گڏيل محاذ قائم ڪرڻ لاءِ اولهہ پاڪستان کي ون يونٽ ۾ تبديل ڪري (Parity) لاڳو ڪئي وئي هئي. ملڪ جي باقي رهجڻ جي اُميد تہ اِن وقت ختم ٿي وئي هئي، جڏهن 1958ع ۾ مارشل لا لڳائي ويئي ۽ سمورا اختيار راولپنڊي ڏانهن منتقل ٿي ويا هئا.

هن سموري منظر ۾ ذوالفقار علي ڀٽو تہ ڪٿي بہ نظر ڪونہ ٿو اچي. جنرل ايوب جي دور ۾ جڏهن ملڪ هڪ معاشي بحران جي ور چڙهيل هو. ڪنڌ جي ڪوٽ سبب هڪ وڏي سياسي اُٿل پُٿل مچي وئي هئي. ان وقت ملڪ کي بحران مان ڪڍڻ لاءِ آل پارٽيز ڪانفرنس گهرائي وئي هئي. ان ۾ ذوالفقار علي ڀٽي ان ڪري شرڪت نہ ڪئي، جو ان ۾ شيخ مجيب الرحمان ڪونہ هو. جيڪو ان وقت اگرتلہ سازش ڪيس ۾ پاڪستان جي جيل ۾ بند هو. ڀٽي جي احتجاج تي ان کي اجلاس ۾ گهرايو ويو هو. بنگال تہ پاڪستان کان ان ويل ئي پاڻ کي الڳ محسوس ڪيو. جڏهن 1965ع واري پاڪ ڀارت جنگ ۾ پاڪستان اڀرندي حصي کي ڀارت جي رحم و ڪرم تي ڇڏي ڏنو هو. شايد ان ڏينهن بنگالين آخري فيصلو ڪيو هو تہ هاڻي پاڪستان ۾

ناهي رهڻو. 1970ع جي اليڪشن ان سموري شاخسانه جو ڪلائيمڪس هو. مجيب جا ڇهه نقطا جيڪي حقيقت ۾ هڪ الڳ ملڪ ٺاهڻ جو اعلان هئا. بنگالين ان کي ووٽ ڪيو. چوندي نتيجن ڪانپوءِ جنرل يحيٰ خان مجيب کي اقتدار ڏيڻ ٿي نه پئي چاهيو. جڏهن ته پنڌي پاڪستان کي بچائڻ پئي چاهيو. پنهنجي ڪتاب عظيم الميو ۾ پنو لکي ٿو ته "پيپلز پارٽي جيڪڏهن مجيب جي ڇهن نقطن کي قبول پئي ڪيو ته ملڪ ايندڙ چئن مهينن ۾ آئيني طور تي ٽڪرا ٽڪرا ٿي پئي ويو. جيڪڏهن مجيب خلاف مزاحمت پئي ڪئيسين ته اها سڌي طرح جنرل يحيٰ جي حمايت پئي ٿي. جنهن سان جمهوريت جا تڏا پئي ويڙهيا ۽ آمريت جي حمايت پئي ٿي، تنهن ڪري مون اها ڪوشش ڪئي ته مجيب ۽ يحيٰ سان ڳالهايون هلائي ملڪ کي بچائڻ لاءِ ڪا ٽين راهه ڪڍجي، جنهن لاءِ نه مجيب راضي ٿيو نه يحيٰ."

انهي حل نه ٿيندڙ بحران جي نتيجي ۾ ڪنهن سان صلاح مشوري کانسواءِ جنرل يحيٰ خان پهرين مارچ 1971ع تي قومي اسيمبلي جو مجوزه اجلاس ملتوي ڪري ڇڏيو. جنهن جي ردعمل ۾ شيخ مجيب پئي ڏينهن تي اوڀر پاڪستان ۾ هڙتال ۽ سول نافرماني جو اعلان ڪري ڇڏيو. ڊان منڊي ڍاڪا ۾ 2 مارچ تي عوامي ليگ جو جلسو حقيقت ۾ بنگلاديش جو پهريون اعلان هو ۽ ان ڏينهن ڪانپوءِ پاڪستان حڪومت جو ڪوبه قانون نه پئي هليو. ٽيڪس اوڳاڙڻ کان وٺي سول سيڪريٽريٽ کي هلائڻ تائين سمورا ڪم عوامي ليگ ڪري رهي هئي. ان وقت بنگال ۾ ڪو وزيراعظم هو ته اهو مجيب الرحمان هو.

25 مارچ 1971ع جي خوفناڪ فوجي آپريشن کان اڳ پنڌي جي چوڻ مطابق هڪ دفعو هن آخري ڪوشش ڪئي ته مجيب الرحمان سان ڳالهائجي ته من ڪا راهه نڪري اچي، پر مجيب ڳالهه ٿي اها رکي ته اولهه پاڪستان جو تون وزيراعظم ٿي ۽ مون کي ڇڏيو ته اوڀر پاڪستان جو وزيراعظم ٿيان. اها ڳالهه ٿوري فرق سان ڪميشن آڏو جنرل يحيٰ جي بيان ۾ به ملي ٿي، جنهن ۾ بقول يحيٰ مجيب چيو هو ته اوڀر پاڪستان ۽ اولهه پاڪستان جي ميمبرن جا به الڳ الڳ اجلاس ٿين، به اسيمبليون ويهن، اهي پنهنجو آئين ناهين، ان ۾ پوءِ فيصلو ڪجي ته گڏ رهجي يا نه.

جنرل يحيٰ خان حالتون اهڙيءَ موڙ تي پهچايون هيون، جو هڪ طرف يحيٰ خان هو تہ ٻئي پاسي شيخ مجيب. جن جي هٿن ۾ ئي حالتن جي ڏور هئي. مجيب کي پاڪستان ۾ رهڻ ۾ دلچسپي ڪونہ هئي. ڇو تہ ڪيس پاڪستان جي ماضيءَ جي تاريخ جو سور سجهيو پئي. جڏهن تہ يحيٰ ڏٺو پئي تہ اڄ جيڪڏهن اقتدار مجيب کي مليو تہ پوءِ فوج جي هٿ مان اقتدار جي واڳ هميشہ لاءِ ڳچي ۾ پئجي وينديِ 25 مارچ 1971ع تائين مجيب ۽ يحيٰ کي ڪنهن بہ سمجهوتي تائين پهچائڻ ۾ ٽيل سياست دوران ٻنهي کان يقيناً ڪجهہ غلطيون ٿيون، ليڪن ان کي بنگال جي المناڪ سانحي جو ذميوار قرار ڏيڻ انتهائي زيادتي ٿيندي. 25 مارچ 1971ع کان 20 ڊسمبر 1971ع ۾ ملڪ جون واڳون سنڀالڻ واري عرصي ۾ ٻنهي ملڪ جي منظرعام تي ئي نظر ڪونہ ٿو اچي.

ڪميشن پنهنجي سفارش ۾ جنرل يحيٰ، جنرل گل حسن، جنرل حميد، جنرل مٺا جي ڪورٽ مارشل جي سفارش ڪئي. ميجر جنرل رحيم، برگيڊيئر جهانزيب ارباب سميت ڪافي آفيسرن خلاف ڪرپشن ۽ نااهلي جي الزامن هيٺ ڪيس هلائڻ جي سفارش ڪئي. ليڪن جيستائين ڪميشن جي رپورٽ آئي، تيستائين ڪمزور ٿيل وري طاقت وٺي ويا هئا. ڪنهن جي خلاف ڪارروائي بجاءِ جنرل گل حسن تہ مارچ 1972ع تائين ڪمانڊران چيف رهيو ۽ ان کانپوءِ آسٽريا ۾ ملڪ جو سفير مقرر ٿيو. جنرل حميد پنهنجي وقت تي رٽائر ٿيو. ميجر جنرل رحيم چيف آف آرمي اسٽاف ٿيو ۽ ملڪ جي دفاع جي کاتي جو سيڪريٽري جنرل رهيو. جهانزيب ارباب برگيڊيئر مان هڪ ڏينهن ليفٽيننٽ جنرل جي ترقي تائين پهچي ضياءُ الحق جي دور ۾ سنڌ جو گورنر ٿيو. سانحي جو مُک ذميوار ڪورٽ مارشل بجاءِ صرف نظربند رهيو ۽ ٻنهي جي حڪومت جي معزولي کان ڪافي عرصو پوءِ دل جي دوري پوڻ ڪري الله کي پيارو ٿي ويو.

ڪميشن جي رپورٽ منظرعام تي اچڻ کانپوءِ اهو ثابت ٿي ويو آهي تہ اها ڪنهن جي خلاف چارج شيٽ آهي ۽ ڪير ان جي عام ٿيڻ آڏو رڪاوٽ بڻيو هوندو ۽ آهي. ڪنهن سچ چيو آهي تہ ڪميشن جي رپورٽ ۾ جيڪڏهن ٻنهي کي ٿورو بہ ذميوار قرار ڏنو وڃي ها تہ احمد رضا قصوري جي

قتل ڪيس جو قاتل ڳولڻ لاءِ ضياءَ ڪي مٿا ڪُٽ نہ ڪرڻي پوي ها.

ڀٽي جو بنگال سانحي جو ذميوار هئڻ وارو تاثر اصل ۾ 1977ع جي قومي اتحاد جي تحريڪ دوران ڀٽي کي سياسي طور تي تباهہ ۽ جسماني طور ختم ڪرڻ لاءِ پيدا ڪيو ويو هو جنهن جا ڪجهہ اندروني ۽ ڪجهہ وري بيروني محرڪ بہ هئا. بنگال سانحي جي ڪردارن جنرل گل حسن، جنرل نيازي ۽ صديق سالڪ جهڙن ماڻهن کي ان ڪم لاءِ اڳتي آندو ويو هو. انهي کي پنهنجا بيان ڏيڻ ۽ ان دوران اپرل سوالن دوران اندازو ٿي ويو هو تہ ڪميشن ۾ ڪهڙو ماحول نهندو پيو وڃي ۽ انهن کي شايد اها بہ سُڌ پئجي وئي هئي تہ سياڻي اها ڪميشن ڪهڙو فيصلو ڪندي. رپورٽ جستائين ظاهر ٿئي تيستائين ايترا ڪوڙ هٽجن جو ماڻهو اعتبار ڪري وڃن ۽ پوءِ پروپيگنڊا جي ان بدتميزي جي طوفان ۾ چڱا ڀلا ماڻهو ڀُلجي ويا ۽ اڄ انهن جا ڪنڌ هيٺ آهن.

ڪتاب Realm gon sour ۾ روئيداد خان لکي ٿو تہ "4 اپريل 1979ع جي اها منحوس ۽ ڀيانڪ رات ڏاڍي ڏکي ۽ تڪليفده ٿي وئي هئي، مان سموري رات غمگين حالت ۾ هئس ۽ ننڊ نہ ڪري سگهيو هئس. فجر جو جڏهن آئون ٻاهر نڪتس تہ مون ڏٺو ڪافي نوجوان فوجي آفيسرن جون اکيون ڳاڙهيون هيون. لڳو پئي تہ اهي بہ سموري رات سمهي ڪونہ سگهيا آهن ۽ پوءِ ڏ. مان انهن سان اکيون ملائي سگهيس، نہ وري هو اکيون ملائي سگهيا."

ان وقت روئيداد خان ۽ ساڻس گڏ دوست هڪٻئي سان اکيون نہ پئي ملائي سگهيا. اڄ انهن مان ڪوبہ عوام سان اکيون ملائڻ جهڙو نہ آهي. مرڻ کانپوءِ ڀٽي ڪانسواءِ هن ملڪ ۾ عوام جي دلين تي ڪنهن بہ قبر مان حڪمراني نہ ڪئي آهي. ماڻهو بہ دفعا ڀٽي جو قرض لاهي حساب ڪتاب سندس ڌيءَ جي حوالي ڪري چڪا آهن. اهي ساڳيا ماڻهو/عوام هڪ دفعو وري ڪميشن جي رپورٽ شايع ٿيڻ کانپوءِ هڪ عجيب ڪيفيت ۾ آهن ۽ اهو سوچي رهيا آهن تہ هڪ دفعو وري ڀٽي جا قرضائي تہ نہ ٿي ويا آهن. پيپلز پارٽي جي حق ۾ بدلجندڙ راءِ عامہ ڪٿي ان جو اظهار تہ نہ آهي؟

ميڪاولي، مداري، غدار ۽ ملڪ دشمن سڏيو ۽ سمجهيو ويندڙ هي شخص اڄ بہ قبر ۾ هوندي، هن ملڪ جي حفاظت ڪري رهيو آهي. سنڌ ۽

پاڪستان وچ ۾ جيڪڏهن رشتو ۽ ناتو بچيو آهي ته اهو پڻ سنڌ پارٽي ۽ سياسي ورثي جي بدولت آهي. جي نه ته پاڪستان سنڌ کي پاڻ سان رکڻ خاطر سمورا حق ۽ واسطا وڃائي چڪو آهي. 1977ع جي بغاوت کانپوءِ ڪال ڪوٺڙيءَ ۾ پڻ چيو هو ته هي ملڪ هڪ معاهدي (1940) هيٺ وجود ۾ آيو هو ۽ هاڻ به هڪ معاهدي (1973 جو آئين) هيٺ زنده آهي، اڄ اهو آئين معطل ٿيو آهي، هي ملڪ صرف هڪ صورت ۾ باقي رهي سگهي ٿو ملڪ کي آئين واپس ڏيو، جمهوريت بحال ڪيو ۽ صوبن کي خودمختياري ڏيو. اڄ وري ملڪ ۾ آئين معطل ۽ صوبن جا حق غصب ٿيل آهن. جوزف اسٽالن جي عزت، وقار واري دور ڪري ساري روسي قوم جا ماڻهو هن جارجيائي موچي جي پٽ کي سلام پيش ڪندا آهن ۽ کيس دعائون ڏيندا آهن، جنهن پهرين عالمي جنگ واري ڪمزور روس کي ٻي عالمي جنگ تائين طاقتور سوويت يونين بڻايو. پر يوڪرين ۽ شيورنادزي جي ملڪ جا ماڻهو کيس اها عزت ڪونه ڏيندا آهن، جيڪا کيس روس ۾ ملي آهي.

مارشل ٽيٽو جو نالو ايندي، ڪروشيا کان نفرت ڪندڙ سربن جو ڳاٽ فخر کان اوچو ٿي ويندو آهي، ٽيٽو يوگوسلاويا جي عزت ۽ عظمت جي علامت آهي، غيرجانبدار تحريڪ ان کانسواءِ اڌوري آهي، ليڪن ڪروشيا جي گادي واري هنڌ زغرب ۾ کيس عام ماڻهو شايد سڃاڻين به ڪونه ٿا. ٽيٽو يوگوسلاويا جي عظمت جي علامت آهي، جنهن جي فوجي بوٽن هيٺان ٽيٽو جي اباڻي وطن ڪروشيا جي ماڻهن جون چيخون دٻيل آهن. هو ڇو ٽيٽو سان محبت ڪندا.

ملڪ جي مستقبل جي حوالي سان عجيب ڳالهيون پيون ٿين. پير سڏا نه ٿيا ته اهڙو وقت نه اچي جو سياڻي پنجاب جا ماڻهو اهو چوندي ٻڌا وڃن ته هڪڙو هو پڻ جنهن تباهه ٿيل پاڪستان جا ذرا پرزا ميڙي هڪ نئون پاڪستان بڻايو ملڪ جي فوج کي طاقتور بڻايو ملڪ کي دنياءِ عالم ۾ عزت ۽ مانُ ڏياريو ليڪن ..... افسوس سڀ ڪجهه ختم ٿي ويو. شايد خدا کي اهو ئي منظور هو ۽ سنڌي يوڪرينين ۽ ڪروشيا جي ماڻهن جيان ئي چوندي ٻڌا وڃن ته هڪ هو پڻ جنهن سنڌ جي ڳچيءَ ۾ غلامي جو ڳٽ وڌو.

7 آڪٽوبر، 2000ع

# جي ايم سيد جي وکريل تحريڪ ۽ تلخ حقيقتون

تقريبن هڪ صدي اڳ اڄوڪي ڏينهن جنم وٺندڙ سنڌ جي سيد جي وفات کي اڄا ڪو ايترو عرصو نہ گذريو آهي، پر سنڌس وارث ۽ سن جي مرڪز هجڻ بابت ايڪتا جي دعويٰ ڪندڙ سنڌس تحريڪ ضرور وکري ذرا ذرا ٿي وئي آهي. سيد جي سموري عمر جي ميڙي چونڊ اڄ ڪٽا ڪٽا ٿي ويئي آهي. هونئن تہ سيد جي قومپرست تحريڪ سندس زندگيءَ ۾ ئي انتشار جو شڪار ۽ ڪمزور ٿي رهي آهي، پر سندس فڪر جي دعويدار تحريڪ سندس لاڏاڻي کانپوءِ ٿوري عرصي اندر سياست ۾ جنهن انداز سان غيرموثر ٿيندي پئي وڃي، ان تي صرف ماتم ئي ڪري سگهجي ٿو. سيد جي سياسي تحريڪ اڳ بہ ڪا ايڏي طاقتور نہ هئي، پر ڪالهہ سيد هو، قومپرست تحريڪ وٽ رهبر هو، هڪ مرڪز هو. ڀٽو خاندان کانپوءِ سنڌ جي سياست ۾ ٻيو مرڪز "سيد" ۽ "سن" هئا. بينظير ڀٽو هتي ناهي، تڏهن بہ سنڌي سياست ۾ ٻيننگ تي نظر اچي، اڄ صورتحال اها آهي تہ اها قومپرست تحريڪ نہ صرف ٽڪرن ۾ ورهايل آهي، پر قومي سوال کي حل ڪرڻ لاءِ هر ڪنهن وٽ رستا ۽ منزلون بہ الڳ الڳ ٿي ويون آهن. هڪ طرف جيئي سنڌ قومي محاذ آهي، جيڪا سياسي پارٽي نہ، بلڪ ڪالهوڪي جيئي سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن جو سياسي چهرو آهي. سيد جي فڪر جا هي داعي سنڌو ديش کانسواءِ ڪنهن نقطي تي ڪنهن سان اتحاد ڪرڻ لاءِ تيار ڪونہ آهن. انهن کانسواءِ سمورا ديش دروهي، غدار ۽ وطن فروش ليکيا پيا وڃن. ٻئي طرف جيئي سنڌ قومي محاذ آهي، جنهن ۾ ڪالهوڪي جسقم جو نظرياتي ۽ دانشور لڏو سيد زين شاهہ جي قيادت ۾ اچي شامل ٿيو آهي. هي دوست پاڻ کي سنڌ جي آزادي ۽ سيد جي آدرشن جو پيروڪار سمجهن ٿا، پر وينا پونم ۾ آهن، جيڪا وري ملڪ جي ٻين ننڍين قومن جي اتحاد هيٺ 1940ع جي قرارداد لاهور هيٺ حق وٺڻ لاءِ حال سارو جدوجهد ۾ مصروف آهي. پونم جيئي سنڌ محاذ جي آزاد سنڌ جي

مقابلي ۾ وري پاڪستان اندر رهي حق حاصل ڪرڻ لاءِ جدوجهد ڪري رهي آهي. سيد جي وارث جي دعويدار هڪ ٻي پارٽي به آهي، جيڪا ڪارڪنن جي ويساهه ٽٽل، ڪالهوڪي ڪاهوڙي ۽ معتبر سمجهيو ويندڙ اڳواڻ مير عالم مري ۽ اڃا تائين هٿياربند جدوجهد ذريعي آزادي ۾ ايمان رکندڙ نوجوان شفيع برفت جي رهنمائي ۾ جيئي سنڌ متحده محاذ جي نعري هيٺ خبر ناهي ڪهڙي طريقي سان سنڌ جي آزادي لاءِ ڪوشان آهي. سڄي عمر سياست کان نسبتاً ڪناره ڪش رهندڙ ۽ سيد جي موت کانپوءِ اچانڪ سرگرم ٿي ويل سيد جو فرزند ارجمند سيد امداد محمد شاهه به اڄڪلهه بنا ڪنهن پارٽي جي سياسي ليکي ۾ اچي ويو آهي. سيد امداد محمد شاهه اڄڪلهه پونم جي پليٽ فارم تان شخصي حيثيت ۾ سرگرم آهي. فوجي جنرل جي جمهوريت ڪش قدم خلاف آواز ۾ سندس آواز به شامل آهي ۽ ايم ڪيو ايم کي پونم ۾ سنڌي ماڻهن جي ويجهو آڻڻ ۾ به اهم ڪردار ڪيو اٿس. شاهه صاحب پونم ۾ رهي 1940ع جي قرارداد لاهور هيٺ قومي حقن جي حصول لاءِ سرگرم آهي. سيد جي سياست جو هڪ ٻيو وارث معطل سنڌ اسيمبلي جو وقتي اسپيڪر سيد جلال محمود شاهه پڻ آهي، جنهن جي سياست جو قبلو ٻين کان بنهه الڳ آهي. نواز شريف جي گذريل دور ۾ اقتدار ۾ پيپلز پارٽي وارن کي ويجهو هو پر پرويز مشرف جي 12 آڪٽوبر جي ڪوديتا جي اڻ سڌي طرح حمايت ڪيائين ۽ سندس مڪاني ادارن جي پروگرام جي وڪالت ڪيائين.

وقتي اسپيڪر واري دور ۾ سنڌ جي نوجوان سياسي حلقي منجهائنس ڪافي اميدون رکيون، پر بعد ۾ سندس سياسي عمل ۽ سندس مستقل مزاجي ماڻهن کي شڪ ۾ وجهي ڇڏيو آهي. جيستائين ايم ڪيو ايم، GDA ۽ ARD ۾ هئي، تيستائين سندس سياسي سرگرميون بند هيون، پر ايم ڪيو ايم کي رستو تبديل ٿيندي ڏسي ARD کي ٽڪن جو ٽولو چوڻ شروع ڪيو اٿس. سيد جي وارثي جا دعويدار ۽ سندس وطن جي آزادي جو نعرو هڻندڙ آصف بالادي ۽ قمر ڀٽي به آهن، پر ڪوبه سياسي تجزئي نگار انهن شخصن/گروهن کي سنجيده وٺڻ لاءِ تيار ڪونهي.

سيد، جنهن 1971ع ۾ بنگلاديش ٺهڻ کانپوءِ سنڌ جي ڇوٽڪاري ۽

آزاديءَ جو حل سنڌو ديش ۾ ڏٺو هو سنڌس لاڏاڻي پڄاڻان ٿوري عرصي ۾ ئي انهيءَ سياستَ کي سنڌس وارثن رڻ ۾ رولي ڇڏيو ۽ ان سياستءَ کي صرف جسقم جا نوجوان ۽ بشير قريشي مڙسي ڪيو ڪنهن حد تائين اڳتي ڪنيو پيا اچن. جڏهن ته پيا سمورا سنڌس سياسي وارث سنڌس سياسي نعري کي خيرباد چئي چڪا آهن، پيو ته ٺهيو سنڌس اولاد به چوڻ ته انهيءَ سياست کي خدا حافظ چئي چڪو آهي. انهن لاءِ سنڌو ديش جي سياست ۽ اڪيلي اڏام مهمَ جوئي ۽ سياسي خودڪشي ڪانسواءِ پيو ڪجهه به ڪونهي. سنڌو ديش جي خلوت پسندي واري سياست، جيڪا ان جي باني ۽ نظرئي جي خالق کي سنڌس زندگيءَ ۾ لاڀ نه ڏئي سگهي، اها موجوده بدليل حالتن ۽ انهيءَ باني جي غيرموجودگيءَ ۾ ته موريگو ئي ڏکي ٿيندي پئي وڃي ۽ شايد اهو ئي سبب آهي جو سيد جا وارث سنڌس سياسي نعري کي ڇڏيندا پيا وڃن.

ملڪ ۾ حالانڪ قومي سوال ماضيءَ جي ڀيٽ ۾ هن وقت طاقتور ٿي ابريو آهي. ننڍين قومن ۽ ننڍن صوبن جي حق تلفي جو آواز اڄ اسلام آباد جي ايوانن ۾ به پڌجي رهيو آهي. ٻئي طرف نظر اهو ٿو اچي ته علحدگي پسند ۽ پاڪستان کي ٽوڙي آزادي حاصل ڪرڻ واري سوچ ڪالهه جي ڀيٽ ۾ ڪمزور ٿي رهي آهي. خان عبدالغفار خان جي سرخ پوشن ۽ خداءِ خدمتگار تحريڪ جو تسلسل عبدالولي خان جي عوامي نيشنل پارٽي، جيڪا ڪالهه تائين پاڪستان جي ٺهڻ کي ئي غلط قرار ڏيئي رهي هئي، اها اڄ 1940ع جيءَ قرارداد تي به بيهڻ لاءِ تيار ڪونه آهي. يقيناً ان جو هڪ ڪارڻ پناڻ عنصر جو پنجاب غاصب ۽ قورو عنصر سان اتحاد آهي، پر اهو پنجابي پناڻ اتحاد به ته ڪو نئون نه ٿيو آهي. اهو اتحاد تڏهن جو آهي، جڏهن اڃا مرحوم نيشنل عوامي پارٽي ٺهي ئي ڪونه هئي. پر ڪالهوڪي نعپ ۽ اڄ جي اي اين پي جي سياست ڪنڌڙ پختون قومپرست مرڪز کي چار ڪاتا پرڏيهي معاملا، دفاع، ڪرنسي ۽ مواصلات ڏئي هن ملڪ ۾ رهڻ لاءِ تيار آهن. بلوچ قومي تحريڪ جي سجاڻ ۽ ملڪ گير سياست ڪان ڪنهن وقت ۾ چڙيل عطاءُ الله مينگل، جنهن سالن تائين اسلام آباد خلاف هٿيار کڻي بغاوت ڪئي هئي، اڄ اهو چوڻ تي مجبور آهي ته "پاڪستان اسان جي ضرورت ۽ خواهش نه بلڪ مجبوري آهي، هن ئي ملڪ ۾ رهڻ ڪانسواءِ

بلوچن وٽ ٻيو ڪوبه آپشن نه آهي.“ اڄ اهو عطاءُ الله مينگل هٿياربند جدوجهد کي ڇڏي 1940ع قرارداد هيٺ حق گهرندڙ پوئنر جو ڪنوينر بڻيو ويٺو آهي.

ڪجهه اهڙي صورتحال بلوچستان نيشنل موومينٽ جي آهي، جنهن جي قيادت ڪنهن وقت ۾ آزاد بلوچستان جي ڳالهه ڪندڙ ڊاڪٽر عبدالحئي بلوچ ڪري رهيو آهي. ڪجهه وقت اڳ ۾ عظيم پشتون وطن جي ڳالهه ڪندڙ محمود خان اڇڪزئي به اڄ پوئنر جي بڻنر هيٺ جدوجهد کي ئي قومي سوال جو حل سمجهي ٿو حالانڪ محمود خان اڇڪزئي افغانستان سرحد ۽ پشتون بلوچستان کي ملائي ڪنهن وقت ۾ هڪ وطن ۽ رياست ٺاهڻ جي ڳالهه ڪندو هو. خود سنڌ ۾ به صورتحال ان کان مختلف نه آهي. ڊاڪٽر ارباب کهاوڙ رسول بخش پليجو ڊاڪٽر قادر مگسي ۽ ڊاڪٽر دودو مهيري سيد جي اڳواڻيءَ ۾ پاڪستان کان آزاد سنڌ وطن جي نعري هيٺ سياست جي شروعات ڪئي، پر اڳتي هلي انهن هن ملڪ ۾ ئي رهندي سنڌ جا قومي حق وٺڻ کي پنهنجو مقصد قرار ڏنو ۽ اڄ به انهيءَ راهه تي گامزن آهن. قومپرست قوتون انتهاپسند لائين ڇڏي هيٺ لهي رهيون آهن، ان جي مقابلي ۾ وري وفاق پرست ۽ مضبوط مرڪز جون حامي قوتون قومي سوال ۾ شدت اچڻ سان عوام جو موڊ ڏسندي ننڍن صوبن جي گهرجن کي جاءِ ڏيڻ جون ڳالهيون ڪري رهيون آهن. بينظير ڀٽو پاران اها ڳالهه اچڻ ته ننڍن صوبن سان واقعي زيادتيون ٿي رهيون آهن، جن جي ڪيس شايد هاڻي خبر پئي آهي. بينظير ڀٽو جي فارمولي موجب ننڍن صوبن سان ڏاڍ جي ازالي جي شروعات ڪنڪرنٽ لسٽ (جنهن مطابق، تعليم، صحت، انفارميشن ۽ سماجي بهبود جا الم اجا تائين مرڪز وٽ آهن) جي خاتمي سان ڪرڻ جي ضرورت آهي. خود جي ڊي اي ڪالهه ۽ هاڻ اي آر ڊي ۾ به اها ڳالهه رکي وئي آهي ته ننڍن صوبن جي گهرجن کي نظر ۾ رکندي آئيني سڌارا ڪرڻ جي ضرورت آهي. وفاقي پارٽين ۽ مرڪز جي ٺيڪيدارن ته ننڍن صوبن جي دردن تي اجا ڳالهائڻ ئي شروع ڪيو آهي، پر جنهن ڳالهه ملڪ ۾ هڪ وڏو ڌماڪو ڪيو آهي، اهو آهي ايم ڪيو ايم جو مرڪز مخالف ۽ پنجاب مخالف سياست جي ميدان ۾ اچڻ. ايم ڪيو ايم، جنهن لاءِ چيو پئي ويو ته

اها ايجنسين جي پيداوار آهي، اها نہ رڳو پاڪستان ۾ پنجاب مخالف ٿي وئي آهي، بلڪہ بہ قومي نظرئي، جنهن هيٺ هي ملڪ ٺهيو هو ان تي بہ وار ڪري رهي آهي. الطاف حسين تہ ملڪ جي باني جناح کي بہ نہ پيو بخشي. ايم ڪيو ايم جا اڳواڻ سڌو سنئون فوجي حڪومت کي اکيون ڏيکاري رهيا آهن تہ دهلي وڃي پارٽي حڪمرانن سان بہ ملي رهيا آهن، جيڪو ڪم ڪرڻ لاءِ سنڌي سياجهڙو سوچي بہ نٿو سگهي. رڳو ڪجهہ وقت اڳ پارٽ جي بي جي پي سنڌي اڳواڻ ملڪاڻي سان گڏجي واشنگٽن ۾ ڪجهہ سنڌي ماڻهن فوٽا ڪيرايا هئا تہ ملڪ ۾ هاءِ گهوڙا مچي وئي ۽ پوءِ ويچاري ممتاز پٽي ۽ يوسف ٽالپر کي صفايون پيش ڪرڻيون پئجي ويون هيون.

ڪالهہ جي ايجنسين جي پيداوار ۽ حامي، سنڌين جي قتلام ۾ ملوث ايم ڪيو ايم، ڪالهہ سنڌي ٻولي کي قومي ٻولي نہ مڃيندڙ مهاجرن جو اولاد اچ اي آر ڊي مان اهو چئي نڪري رهيو آهي تہ 1940ع جي قرارداد پاڪستان کي جيڪڏهن ايجنڊا ۾ نہ رکيو ويو تہ ايم ڪيو ايم جي راهہ الڳ هوندي مهاجر جنهن کي تيزيءَ سان اقتداري ايوانن مان ٻاهر ڌڪيو ويو آهي، هي ان جو اظهار آهي ۽ لڳي ٿو موجوده ايم ڪيو ايم جي انهي لائين کي مهاجر آبادي جي خاموش حمايت بہ حاصل آهي. جڏهن تہ ملڪ جي سياست ۾ سڀ کان باشعور ليکيا ۽ سڏيا ويندڙ سنڌي ماڻهو بہ اڃا تائين ايترو اڳتي وڌڻ لاءِ تيار ڪونہ ٿيا آهن. ان سڄي صورتحال ۾ ملڪ جو جيڪو ماحول جڙي رهيو آهي، اهو هي آهي تہ ملڪ جي مظلوم ۽ ننڍين قومن جي جدوجهد ڪندڙ سياسي قوتون ننڍن صوبن جي سياسي ڇوٽڪاري ۽ پنجاب جي ظلم توڙي بالادستي کان نجات لاءِ 1940ع جي قرارداد لاهور کي اڳتي آڻي رهيون آهن. جنهن ۾ اهو چاڻايل آهي تہ پاڪستان خودمختيار مسلمان رياستن جو گڏيل وطن آهي. 1940ع جي قرارداد هيٺ ئي پاڪستان ٺهيو هو 23 مارچ تي پوري ملڪ ۾ اهو ڏينهن بہ ملهايو ويندو آهي. انهي قرارداد هيٺ حق گهرڻ تي سياسي قوتن تي تشدد ڪري هلان ڪرڻ، کين خوار ڪرڻ ايترو سولو ڪونهي. ننڍين قومن تي جنهن انداز ۾ پنجاب ظلم ڪري رهيو آهي، ڇا انهن لاءِ اهو درست نہ ٿيندو تہ اهي 1940ع جي قرارداد لاهور هيٺ ئي جدوجهد ڪن، جيڪو جسٽيفائيڊ بہ آهي.

پونم پنهنجي نهڻ ڪانپوءِ ڪي ڦاڙها ڪونہ ماريا آهن، ليڪن پونم ملڪ جي سياسي وايومنڊل ۾ 1940ع جي قرارداد لاهور جي بحث ۽ سوال کي شدت سان ضرور اڀاريو آهي ۽ اها هڪ حوالي سان ڪا معمولي ڳالهہ ڪونهي. جي ايم سيد ملڪ جي سياست ۽ مستقبل مان مايوس ٿي سنڌو ديش جو نعرو ڏنو پر ان ڪي سنڌ ۾ مناسب موٽ ڪونہ ملي ۽ نہ وري سنڌو ديش کي حاصل ڪرڻ لاءِ تحريڪ ۽ پارٽي ئي جڙي سگهي. سياسي تحريڪون جهڙي مرحلي ۾ هونديون آهن، اتي اهڙي قسم جون پارٽيون بہ جنم وٺنديون آهن، اهو تاريخ جو سبق آهي. جڏهن حسين شهيد سهروردي کي پاڪستان مسلم ليگ مان ڪڍيو ويو تہ اها پاڪستان مسلم ليگ مان عوامي مسلم ليگ بڻجي وئي. اڳتي هلي اها صرف عوامي ليگ بڻجي بنگال لاءِ ڇهہ نقطا کڻي آئي، جيڪي ان جو ڇوٽڪارو ثابت ٿيا.

اڄوڪي سنڌ جي قومي تحريڪ ان جي پيٽ ۾ بانبڙا پائي رهي آهي. ان جي عالمي طور تي ڇا بلڪہ ملڪ ۾ بہ اينٽري مجتا ڪونهي. اڄوڪي سنڌ جي قومي تحريڪ ڪوسوو واري موڙ تي ڪونہ پهتي آهي جو "ڪوسوو نيشنل آرمي" لهي جيڪا سربيا خلاف هٿياربند جدوجهد ڪري ۽ ان جي حمايت ۾ آمريڪا، يورپ ۽ اقوامِ متحده ميدان ۾ لهي پون. نہ وري اسان جي جدوجهد "اوير تيمور" واري اڄوڪي منزل تي پهتي آهي، جو "بشپ گسامو" جهڙا پاپولر اڳواڻ پاپولر تحريڪ کي جنم ڏين ۽ سندن حمايت ۾ آسٽريليا ۽ آزاد دنيا انڊونيشيائي ڏاڍ خلاف سندن ساٿ ڏين. نہ وري اسان جي جدوجهد "آچي" ۽ "بوسنيا" واري مرحلي تي پهتي آهي، جو اتان جو عوام آزاد وطن قائم ڪرڻ لاءِ ميدان ۾ نڪري اچي.

هتان جي جدوجهد 1940ع جي قرارداد لاهور هيٺ ڪمزور مرڪز ۽ مضبوط وحدتن يا مرڪز کي ٽي يا چار کاتا ڏيڻ واري صورتحال طرف وڃي زهي آهي. شايد انهيءَ سوال تي ئي هن ملڪ ۾ ويڙهہ بہ ٿيڻي آهي. اهي ساڳيا مطالبا 1971ع جي بنگال جي بحران ۾ هتان جا واڳ ڌڻي اڏوگابرو مڃي بہ ويٺا آهن، پر تڏهن وقت کي ڪو بہ بہ فيصلو ڪرڻو پئجي ويو هو. مٿئين حڪمت عملي ۽ سياست تي ئي مظلوم وحدتن جو عوام گڏجي سگهي ٿو ۽ ڪين گڏ بہ انهيءَ نقطي تي ڪرڻ گهرجي.

سيد جي فڪر، سياست، ڪاميابين ۽ ناڪامين جي روشني ۾ سيد جي وارث قومپرست تحريڪ اڪيلي سر سنڌو ديش جي نعري هيٺ ڪنهن تحريڪ پيدا ڪرڻ جي پوزيشن ۾ نہ ڪالهہ هئي، ۽ نہ اڄ آهي تہ پوءِ خوابن جي دنيا ۾ آخر سنڌي قوم ڪيستائين رهندي؟ پرپور، رنگين ۽ جذباتي نعرا ڏيڻ سان ذهني عياشي ۽ خودتسڪين تہ ڪري سگهجي ٿي، پر سنڌي قوم کي ڇوٽڪارو نٿو ڏياري سگهجي. سنڌ جي قومپرست تحريڪ روايتي طور تي ڪالهہ جيان اڄ بہ ڪمزور آهي. هن وقت تہ ائين ٿو لڳي تہ پيپلز پارٽي جي روايتي موقع پرستي ۽ سنڌي قومپرستن جي ڪمزوري ڪري سنڌ جي اختيار اعليٰ کي حاصل ڪرڻ جي لڙائي ايم ڪيو ايم ۽ مهاجرن ڏانهن منتقل ٿي رهي آهي. سنڌ جي اختيار اعليٰ جي لڙائي ۾ پنجاب جي بالادستي خلاف جدوجهد ۾ سياڻي جيڪڏهن سرواڻي وارو رول ايم ڪيو ايم جو بيهي ٿو تہ پوءِ جدوجهد ۾ حاصل ٿيل لاڀ تہ ايم ڪيو ايم حاصل ڪندي، مهاجر ان تحريڪ جي اڳواڻي ڪندا ۽ سنڌي ماڻهن کي انهن پويان هلڻو پوندو. سنڌي ماڻهن کي سوچڻ گهرجي تہ سنڌو ماتا کي انهيءَ ڇوٽڪاري ۾ ابدي سڪون ملندو يا مورڳو اها درد ۾ تڙپي اٿندي؟ ڇا سنڌ ڌرتي تي ايڏو ٻرو وقت اچي ويو آهي، جو پنهنجن بجاءِ هن کي سياڻي پيا اچي ڇوٽڪارو ڏياريندا؟ ڇا سنڌو اهڙي سنڍ ٿي وئي آهي، جنهن جي ڪُک مان اڄ شاهہ عنايت، دولهہ دريا خان ۽ الله بخش سومرو جنم وٺڻ بند ٿي ويا آهن. جيڪي هيڏي وشال سنڌ جي پاپولر خواهش کي منزل تائين پهچائين ۽ سنڌ جي قومي جياپي ۽ آجپي جي جدوجهد جي سرواڻي ڪن. جيئن سياڻي سنڌو ماتا دنيا آڏو اها هام هڻي سگهي تہ منهنجي عزت، وقار ۽ آزادي جو رکوال منهنجو پنهنجو اولاد آهي. جنهن جي وات ۾ منهنجي ٿڃ، پيٽ ۾ منهنجو اَن ۽ پاڻي ۽ ان جي رڳن ۾ منهنجو رت ڊوڙي رهيو آهي.

17 جنوري 2001ع

# الله بخش سومري جي شهادت:
# سنڌ جو احتجاج ۽ انتقام

”شڪارپور جي شمع اجهامڻ کان اڳ آخري ڀڙڪو ڪاڏو ان ڀڙڪي جو نالو هو الله بخش سومرو.“ هي لفظ الله بخش سومري جي پنهنجي وقت جي سڀ کان وڏي سياسي مخالف ۽ نفرت جي حد تائين ڪانئس چڙيل حريف علي محمد راشدي جا آهن. شڪارپور واسين جو به الله بخش سومرو ۾ وڏو ويساهه هو. شڪارپور آباد واٽين ڪيو. ان کي برباد، تباهه ۽ تاراج ڪرڻ ۾ سنڌو درياءَ ڪا ڪسر ڪونه ڇڏي. پر مهراڻ جي انهن مست موجن کان شڪارپور کي بچائڻ لاءِ الله بخش سومرو هر دور ۾ اڳي کان اڳرو ٿي نظر آيو. اقتدار ۾ هجي يا اقتدار کان ٻاهر، بيگاري بند کي سنڌوءَ جي پاڻي پايو ناهي، الله بخش شڪارپور پهتو ناهي. پنهنجون ٻنيون ۽ فصل پيلائي به هن شڪارپور کي ٻيلجڻ کان بچايو. الله بخش سومري جي موت کانپوءِ 1961ع ۾ سنڌو سانوڻ جي مستي ۾ آيو ۽ پوءِ بيگاري کي اچي کنيائين. وسريل الله بخش شڪارپورين کي ياد اچي ويو. پر ان وقت هي شخص پنج پير جي قبرستان ۾ مٽين متي هيٺ مدفون هو. ان بعد جڏهن به درياءَ جي پاڻي بيگاري جي بند کي ٽڪر هنيو ماڻهن کي خدا کانپوءِ الله بخش ئي ياد آيو.

الله بخش سومري جي وڇوڙي کي 6 ڏهاڪن کان وڌيڪ عرصو گذري چڪو آهي. سنڌ تاريخ جي لتجي ۽ وچائجي ويل رندن ۽ پيچرن تي نهار ڪري ٿي. اڄ صرف شڪارپور کي نه سنڌ کي به اهو شخص ياد اچي ٿو جيڪو سنڌ جي ايڪتا، آدرشن ۽ بقا جي جنگ وڙهندي مارجي ويو هو. جيڪو جديد سنڌ جي قومي تحريڪ / لڙائي جو آخري ۽ پهريون حقيقي ۽ مڪمل وطن پرست رهنما هو. هي حريت پسندن جي گلن جي مالها جو آخري گل هو. جنهن سنڌ دوستي ۽ وطن پرستي سان پوري وطن ۾ مهڪار ڦهلائي ڇڏي، سنڌ ۾ ليڊر ۽ رهبر پوءِ به پيدا ٿيا، پر انبن جون سڪون به ڪڏهن انبڙين لاٿيون آهن! گل هئا، پر انهن منجهه الله بخش جهڙي خوشبوءِ

ڪونہ هئي. 1943ع ۾ 14 مئي جي هڪ منحوس صبح تي تاريخ جي بيرحميءَ سنڌ کان ان جو رهنما کسيو ۽ پوءِ سنڌ اهڙو دودي جهڙو جوڌو وري نہ ڄڻي سگهي. اها سنڌ جي پوءِ جي نسلن کان ڪاوڙ هئي يا شڪايت؟ ان جو فيصلو تاريخ تي ڇڏيل آهي.

ويهين صديءَ جي پهرئين سال ٺيڪيدار مستري محمد عرس سومرو جي گهر ۾ جنم وٺندڙ الله بخش ننڍي وهيءَ ۾ جيڪب آباد ميونسپالٽي ۽ سکر ضلعي ڪائونسل جو ميمبر چونڊيو ويو. بمبئي ليجيسليٽو ڪائونسل ۾ سنڌين جي اڳواڻ ۽ سنڌ جي بمبئي کان آزادي جي لڙائي ۾ بنيادي ڪردار ادا ڪندڙ شاهنواز ڀٽو جي اڳواڻي ۾ سياست جي صحرا ۾ پير پائيندڙ الله بخش سومرو ان دور جي پارلياماني سياست ڪندڙ وڏيرن کان بنهہ الڳ ۽ نرالو نڪتو. واپاري خانداني پسمنظر ۽ مزاج رکڻ ڪري رسڪ کڻڻ سندس شيوو هو. جڏهن تہ ان دور ۾ ٻيا سمورا وڏيرا ڦوڪي ڦوڪي ٻيا قدم کڻندا هئا تہ متان انگريز بهادر ناراض نہ ٿئي. 1936ع ۾ سنڌ بمبئي کان آزاد ٿي ۽ پوري پارت ۾ 1935ع جي آل انڊيا ائڪٽ هيٺ 1937ع ۾ چونڊون ٿيون تہ انگريز گورنر لينسلاٽ گرهام جي سازش سان اتحاد پارٽي جا ٻئي ليڊر ۽ ڊپٽي ليڊر شاهنواز ڀٽو ۽ عبدالله هارون هارائي ويا ۽ پوءِ اتحاد پارٽي جي قيادت جو بار اچي الله بخش سومري جي ڪلهن تي پيو. اتحاد پارٽي اڪثريت ۾ هئڻ باوجود گورنر اقليتي ڌُر جي سربراهہ غلام حسين هدايت الله کي حڪومت ٺاهڻ جي دعوت ڏني، پر ٿيڃي ۽ انگريزن جي مڃي تي ٺهيل حڪومت هلي ڪونہ سگهي. اسيمبلي جي ايوانن ۾ غلام حسين هدايت الله جي سرڪار حمايت وڃائي ويٺي ۽ پوءِ الله بخش مارچ 1938ع ۾ سنڌ جو وزيراعظم چونڊيو ويو. هن شخص وزيراعظم ٿيڻ سان سنڌ دوستي ۽ وطن پرستيءَ جو ثبوت ڏيندي سڀ کان پهرين انگريز ناراضگي باوجود جلاوطن، حريت پسند ۽ سامراج دشمن رهنما مولانا عبيدالله سنڌي کي سنڌ واپس گهرايو ۽ ڪراچي جي بندرگاهہ تي سندس پاڻ استقبال ڪري ڪيس پاڪر پائي وٺي آيو. هن جي وزارت عظميٰ جي عرصي ۾ درٻارن جو پراڻو رواج ختم ڪيو ويو. ڪمشنرن ۽ ڪليڪٽرن جا ڪرسين جا پراڻا پروانا رد ڪيا ويا. ڪنهن وقت ۾ لوڪل بورڊ ۽

ميونسپالٽين ۾ ٿاڦيل ميمبر هوندا هئا. انهن جو خاتمو ڪيائين. اهي ٿاڦيل ميمبر ٿي هئا، جن کان نوڪر شاهي اپتا سپتا ڪم وٺندي هئي. سنڌ ۾ سمورا سياسي قيدي آزاد ڪيا ويا. ڪافي وڏيرن کي پنهنجي جي حضوري ۽ چمچاگيري عيوض انگريزن ڪافي اختيار ڏئي ڇڏيا هئا. انهن کان اهي نام نهاد مئجسٽريٽ جا اختيار واپس ورتا ويا. جن مان غريب عوام جي جان ڇٽي. هڪ سئو سالن تائين غلامي ۽ محڪومي جي باهہ ۾ سڙندڙ سنڌين جي زخمن تي پهريون دفعو ڪنهن پيار جو مرهم رکيو.

سنڌ جي هاري، ناري، ڪمدار، ڪاريي وٽ هن شخص جو انوکو ۽ نرالو مرتبو ٿي ويو. هندو توڙي مسلمان کيس دعائون ڪرڻ لڳا. ماڻهن کي ائين لڳو ڄڻ سنڌ جي ڏکن، ڏولاون ۽ ڏوجهرن جا ڏينهن هاڻي ماضيءَ جو قصو بڻجي ويا آهن. مسجد ۾ مندر ۾ امن ۽ آشتي جا نعرا بلند ٿي پيا. پر بدقسمت سنڌ جي خوشي ماڻهو کي هضم ڪونہ ٿي. کيس هٽائڻ جون ڪوششون سازشن ۾ تبديل ٿي ويون. جڏهن الله بخش جهڙي جبل جي ارادي واري ماڻهو کي لاهڻ تہ ڇا بلڪ توڙڻ بہ ناممڪن بڻجي ويو تہ ماڻهو بمبئي وڃي پهتا. سنڌ ۾ رات پيٽ ۾ مسلم ليگ پيدا ٿي وئي. ماڻهو محمد علي جناح کي وٺي آيا. 1938ع ۾ جناح، بنگال جي وزيراعظم فضل حق، پنجاب جي وزيراعظم سردار سڪندر حيات، آسام جي وزيراعظم سعد الله سوڏو پوري پارٽ جي مسلم ليگ ڪراچي ۾ اچي ڪئمپ هنئي. سنڌ جي وزيراعظم الله بخش سومري کي مسلم ليگ ۾ شامل ٿيڻ لاءِ چيو ويو. سياست، هندو — مسلمان، سنڌ وطن ۽ قوم جا زوردار بحث ٿيا. وقت جو ڪانئو الله بخش تي اٽڪي بيهي رهيو. "مسلم ليگ ۾ اچڻ تي سوچڻ سگهجي ٿو پر سنڌي قوم جي ڳالھ اڳ ۾ وطن ۽ عزت نفس سڀ کان پهرين. بيون ڳالهيون پوءِ" الله بخش چيو، جناح پيش پوڻ جو شرط رکيو. جهڪڻ تہ هي شخص سکيو ئي ڪونہ هو: جهيڙو ٿي پيو. پاڪستان جو قدو شروع ٿي آڪٽوبر 1938ع ۾ ڪراچي مان ٿيو. جنهن جو سهرو جناح جي سنڌي سنگتين جو سر تي آهي. ان بعد سنڌ ۾ هل هنگامو شروع ٿي ويو. هڪڙا هندو ٻٽيا ۽ ٻيا تازو نئين سر ڪلمون پڙهي مسلمان ٿي ويا. عبدالله هارون، ايوب کهڙي، جي ايم سيد ۽ علي محمد راشدي تي جناح ڪم ٿي اهو

رڪيو تہ سرڪش الله بخش کي هندن جو ايجنٽ سڏي اقتدار تان لاهيو. ڪانگريس – ليگ، هندو – مسلمان جي ان وقت جي جهيڙي ۾ جيڪڏهن ڪنهن سنڌي تي سوچيو تہ اهو صرف الله بخش سومرو هو. مسلم ليگ جي سموري قيادت سمورو هفتو ڪراچي ۾ لڏو لاهي ويهي رهي. بنگال جي وزيراعظم فضل حق سرڪش الله بخش تي ڪاوڙجندي اها فتوي جاري ڪئي تہ جيڪو مسلم ليگ ۾ شامل نٿو ٿئي، ان جي مسلمان هجڻ ۾ شڪ آهي. ساڻس سماجي رابطا روابط ۽ عليڪ سليڪ ختم ڪئي وڃي. اهڙن ماڻهن جي عزيزن جو جنازو کڻڻ کان بہ مسلمانن کي روڪيو وڃي. شيخ عبدالمجيد سنڌي جهڙي ماڻهو الله بخش جي مسلم ليگ ۾ شامل نہ ٿيڻ واري گستاخي تي اهو عهد ڪيو تہ سنڌ جا 30 لک مسلمان ڪانگريسي ۽ ڪنهن خان بهادر جي گردن مروڙي سگهن ٿا ۽ ان جي وزارت جو خاتمو ڪري سگهن ٿا.

مسلم ليگ جي انهيءَ آڪٽوبر 1938ع واري اجلاس ۾ ئي پوءِ منزل گاهہ واري فساد جو پلان تيار ڪيو ويو. جنهن جو مقصد هندو – مسلمان فساد ڪرائي الله بخش حڪومت کي ڪيرائڻ هو. پنجاب جي مسجد شهيد گنج وارو ڊرامو منزل گاهہ ۾ ڪيڏيو ويو. چئوطرف "اسلام خطري ۾ آهي" جا نعرا شروع ٿي ويا. "هلو هلو مسجد منزل گاهہ آزاد ڪرائڻ هلو" جون صدائون بلند ٿي ويون. ڪو ايرو غيرو نٿو خيرو يا ڪو اقتدار جو پوڄاري هجي ها تہ ملن آڏو ڪنڌ جهڪائي ويهي رهي ها، پر الله بخش منزل گاهہ کي مسجد سڏيو ۽ سمجهيو ۽ ان مهم کي هڪ فتنو سڏي ان کي پاڙان پٽڻ جو عهد ڪيو تہ بئي پاسي سندس مخالفن بہ مذهب جي آڙ ۾ سندس سرڪار ڊاهڻ جو عهد ڪيو. الله بخش حڪومت کي ضدي ليگين نيٺ ڊاهي بندهہ علي جي حڪومت قائم ڪئي. اڳتي هلي منزل گاهہ واقعي جي جاچ ٿي، جسٽس ويسٽن ان ڳڌي ۽ فساد جو ذميوار مسلم ليگ کي قرار ڏنو جنهن جو مقصد صرف اقتدار حاصل ڪرڻ هو. سنڌ ۾ مسلم ليگ جي پهچڻ سان سنڌ جي امن ۽ ڀائيچاري جي ماحول ۾ جڻ ڪا باهہ لڳي وئي. ماڻهن جي سوچڻ جا رنگ ۽ ڍنگ بنهہ تبديل ٿي ويا. جيڪو سنڌ جو مزاج ئي ڪو نہ هو. بندهہ علي ٽالپر سرڪار بہ نہ هلي سگهي ۽ هڪ دفعو وري سنڌ کي الله

بخش جي ضرورت پئجي وئي. الله بخش پيهر وزيراعظم بڻجڻ سان پنهنجيَ سنڌي ليگين کي صلاح ڏنيءَ ته اهي ڪانگريس ۽ مسلم ليگ کي سنڌ ۾ اچڻ جا رستا نه ڏيکارين. اهي صرف سنڌ جي ڳالهه ڪن، انهيءَ ۾ ئي سنڌ جو ڀلو آهي. هن اهڙو نعرو ڏنو "سنڌ سنڌين لاءِ".

جي ايم سيد پنهنجي ساروڻين ۾ لکيو آهي ته "مون کي الله بخش چيو ته ڪانگريس ۽ مسلم ليگ ٻئي آل انڊيا ليول جون پارٽيون آهن، جيڪي سنڌ جي حالتن کان بي خبر آهن، جنهن ڪري انهن ۾ شموليت سنڌ جي جداگانا هستي ۽ مفاد لاءِ نقصانڪار آهي. سنڌين مس مس محنتون ڪري سنڌ کي بمبئي کان جدا ڪرايو آهي. وري ڪين اهڙو قدم نه کڻڻ گهرجي، جو سنڌ جي خودمختياري ختم ٿي وڃي. سيدا تون هينئر سمجهين ٿو ته پاڪستان ٺهڻ سان سنڌ جي مشڪلاتن جو خاتمو ٿي ويندو اهو تنهنجو خام خيال آهي. اڳتي هلي توکي خبر پوندي ته پاڪستان قائم ٿيڻ سان اسان جي مشڪلاتن ۾ اضافو ٿيندو. علامه اقبال جي 1930ع واري خطبي کي غور سان پڙهه. ان موجب سنڌ پنجاب جي تابع ٿي ويندي. هن وقت هندو عالم جي دماغ ۽ هندو سيٺيءَ جي لوٽ کسوٽ توکي حيران ۽ پريشان ڪري ڇڏيو آهي، پر اڳتي هلي توکي پنجابي سول سرونٽ، سولجر ۽ يوپي جي دماغ جو مقابلو ڪرڻو پوندو. پوءِ توکي خبر پوندي ته ملڪ جو ورهاڱو مفيد هو يا مضر. پيارا سيدا تون خيالن جي دنيا ۾ رهين ٿو. ان ڪري عملي سياست جي طريقن کان غيرواقف آهين. عمل جي سياست ۾ انهن واعدن ۽ ٺهرائن (لاهور ٺهراءُ 1940ع) کي ڪير پڇي به ڪونه. تاريخ پڙهي ڏس توکي معلوم ٿيندو ته مذهبن جا احڪام، حڪومتن جا عهدناما، طاقت حقيقت ۾ شخصي ۽ طبقاتي مفاد جي ضرورتن ۽ مقامي حالتن جي گهرجن ۽ تقاضائن پٺاندڙا اڪثر ڪري قربان ڪيا پئي ويا آهن."

الله بخش کي حالتن جو ادراڪ ۽ شعور هو. هن شخص جي ذهانت تي اچرج ٿئي ٿو. هي ان شخص جو Vision هو. سندس ان وقت جا اندازا اڄ ڪيڏو نه سچا ثابت ٿيا آهن. جي ايم سيد کي اهو شخص ۽ ان جون ڳالهيون سمجهڻ ۾ الاهي سارا سال لڳا. مسلم ليگ جي مذهب جي بنياد تي مسلمانن کي قوم سڏڻ واري سوچ کي الله بخش غلط قرار ڏنو. هن جو جناح ۽ ان جي

سنڌي سنگتين سان اصولن تي اڳتي هلي جهيڙو ٿيو. مسلم ليگ مارچ 1940ع ۾ قرارداد لاهور آندي، هن هڪ مهينو پوءِ دهلي ۾ آزاد مسلم ليگ ڪانفرنس گهرائي قرارداد لاهور جي تضادن کي وائکو ڪيو. جناح ۽ مسلم ليگ کيس ڪافر، هندن ۽ ڪانگريس جو ايجنٽ ڪوٺيو. ابوجهه ۽ اٽڪاڻ مسلمانن جي جذبن کي اڀارڻ لاءِ اسلام جو نالو استعمال ڪيو ويو. هندن کي سنڌ مان ڪڍڻ جون ڳالهيون ڪيون ويون. هندن کي جرمني ۾ يهودين جو حشر ياد ڏياريو ويو. سائين جي ايم سيد ته جناح کي اها صلاح ڏني ته "مسلمانن تي زور ڀريو وڃي ته اهي سامان ۽ وکر صرف مسلمانن کان خريد ڪن. جنهن لائين تي سنڌ ۾ عمل به شروع ڪيو ويو آهي." سنڌ جي ليگي سياستدانن پاڻ کي ايترو ڪيرائي وڌو جو الله بخش ۽ چيني سپاهي ملائي وچ ۾ سنڌيت واري رشتي کي واهيات نالا ڏنا ويا.

الله بخش کي پوءِ ڪجهه نه ڪري سگهڻ تي ايوب کهڙي آخر وقلڻ شروع ڪيو ته "سنڌ ۾ ڪو اهڙو مسلمان ڪونهي، جيڪو ڪافر، اسلام ۽ مسلمانن جي دشمن الله بخش جو خون ڪري! جيڪو مسلمانن کي مسلم ليگ جي جهنڊي هيٺ ڪٺو ڪرڻ جي راهه ۾ رڪاوٽ آهي." هي مسلم ليگ جي بيوسي جي انتها هئي. ٻي عالمي جنگ دوران انگريزن رياستن کي مليل اڏوگابرا اختيار واپس ڪرڻ جي گهر ڪئي. ڪانگريس جون رياستي سرڪارون احتجاجن استعيفيٰ ڏئي ويون. مسلم ليگ يوم نجات ملهايو. ڪراچي جي رستن تي مسلم ليگ جشن ملهائيندي الله بخش جهڙي هندن جي ايجنٽ جي حڪومت جي خاتمي جي گهر ڪئي. الله بخش انگريز سرڪار خلاف پاڻ احتجاج ڪندي خان بهادر جا اعزاز واپس ڪري حڪومت کي لت هنئي ۽ پوءِ جيڪو "يوم سياهه" هجڻ گهرجي ها، ان کي عبدالله هارون، کهڙي ۽ جي ايم سيد "يوم نجات" ڪري ملهايو. ڪراچي چڙي الله بخش شڪارپور اچي ويٺو. شايد ونسٽن چرچل جو چوڻ آهي ته "روس طاقتور ۽ مستحڪم آهي ته اهو پوري يورپ لاءِ خطرو آهي، ليڪن جيڪڏهن اهو ڪمزور آهي ته پوءِ اهو ان کان به وڌو خطرو آهي." الله بخش اقتدار ۾ هو ته جناح جي راهه جي رڪاوٽ هو. جناح جي سنڌي ساٿين جي هيانءَ تي بار هو ۽ خاموش ۽ چپ چاپ پنهنجي ذاتي ڪمن ڪارن ۾

مصروف الله بخش بہ ماڻهن کي ڪنهن طوفان جيان محسوس پئي ٿيو.

14 مئي 1943ع جي صبح تي شڪارپور ۾ الله بخش جو خون ڪيو ويو. سندس مخالف مسلم ليگ ۾ ان جا اڳواڻ هئا. جناح ۽ ليگ جي ايجنڊا جي تڪميل جي راهہ ۾ هي شخص ڇڻ تہ پٿر هو. سندس خون ڪرڻ جا غهہ ليگ جا تنهن وقت جا سنڌ جا جوڙا ڪندا هئا. عدالت ۾ ڪيس هليو جج ڪيڙي کي آزاد ڪيو پر اهو ضرور چيائين تہ ايوب کهڙي کي آئون ان ڪيس ۾ بي داغ نٿو سمجهان. هن جي ڪمدار جي شاهدي کي وزن ڪونہ ڏنو ويو. ڪورٽ جون ڏوريون ڪراچي جي گورنر جي هٿ ۾ هيون. ڪن تہ اهو بہ هُل هُلايو تہ الله بخش جو قتل حرن ڪيو آهي. الله بخش جي ذاتي ڪردار ڪشي کان ڪيس اقتدار تان هٽائڻ تائين، 1940ع جي نهراءَ ۽ مسلم ليگ جي قيام جي مخالفت کان قتل ٿيڻ تائين سندس مخالف مسلم ليگ ۽ خاص طور ان جي سنڌي قيادت هئي، جن کي الله بخش جي سنڌ دوست سياست مان بُڇان هوندي هئي.

تاريخ سنڌ ۾ پنهنجو پاڻ کي ورجائي رهي هئي. درياءَ خان خلاف ڄام ننڍي جي زال ۽ ڄام فيروز جي ماءُ مدينہ ماڇياڻي ارغونن کي نئين تي ٻچي آئي هئي. دريا خان قتل ٿي ويو پوءِ ٻچڙو ڄام فيروز پاڻ بہ ٿيو ۽ ارغونن توڙي ترخانن سنڌين سان جانورن کان بہ بدتر سلوڪ ڪيو. عنايت شاهہ کي جهوڪ جو "شيواجي" پنهنجن سنڌين ڪوٺيو. نور محمد پليجو حمل جت، عنايت شاهہ خلاف اعظم خان کي مڇرايو. مُلا عبدالحڪيم "عطا" مغلن کي ڪاوڙ ڏيارڻ لاءِ عنايت شاهہ کي جهوڪ جو "شيواجي مرهٽو" سڏي پنهنجي ملائيت ڏيکاري ۽ پوءِ عنايت شاهہ جو خون ڪيو ويو. "زمين الله جي آهي" تحريڪ ختم ٿي وئي. جهوڪ کي باهہ لڳائي وئي. عبدالنبي ڪلهوڙو پنهنجي ٽالپر سپهہ سالارن جي طاقت کي ڪمزور ڪرڻ لاءِ مدد خان پٺاڻ جهڙي جانور کي افغانستان مان وٺي آيو. سنڌ جي سيني منجهان مدد خان جي گهوڙن جي ٽاپ ٽاپ ۽ "گهوڙا ڙي گهوڙا" جو درد اڃا تائين نئين جي فضائن ۾ گونجي رهيو آهي.

ناٿون مل کيچ مان انگريزن کي وٺي اچي سنڌ جا وڻ ڏيکاريا ۽ پوءِ سئو سالن تائين هنن سنڌي ۽ ان جي وسندين واهڻن کي پيئي تاراج ڪيو.

صدين جا اهي درد ۽ سور سنڌ سهي وئي ۽ پي به ويئي. سنڌ غلام ضرور هئي، پر ان جي ايڪتا برقرار هئي ۽ ان جا آدرش زنده هئا. 1937ع کان 1947ع تائين سنڌ اهڙو دور ڏٺو جيڪو پيانڪ به هو ته دردناڪ به هو. سنڌ نه صرف الله بخش وڃايو بلڪ ان بعد سنڌ پنهنجا آدرش ۽ ايڪتا به وڃائي ويٺي. گذريل سئو سالن ۾ سنڌ ۾ جيڪو وچولو طبقو پيدا ڪيو هو جنهن سنڌي قوم کي نئين سر جوڙيو هو. سنڌي تهذيب کي سنواريو ۽ سينگاريو هو ان کي سنڌ وطن مان ڌڪي مهاجر بڻائي سنڌ جي تاريخ جو ناقابلِ معافي جرم ڪيو ويو. 1937ع کان 1947ع تائين سنڌ جي تاريخ جو انهي اونداهي دور جو هيرو ڪير آهي. سنڌ جو دودي جهڙو جوڌو الله بخش سومرو يا پيو ڪير...؟

سنڌ ان دور ۾ اهڙو نقصان ڪاڌو جنهن جي تلافي ۽ ازالو اڄ تائين نه ٿي سگهيو آهي،نه وري ان جو ازالو ٿيڻ ڪو ممڪن ئي آهي. چنيسر ڪچ ۾ شينهن جو اڪيلو شڪار ڪندو هو. دودي سان پڳ جي جهيڙي تي هو علاءُ الدين کي سنڌ وٺي آيو. دودو مارجي ويو. ٻاگهين کي وڳهه ڪوٽ ۾ زمين ڳهي وئي. چنيسر چوڻ تا پوءِ هوش ۾ آيو. چنيسر جي ڏوهه جي تلافي ممڪن ڪونهي. شينهن جو اڪيلي شڪار ڪرڻ واري خاصيت هن شخص کي تاريخ ۾ بهادر نه بڻائي سگهي. چنيسر اڄ به بزدلي، غداري، چسائپ ۽ پاڙيائپ جي علامت آهي. 1937ع کان 1947ع تائين واري عرصي ۾ سنڌ ۽ ان جا آدرش وڃائيندڙن جو ڪردار ان کان ڪيئن مختلف آهي. اڄ به وقت وٽ اهو سوال آهي ته "ڪنڌي ساريان ڪانه امن امان" چوڻ سان سنڌ ڪنهن کي معاف ڪيو آهي، سنڌ ڪنهن کي معاف نه ڪيو آهي. الله بخش سنڌ جي ويڙهه اڪيلي سر وڙهي رهيو هو. سندس پنهنجا ڏارين سان گڏ هئا. الله بخش اونداهي دور ۾ روشني جو ڪرڻو هو. الله بخش جي ويڙهه حق جي ويڙهه هئي. اها الڳ ڳالهه آهي ته فتح باطل جي ٿي. سنڌ پنهنجي انهي نسل کي اڄوڪي نسل تائين معاف نه ڪيو آهي. سنڌ الله بخش کانپوءِ پنهنجي مقدر جي واڳ ڪنهن جي هٿ ۾ ڪونه ڏني آهي. سنڌ جو اهو احتجاج به آهي ته انتقام به.

14 مئي ته شڪارپور ۾ ٿيل خون جي عدالتي ڪتهڙي ۾ وڃائجي وڃڻ تي سنڌ اڄ تائين نوحه ڪنان آهي. 14 مئي 1943ع تي سنڌ جي وجود

۾ آيل زخم اڃا تائين ناسور بڻجي سمي رهيا آهن، جن مان رڪي رڪي درد جي ست بہ اڀري ٿي، اها سنڌ جي پوڳنا ناهي تہ اڄ "اڙي مُٺلا تون!" جهڙا ڪيچلا لفظ بڌڻ لاءِ سنڌ سڪي رهي آهي. سنڌ اهو وقت ٿي وڃائي ويٺي آهي. جڏهن لالچند امر ڏني مل ڪي اسلام جو عالم هجڻ ڪري ڪوئي ڪيچل ۾ "لال محمد" سڏيندو هو تہ ڪاوڙ بجاءِ عجيب ۽ نرالي خلوص مان هن جا پنيهہ ٿي اچيا اڀرا ڏند سندس اچي اُجري من مان ٻاهر اوتجي ايندا هئا. اهو وقت ڪڏهن واپس بہ ايندو ويساهہ ٿي نٿو اچي!!

الله بخش جي زندگي سنڌ جي خوداختياري ۽ وقار جي رکوالي جي جدوجهد سان عبارت آهي. الله بخش جي شهادت اڳتي هلي ناگهاني سانحي مان هڪ الميو ۽ قومي نقصان بڻجي وئي. الله بخش جهڙا پٽ ڄڻڻ واريون مائرون سنڌ ۾ وري نہ ڄنميون. سنڌ ۾ سندس تاريخي ڪردار ڪي شايد ڄاڻي واڻي لوڪ ڪان لڪايو ويو پر هن وقت ميدان ڪليل آهي. ڪو ماڻهو هن ارڏي شخص جيان جيءَ ڏيڪاري ۽ ڪو هن آزادي جي عاشق جيان مري بہ ڏيکاري. هن جي وئي پڄاڻان سندس محبتن جو مرڪز شڪارپور جو تہ ڪردار ٿي بدلجي ويو. شڪارپور جنهن جو نالو ٻڌڻ سان ابوالڪلام آزاد ۽ جواهر لال نهرو جا ڪنڌ احترام سان جهڪي ويندا هئا. اهو ٿي شڪارپور جنهن ڪي بچائڻ لاءِ مهراڻ جي موجن آڏو هو رڪ جي ديوار بڻجي ويندو هو. اڄ انهي الله بخش جو شڪارپور اسلام آباد جي قدمن ۾ ڪنڌ نوايو بيٺو آهي.

14 مئي، 2001

# ڀٽي جي شخصيت جا روپ ۽ بينظير جي سياست

ڀٽي لاءِ ڪجهه ماڻهن جي اها راءِ آهي ته هن شخص کي اقتدار جي بک هئي. ڪنهن به طريقي سان کيس اقتدار جي گهرج هئي، جيڪا هن هڪ ڏينهن پوري ڪئي. ڀٽي هڪ دفعي نه ڪيئي ڀيرا پاڻ به اظهار ڪيو ته مون کي اقتدار گهرجي، مون کي پاور گهرجي پر جنرل يحيٰ جيان نه. جنرل اقتدار کي پنهنجي ذاتي غرض، لالچ ۽ عياشين لاءِ استعمال ڪيو. مون کي اقتدار گهرجي ته جيئن ملڪ ۾ ترقي ٿئي. غريب بک وگهي نه مري ۽ ڪو مسڪين ڪنهن ڏاڍي هٿان بي عزت نه ٿئي. ڀٽي پنهنجي وقت ۾ پنهنجا پرستار پيدا ڪيا، جيڪي کيس جان کان به وڌيڪ هئا ۽ اهي هن لاءِ جان ڏيڻ ۾ ڪو عار محسوس نه ڪندا هئا، پر ڀٽي پنهنجا شديد مخالف ۽ جاني دشمن به پيدا ڪيا. ڀٽي لاءِ ماڻهن جي راءِ ۾ ايڏو وڏو تضاد خود ڀٽي جي پنهنجي شخصيت ۾ تضاد جي ڪري هو. هو پاڻ به جنهن جو اقرار ڪندو هو ته منهنجي شخصيت ۾ هڪ ئي وقت گهڻا تضاد ملڻ منهنجي شخصيت جي سڃاڻ آهي.

ڀٽي جو پيءُ هڪ وڏي زميندار گهراڻي جو پڙهيل ماڻهو هو جنهن جي لاءِ سياست ڪرڻ ائين هئي جڻ ڪو رازو يا ڪاريگر ڪا عمارت ٺاهيندو هجي، ان جي هر سِر تي سيمينٽ هڻڻ کانپوءِ ٻي سِر سان ان جو ليول ڪندڙ هجي. هن ڀٽي کي لاڙڪاڻي جا انتهائي خوبصورت مندر ڏيکاريا، کيس موئن جو دڙو ڏيکاريو جيڪو ڪاريگري جو شاهڪار ۽ سندس ڌرتي جي ماضي جي تهذيب جو شاندار نمونو هو. شاهنواز ڀٽي کيس آمريڪا تعليم لاءِ وڃڻ کان اڳ اهو سمجهايو هو ته سياست کي ڪنهن ڪاريگر جيان ڪنهن هاڪاري ڪم لاءِ ڪتب آڻجي، اهو ئي ان جو عمل به آهي ته مقصد به آهي، سندس پيءُ جي ابتڙ ڀٽي جي امڙ هڪ ننڍڙي گهراڻي مان هئي، جيڪا کيس اهو سجهائيندي هئي ته اسان جا ماڻهو ڏاڍا غريب آهن، انهن جي خدمت ڪرڻ تنهنجي آئنده جو خواب ۽ مقصد هجڻ گهرجي. گهر ۾ ٻن الڳ تربيتن ۽ سوچن سندس شخصيت کي ٻن حصن ۾ ورهائي ڇڏيو.

ڪشمير ۾ ٻالڪپڻ ۾ کيس گهمندي ڏاڍي اچ لڳي، هن هڪ

شخص کان پاڻي گهريو. ان شخص پنهنجي برتن ۾ پاڻي پيري هٿ اڳتي وڌايو ۽ پوءِ هٿ روڪيندي هن ذلفي کان سندس مذهب پڇيو ذلفي جي مسلمان چوڻ تي هن پاڻي هاري برتن کانئس پري ڪري ڇڏيو علي محمد راشدي ۽ جي ايم سيد جيان هن شخص کي بہ ان وقت جي برهمڻ سوچ زخمي ڪري وڌو ۽ هن جو زخم وقت گذرڻ سان گهرو ٿيندو ويو. پاڪستان ٺهيو تنڍي کنڊ جي ورهاڱي ۾ حيدرآباد دکن ۽ جهونا ڳڙهہ مسلم حڪمرانن جي هوندي لارڊ مائونٽ بيٽن هندوستان جي حوالي ڪري ڇڏيا ۽ مسلم اڪثريت آبادي هوندي صرف هندو راجا هجڻ ڪري ڄمون ڪشمير تي ڀارت دعوي ڪئي ۽ چڙهائي ڪئي.

اقوام متحده قراردادون پاس ڪندي رهي. ٻئي اقوام متحده جي پليٽ فارم تان ڪشمير جو ڪيس بي جگري سان وڙهيو ۽ پوءِ هڪ ڏينهن هن جي ذهن ۾ اهو ويهي ويو تہ ڪشمير قراردادن سان پاڪستان کي ملڻو ناهي، ڪڇ جي هڪ علائقي تي پاڪستان کي فوقيت حاصل ٿي ۽ پوءِ ڪشمير ۾ آپريشن جبرالٽر شروع ٿي ويو ڪڇ جي هڪ علائقي تي قبضي کي ٻئي ڀارت جي ڪمزوري سمجهيو سيپٽمبر 1965ع ۾ ڀارت بي آر بي نهر پار ڪري لاهور ۾ داخل ٿيو هڪ ٻي شڪست هڪ ٻيو زخم، تاشقند ۾ اڃا زخمن مٿان زخم. هن جي روح مان رڙيون نڪري ويون. هن ڀارت سان ڪشمير جي سوال تي هڪ هزار سالن تائين ويڙهہ جو نعرو ڏنو.

1970ع ۾ اپرنڊي پاڪستان جو ڀارت جي چال سان الڳ ٿيڻ تي هو ڦٿڪي اٿيو ڪنهن انٽرويو ۾ هن چيو آهي تہ مان ڀارت جي وزيراعظم اندرا گانڌي سان هٿ ملائڻ کي پنهنجي بيعزتي ٿو سمجهان ۽ منهنجي لاءِ اهو ڏاڍو ڏکيو ڏينهن هوندو جنهن ڏينهن آئون ڪنهن ڀارتي سپاهي کان گارڊ آف آنر وٺندس. بيرحم وقت هن شخص کي شملہ وٺي آيو تنڍي کنڊ ۾ هو صرف نهرو کي وڏو ليڊر سمجهندو هو جنهن کان هو متاثر بہ هو پر ڪشمير سوال تي سندس هٺ، تاڪيس ٻئي جي نظر ۾ ڪيرائي وڌو ٻئو پاڻ چوي ٿو تہ ڪارل مارڪس کي 1945ع ۾ بمبئي ۾ پڙهڻ ۽ کانئس متاثر ٿيڻ کانپوءِ هن پنهنجي زمين هارين ۾ ورهائڻ جو عهد ڪري ڇڏيو هو لينن کان وڌيڪ هو جوزف اسٽالن کان متاثر هو. هڪ عام رواجي موچي جو پٽ

جارجيا ۾ ايريو ۽ سوويت يونين جهڙي ڪمزور رياست کي واڳن وچ ۾ اهڙو طاقتور بڻايائين، جنهن هٽلر جا ۽ اڳتي هلي مغرب جا هيانءَ ڏاري ڇڏيا. اسٽالن جي ريڊ آرمي جو نالو ٻڌڻ سان هڪ عرصي تائين مغرب تي دهشت طاري ٿي ويندي هئي، هن سوويت يونين کي دنيا جي نقشي تي سپر پاور بڻايو. اسٽالن سان محبت جيئن ڪري هو ان جي حريف خروشچيف کان شديد نفرت ڪندو هو جواني ۾ چنگيز خان، سڪندر اعظم، هيني بال هن جا هيرو هئا. هن جي ڪراچي واري گهر ۾ ذاتي لائبريري ۾ هٽلر، نيپولين ۽ ميڪاولي جا ڪتاب چاندي جي جلدن ۾ ڪنهن مخصوص ڪنڊ ۾ سنڀالي رکيل هوندا هئا. احمد سوئيڪارنو ۽ جمال ناصر جهڙا چوٽي جا اڳواڻ، جن جو پٽني جي وزارت خارجه واري زماني ۾ دنيا ۾ ڏاڪو هو هن کي پنهنجو دوست سمجهندا هئا، حالانڪه هي ته صرف سياسي زندگي ۾ بلڪه عمر ۾ به انهن کان الاهي ننڍو هو. الجزائر جي جنگ آزادي جا هيرو بن بالله ۽ حواري بومدين آهن ته ان جي آزادي جو هڪ هيرو اقوام متحده جي پليٽ فارم تي آواز اٿاريندڙ تنهن وقت ذوالفقار علي ڀٽو هو. ماٿوزي تنگ جو هو وڏو احترام ڪندو هو پرچو اين لائي هن جو يار هو. جنهن سان هو راتين جون راتيون ويهي ڪچهريون ڪندو هو.

دور اقتدار ۾ اچڻ کان پوءِ دنيا جي انهن سيني شخصيتن جو اثر ڀٽي جي ڪردار ۾ نظر ايندو ته هن جي عمل ۾ به. هن ڪيپنهنجي ماءُ غريبن جي پارٽ ڪئي هئي، هن غريبن جو خيال رکيو آهي، انهن جو نعرو ڏنائين، هن جي ماءُ مخصوص وڏيرڪي ماحول ۾ ڏڄي ڏڄي رهندي ۽ جيئندي هئي ۽ روئيندي هئي. هو پنهنجي منهن ويهي روئيندو هو. هو بلهي شاهه ۽ غلام فريد جي ڪلام تي پناٽي خان آڏو ڪوٽ ادو ۾ سنڌس اوطاق تي چنل ڪٽ تي ويهي سگريٽ پيئندو ۽ هن جو راڳ ٻڌندو هو ۽ پوءِ روئيندو رهندو هو جيستائين پرهه نه ڦٽي وڃي. منجهس شاهنواز ڀٽي واري وڏيرڪي ڪار به هئي، هن جا افعال ڪنهن وقت بلڪل وڏيرن جيان لڳندا هئا. هو مارڪس ۽ ماٿوزي تنگ کان متاثر هو. هن ڪارخانه قومي ملڪيت ۾ ورتا ۽ زرعي سڌارا ڪيا. اهي زرعي سڌارا آڻڻ لاءِ ۽ پنهنجي پروگرام کي عملي جامو پارائڻ لاءِ هن پاور جو انتهائي بي رحم استعمال به ڪيو جيئن ڪمال

اتاترڪ ڪيو هو جمال ناصر ڪيو هو ۽ جيئن استالن پنهنجي سياسي مخالفن کي ڳولي ڳولي مارايو هو.

استالن پنهنجي اهم رفيق ۽ لينن جي ساٿي ٽراٽسڪي کي جلاوطن ٿي وڃڻ کانپوءِ به مارائي ڇڏيو ۽ ٻئي پي پي پي جي باني ۽ نظريه دان جي اي رحيم کي پنهنجي رياستي ڏاڍ ۽ پي ايس ايف جي ڪارندن ذريعي بي عزت ڪرايو. انقلاب ۽ سڌارا نافذ ڪرڻ لاءِ هن مخالفن لاءِ اهائي بي رحم رياستي طاقت استعمال ڪئي، جيڪا استالن، مائوزي تنگ، ڪمال اتاترڪ، حافظ الاسد کان وٺندي جمال ناصر ۽ ڪرنل قذافي تائين سڀني ڪئي، پر هن پاڪستان جهڙي ڪمزور ملڪ ۽ تباهي جي ڪناري بيٺل رياست کي دنيا ۾ هڪ طاقتور ملڪ بڻايو اسٽيل ملون لڳرايون هيون، ڪيميڪل ڪمپليڪس، صنعتون، ڪارخانا، يونيورسٽيون، ڪاليج. هن ٽن چئن سالن ۾ پاڪستان کي فرش تان کڻي عرش تي پهچايو ۽ بلڪل انهي پاڪستان جي عروج واري دور ۾ ڀارت ۾ بنگال جي جنگ جي فاتح اندرا گانڌي جي ملڪ ۾ ايمرجنسي نافذ هئي ۽ پاڪستان ۾ اسلامي سربراهه ڪانفرنس ٿي رهي هئي، ملڪ ۾ غير ملڪي سرمايو اچي رهيو هو.

ميڊيڪل سائنس مطابق ڄمڻ کان پوءِ ٻار جي ذهن جي واڌ چند سالن تائين ٿيندي آهي ۽ شروعاتي چند سال ڀٽي جي عمر جا شديد بيماري ۾ گذريا. هن جي پيءُ ماءُ کي پڪ ٿي ڪونه هئي ته هي ڪمزور ۽ هميشه بيمار رهندڙ ٻار ڪو موت کان بچي سگهندو. تنهن ڪري ڪيس قلندر جي زيارت ڪرائي وئي هئي، هن لاءِ خاص دعا گهرائي ويندي هئي، جيڪڏهن اهو ٻار ننڍي عمر ۾ صحتمند هجي ها ته شايد نه صرف پاڪستان جو بلڪ دنيا جو نقشو ئي ٻيو هجي ها. ڀٽو ملڪ جو اڳواڻ هو هن جو مقصد پاڪستان تي ۽ عوام جي دلين تي حڪمراني ڪرڻ هو ان ڪري هن وٽ "سنڌ سنڌ" مڙئي گهٽ ملندي پر ان باوجود ڀٽي جون سنڌ لاءِ حاصلات وسارڻ جوڳيون ناهن. ايوب جي وقت ۾ سنڌي ادبي بورڊ جا فنڊ بند ٿي ويا، جڏهن پنجابي ادبي بورڊ ۽ پشتو ادبي بورڊ ڪونهي ته سنڌي ادبي بورڊ ڇاجو؟ ان تي ايوب فنڊ روڪي ڇڏيا. بقول حسام الدين راشدي ته اهي فنڊ پوءِ ڀٽي بحال ڪرايا. پاڪستان جو پهريون سويلين چيف مارشل لا ايڊمنسٽريٽر ۽ صدر ٿيڻ کان پوءِ هن ساڳئي ڏينهن حسام الدين راشدي کي

فون ڪري چيو تہ "چاچا! هاڻي تہ پاڻ ۾ آهيون ڪا سولي ۽ سني صلاح ڏيو"
جي ايم سيد ڪي اندرا گانڌي سان ڳالهائڻ لاءِ هڪ وفد جو سربراهہ مقرر
ڪيائين، اهو الڳ بحث آهي تہ سيد ان وفد ۾ اهو چئي وڃڻ ڪان انڪار
ڪيو تہ "ايڏي وڏي وفد ۾ مان ويندس تہ اهي ماڻهو ڳالهائيندا يا آئون." پنهنجي
جي وقت ۾ سنڌ ۾ خوشحالي آئي، ڪراچي جنهن جا دروازا سنڌين لاءِ بند
هئا، اتي سنڌين لاءِ راهون کليون ۽ اڳتي هلي سنڌي اسلام آباد ۾ داخل ٿيا.
پڙهيل سنڌي ماڻهو پنهنجي ڪان اڳ سنڌي ڳالهائڻ ۽ سنڌي ڪپڙا پائڻ ڪان پيا
لڄي ٿيندا هئا، سو اهي فخر سان سنڌي سڏائڻ، سنڌي ڳالهائڻ ۽ سنڌي
ٽوپي پائڻ پنهنجي ڪان پوءِ سکيا. پوءِ ملڪ سميت سنڌ جا ماڻهو سعودي عرب ۽
دبئي ويا، اڄ سنڌي گهرن ۾ جيڪا ٽي وي، فرج ۽ بوسڪي نظر اچي ٿي ۽
عرب ملڪن مان جيڪو ناڻو آيو آهي، اهو انهي شخص جي ڪري آهي،
ٻولي واري معاملي تي پنهنجي ڪي سيني ملزم ٺهرايو تہ هن ٻولي واري بل واري
معاملي تي سنڌ ڪي ٻن ٻولين وارو ۽ ٻن قومن وارو صوبو قرار ڏنو آهي، وقت
ثابت ڪيو آهي تہ ان وقت پنهنجي جي دور انديشي درست هئي، پاڻ ٻولي اردو
پڙهياسين تہ خير آهي پر مهاجر ۽ پنجابي جيڪڏهن سولي سنڌي پڙهيا تہ
اهو سنڌ جو فائدو هو سنڌ ورهاڱي ڪان بچي پئي سگهي ۽ سنڌ گهرو شورش
ڪان بہ جان ڇڏائي پئي سگهي. "اڄ پڻ چڪيم چاڪ" ۾ جي ايم سيد لکيو
آهي تہ هڪ ڏينهن ايندو جڏهن ڏاريا سنڌي سڏائي اسان ڪي سنڌ مان
ڪيڏي ڇڏيندا ۽ اسان جي وسيلن توڙي روزي تي قبضو ڪندا پر وقت اسان
لاءِ ڪنهن ٻئي طريقي سان آيو اسان ماڻهن ڪي منٿون پيا ڪريون تہ سنڌي
سڏايو ڪنهن نہ ٻڌو ۽ هاڻي اسان چئون پيا تہ سنڌي ڀلي سڏايو پر سنڌ جي
ورهاڱي جي ڳالهہ نہ ڪريو. اڄ حميده کهڙو بہ چوي ٿي تہ."خدا جي واسطي
قومن جي ڳالهہ نہ ڪريو اها ڳالهہ ڪندئو تہ گهٽيون قومون ٺهي پونديون،
صرف صوبن ۽ صوبائي خودمختياري جي ڳالهہ ڪريو."

ٿوري فرق سان اها ڳالهہ ڇا پنهنجو نہ ڪري ويو هو، سنڌ جا سمورا
باشندا، جن جو جيئڻ مرڻ سنڌ سان آهي، انهن جو اتحاد ئي سنڌ جي قومي
وحدت ڪي بچائي سگهي ٿو ڇا پنهنجو اهڙي ڳالهہ نہ ڪري ويو هو ڇا اهڙي پارٽي
تمام گهٽين خامين هوندي پنهنجي واري پي پي پي نہ هئي، جنهن ۾ سنڌي بہ هئا،
پٺاڻ بہ هئا، پنجابي بہ هئا، مهاجر ۽ بلوچ بہ هئا، سنڌ جو مقدر پاڪستان سان

هنن جي پنهنجي ماڻهن جوڙيو هو. اهو زبردستي جو سودو ڪونہ هو. جيڪڏهن پنهنجي ڳچي تي ڪنهن ڪاتي رکي آهي تہ اهي اسان پاڻ ٿيئ آهيون. سنڌ پاڪستان ۽ جمهوري پاڪستان ۾ خوشحال رهي سگهي ٿي. ان ڪانسواءِ نہ رڳو پاڻ وٽ ڪا سگهہ ڪونهي، بلڪہ پاڪستان جيڪڏهن سياڻي نٿي پيو تہ پوءِ سنڌ جا ڪيترا ٽڪرا ٿيندا، اهو سوچي جسم مان رڙيون نڪري ٿيون وڃن. ينائي ڪان پوءِ جيڪڏهن سنڌ مان ڪنهن شخص کي دنيا سڃاڻي ٿي تہ اهو ذوالفقار علي ڀٽو ۽ ان جو خاندان آهي (جناح بہ سنڌ جو هو ليڪن ان جي سنڌ واري سڃاڻپ ڪونهي) ڀٽي جي سياست ۾ وڏا فائدا هئڻ سان گڏ وڏا نقصان بہ آهن. ليڪن بينظير ڀٽو تہ سنڌ کي ڪجهہ بہ نہ ڏيئي سگهي آهي. هن جي اکين آڏو سنڌي پي آءِ اي، اسٽيل مل ۽ ٻين صنعتي ادارن توڙي ڪارپوريشنن مان تڙيا پيا وڃن. سنڌ جو پاڻي داداگيري ڪري ڦريو پيو وڃي، ليڪن هن کي صرف پنهنجي اقتدار جي واپسي جي اڻ تڻ آهي. ڀٽو مشهور فلسفي جان لاڪ يا ايمرسن جو هڪ قول دهرائيندو هو تہ "سياست ۾ يڪسوئي نہ هجي، جاءِ ٺاهبي رهجي تہ جيئن سياڻي مخالف سان ويهڻ ۾ جاءِ ٺاهڻ ۾ ڏکيائي نہ ٿئي، پر شرط اهو آهي تہ اهو سيڪجهہ ڪنهن وڏي مقصد کي حاصل ڪرڻ جو ذريعو هجي." بينظير ڀٽو پنهنجي سموري سياست ائين ٿي ڪيڏندي رهي آهي ۽ ڪيڏندي رهي ٿي، ڪالهہ غلام اسحاق خان ۽ جنرل اسلم بيگ سان گڏ تہ ڪنهن وقت نوبزادي نصرالله، مولانا فضل الرحمان ۽ قاضي حسين احمد، نواز شريف سان گڏ. اڄ وري جنرل پرويز مشرف سان گڏ، ڇا هن جو وڏو مقصد صرف اقتدار حاصل ڪرڻ نہ آهي!؟

ڀٽي جون غلطيون بہ وڏيون هيون پر هن شخص جون حاصلات ان کان بہ وڏيون هيون. بينظير ڀٽو بہ تمام وڏي ليڊر آهي، هن جون بہ غلطيون تمام وڏيون آهن پر هن جون حاصلاتون دنيا ڪالهہ بہ ڏٺيون هيون ۽ اڄ بہ ڏسي رهي آهي. بينظير ڀٽو ملڪ جي وڏي اڳواڻ آهي، هوءَ ڀٽي جيان سنڌ ۽ هن ملڪ جي دنيا ۾ سڃاڻ آهي، پر ان جو ڪارڻ هوءَ پاڻ نہ؛ بلڪہ سندس پيءُ ذوالفقار علي ڀٽو آهي. عوام اڄ بہ هن ۾ صرف ذوالفقار علي ڀٽو کي ڳولڻ لاءِ کيس ووٽ ڪري رهيو آهي ۽ سندس حمايت ڪري رهيو آهي.

5 جنوري 2002ع

# نئون عالمي منظرنامو ۽ سنڌ جي آجپي واري تحريڪ

جڏهن اوير پاڪستان بنگلاديش نه بڻيو هو تڏهن پاڪستان جي تحريڪ آزادي جي هڪ اهم اڳواڻ ۽ "هماري قومي جدوجهد" جي مصنف عاشق حسين بٽالوي کي بنگالي نوجوان ڏاڍو تنگ ڪندا هئا. "بنگالين کي 1940ع جي قرار داد لاهور مطابق حق ڇو نٿا ڏنا وڃن؟!" دليلن جي معاملي ۾ بٽالوي بنگالي نوجوانن کان ڏاڍو نڪتو. "اهو حق توهان کي برطانوي سرڪار کان ان وقت گهرڻ گهربو هو جڏهن جولاءِ 1947ع ۾ نئين ڪنڊ کي آزاد ڪرڻ جي طريقيڪار تي برطانيا جي پارليامينٽ ۾ قرارداد پاس ٿي رهي هئي." 1940ع جي قرارداد لاهور پاڪستان جي وجود جو بنياد پيلي هجي، ليڪن ان جي آزادي جولاءِ 1947ع ۾ برطانوي پارليامينٽ جي ايڪٽ هيٺ ٿي آهي. اهو ايڪٽ هاڻي واپس نٿو ٿي سگهي. برطانوي پارليامينٽ جي ايڪٽ کي واپس نه ڪرائي سگهندڙن ۽ بٽالوي کي بحث ۾ نه مڃائيندڙن اڳتي هلي ڊان منڊي ڍاڪا جي هڪ جلسي ۾ انهي ايڪٽ کي مڃڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو ۽ پوءِ 1971ع ۾ پلٽن ميدان ڍاڪا ۾ بنگالين انهي ايڪٽ کي پرزا پرزا ڪري ڇڏيو. برطانوي پارليامينٽ وارو ئي وقت هو جڏهن 1938ع ۾ جناح جي اڳواڻي ۾ مسلم ليگ ۽ پاڪستان سان سائين جي ايم سيد پيچ پائي رهيو هو ۽ هندن کي سنڌ مان ڪيڏڻ جون ڳالهيون ٿي رهيون هيون. گڏيل هندستان جي ڪنڊ ڪڙڇ مان مسلمانن کي سنڌ ۾ آباد ڪرڻ جا عهد پئي ٿيا. اها سوچ پکيڙي ويئي ته سنڌ جا مسلمان هندو دڪاندار ۽ تاجر کان وکر ۽ سودو خريد نه ڪن ۽ محمد علي جناح کي اهي ڏس ڏنا ته، سنڌ ۾ هندن جي بائيڪاٽ واري روش باقي هندستان ۾ به اپنائڻ گهرجي، پاڪستان ٺهيو ليڪن نه نئين ملڪ جي عوام جو مقدر بدليو نه وري سيد جي سنڌ ۾ هٿ واڻئي وٽ غلام سنڌي مسلمان ذلت جي زندگي کان آجپو حاصل ڪيو اهو نه جناح وارو پاڪستان هيو نه سيد جي خيالن ۾ آباد ملڪ هيو مورڳو سڄي سنڌ گهرندڙ

سيد سن ۾ قيد ٿي ويو. چوندڻ عمل ۾ نوان مهرا ميدان ۾ اچي ويا ۽ سيد جا گهڻ گهيڙ بند ٿي ويا. جند ۽ سنڌ آزاد ٿيڻ بجاءِ مورڳو سوگها ٿي ويا ته بنگال پاڪستان ٿي ويو. بنگال جي الڳ ٿيڻ سان سيد جي دماغ ۾ اها شئي شدت سان اڀري آئي ته هن ملڪ ۾ قومي آجپو حاصل ڪري سگهجي ٿو ۽ سنڌ جي آجپي جي واٽ به اهائي آهي، ليڪن پاڪستان جي رياست جو ڏاڍ سيد جي عزم، حوصلي ۽ ارادي کان وڌيڪ ڏاڍو نڪتو ۽ سيد هڪ ڀيرو وري ڪنفيڊريشن جي سوچ ڪي ويجهو ٿي ويو. آخري وقت ۾ سيد جي سالگرهن ۾ هڪ دفعو وري بلوچ، پشتون ۽ سرائيڪي اڳواڻ اچڻ شروع ٿي ويا ۽ پوءِ سيد آخر ۾ اها ڳالهه ڪري چڻ هارائي ويٺو هو ته پاڪستان ۾ سرائيڪين، پنجابين، سنڌين، بلوچن ۽ پشتونن تي مشتمل هڪ ڪنفيڊريشن ٺاهي وڃي. ممتاز علي ڀٽو ته اڃان تائين اها ڳالهه ڪري پيو ته جي ايم سيد آخر ۾ ملڪ کي ڪنفيڊريشن بڻائڻ جو حامي هو. جيئن حالتون 1971ع ۾ 1947ع واريون نه هيون، ائين ئي سيد جي وفات تائين وارو ماحول اڃا به تبديل ٿي چڪو هو.

1947ع ۾ ٻي عالمي جنگ کانپوءِ دنيا ۾ آزادي جي تحريڪن جو دور هو. سامراجي دنيا جي ڪک مان سوويت يونين جهڙو آزادي جي تحريڪن جو حامي ۽ هڏڏوڪي ڦٽي چڪو هو. ان کي استالن هڪ وقت ۾ ناقابل تسخير بڻائي ڇڏيو هو ۽ پوءِ پوري يورپ ۾ هڪ طرف، ته باقي دنيا ۾ ٻئي طرف جمهوريت، سوشلزم ۽ قومي آزادي جون تحريڪون طاقت وٺي پنهنجا مقصد حاصل ڪري رهيون هيون. 1971ع ۾ جڏهن بنگال پاڪستان کان الڳ ٿي ٿيو ان وقت تائين آزادي جون تحريڪون پنهنجي شاندار اوج تي هيون. ننڍي کنڊ ۾ سوويت يونين جو اثر افغانستان ذريعي پاڪستان تي پئجي رهيو هو ۽ انهن سان ساٿ جي ڪري ئي سرحد ۾ ولي خان، بلوچستان ۾ مينگل، بزنجو خير بخش مري ۽ محمد خان اچڪزئي به وڏي قوت نظر اچي رهيا هئا ۽ انهن کي ڏسندي ننڍي کنڊ ۾ قومپرست تحريڪون سگهاريون نظر آيون، انهيءَ عرصي دوران پارت ۾ آسام جي قوم پرست تحريڪ ۽ ايرندي پنجاب ۾ سکن جي قوم پرست تحريڪ ۾ چڱو خاصو چال آيو ۽ انهيءَ دوران ئي ترڪي، شام، ايران ۽ عراق ۾ ڪرد قوم

پرست تحريڪ ۽ ايران ۾ بلوچ تحريڪ ۾ واڌ آئي ته آفريڪا ۾ وري پوليساريو فرنٽ ذريعي صحارا جي مراڪش خلاف جنگ ۽ ايٿوپيا خلاف اريٽيريا جي قوم پرست تحريڪ ۾ شدت آئي، ليڪن عالمي توازن ۾ سوويت يونين جي ڪمزور ٿيڻ ۽ اڳتي هلي ان جي ٽٽي پوڻ ڪري پوري دنيا جون قوم پرست تحريڪون دم توڙيندي نظر آيون.

بنگال جي پاڪستان کان الڳ ٿيڻ وقت جي ايم سيد آزاد سنڌو ديش جو نعرو ڏنو جيڪڏهن جائزو ونجي ته نظر اهو ٿو اچي ته بنگال جي الڳ ٿيڻ کان ٿورو عرصو پوءِ جي دور ۾ قوم پرست تحريڪ ڪمزور ٿيندي نظر ٿي اچي، ان بعد وڏي پئماني تي جيڪڏهن قومي رياستون جڙيون آهن ۽ انهن آزاد وطن جي صورت اختيار ڪئي آهي ته ان جو به وڏو حصو سوويت يونين ۽ ان جي اتحادي وارساپيڪٽ جي ساٿي ملڪن ۾ ٽوڙ ڦوڙ جي نتيجي ۾ ٿيو آهي

سوويت يونين ۾ ڪميونسٽن لينن جي فڪر ۽ فلسفي جي لاڪ لاٿي، ان ۾ ڪو به شڪ ڪونهي، ليڪن لينن جيڪو اهو عهد ڪيو هو ۽ ڏاڙ هنئي هئي ته مظلوم ۽ ننڍين قومن جي مفادن جو رکوالو ڪميونسٽن کان وڌيڪ ڪير ڪونهي، ان جي لڄ ڪميونسٽن ضرور رکي آهي. گورباچوف جي پروسترائيڪا جي نعري هيٺ جتي پيون تبديليون آيون، اتي ليٽويا، لٿوانيا ۽ ايسٽونيا جي بالٽڪ رياستن کي هڪ طرف ته ڪازڪستان، ازبڪستان، تاجڪستان، ترڪمانستان ۽ ڪرغيزيه جي وچ ايشيائي رياستن کي ٻئي طرف، جڏهن ته جارجيا، آرمينيا، يوڪرين ۽ بائيلو رشيا جي ڪاري سمنڊ جي رياستن کي ٽئين طرف بنا ڪنهن گولي هلائڻ ۽ ميز تي ويهي پرامن نموني سان. تنهن وقت جي سوويت يونين لينن جي ڪميونسٽ پارٽي پاران ڏنل حق خود اراديت کي استعمال ڪرڻ جو حق ڏئي آزاد ڪري ڇڏيو ۽ ائين چيڪو سلواڪيا به پرامن نموني پنهنجي قومن جي رضامندي ذريعي چيڪ ۽ سلواڪ ريپبلڪ ۾ ورهائجي ويو.

يوگوسلاويه ۾ آمريڪي مداخلت ۽ سرب قوم پرستن جي بدمعاشين جي ڪري بلقان جو خطو سالن تائين خون ۾ ٻڏل رهيو ۽ آخر ۾ ڇهن ئن رياستن ۾ تبديل ٿيو ۽ اڃا تائين اتي ڪوسوو مقدونيه ۽ مانيٽينگرو جي آزاد

رياستن جي لڙائي ڪنهن منطقي نتيجي تي نہ پهتي آهي.

سيد جي آزادي جي نعري ڏيڻ واري وقت کان سوويت يونين جي ٽٽڻ واري وچ واري عرصي جو جيڪڏهن جائزو وٺجي ٿو تہ اهو حقيقت ۾ قوم پرست تحريڪن جي ڪمزور ٿيڻ جو وقت آهي، ليڪن سوويت يونين جي ٽٽڻ کانپوءِ واري وقت کان جيڪڏهن اڄ جي دور تائين جائزو وٺجي ٿو تہ صورتحال اها ٿي بيهي تہ قوم پرست تحريڪ نہ صرف مري رهي آهي، بلڪ آمريڪا جي گلوبلائيزيشن ۽ نيو ورلڊ آرڊر هيٺ واري دور ۾ انهن تحريڪن جا سڄڻ بہ نہ رهيا آهن. ڀارت جيڪو تمام گهڻين قومن، ٻولين ۽ ڪنهن وقت جي گهڻين رياستن جو وطن هو ان ملڪ ۾ پنجاب جي ڪنهن وقت جي قوم پرست سک تحريڪ جنهن ڪانگريس اندرا گانڌي جي جان جي قرباني ورتي، اها بہ ختم ٿي وئي آهي. آسام چوڌاري جي مسلسل عمل ۾ رهڻ جي ڪري ڀارت سان جڙندو پيو وڃي. حالانڪ ڀارت جون رياستون ڏينهون ڏينهن نسبتن خودمختيار ٿينديون پيون وڃن، ليڪن اهي ڀارت سان integrate بہ ٿينديون پيون وڃن. منڊي جي معيشت جو اهو ڪمال آهي تہ ڀارت جي هڪ گڏيل معاشي اقتصادي منڊي سيني ڀارت واسين کي هڪ لڙهي ۾ جوڙيندي پئي وڃي. منڊي جي رياستي معيشت هڪ مشترڪ سوچ ۽ جمهوريت جي گهرجائو آهي. جمهوريت ۽ بهتر جمهوريت طرف ڀارت جو تمام گهڻين مشڪلاتن باوجود سفر جاري آهي.

پاڪستان ۾ پشتون ۽ بلوچ قوم پرست تحريڪون افغانستان جي ڪنهن وقت ۾ حمايت سبب تمام طاقتور رهيون، پر اهي قوم پرست تحريڪون هن وقت آهن تہ سهي، ليڪن پاڪستان خلاف هجڻ وارو رنگ ختم ڪري چڪيون آهن. سنڌ اندر قوم پرستي جا جذبا ضياءُ الحق جي دور ۾ چوٽ تي هئا، پٺتي جي بي رحم موت سنڌ جي مرڪز ۽ ملڪ ڏانهن رويي جو تعين پئي ڪيو ليڪن سنڌ جي سياست مان ڏينهون ڏينهن قوم پرست تحريڪ جو ڪمزور ٿيڻ ڇا سنڌي ماڻهو جو ملڪي سياست ۾ جڙڻ جو عمل نہ آهي؟ جي ايم سيد سنڌ جي قوم پرست سياست جو سمبل هو ۽ آهي. هن وقت اها صورتحال آهي تہ سيد جي وفات کانپوءِ اڳ ۾ ئي ڪمزور قومپرست تحريڪ وڌيڪ ڪمزور ٿي وئي آهي. سيد جو ڪنهن وقت ۾

جانشين سمجهيو ويندڙ پٽ سيد امداد محمد شاهه هاڻ اهو ٿو چئي ته اسان پونم جي پليٽ فارم تي پاڪستان ۾ رهي ڪري سنڌ جا حق وٺڻ چاهيون ٿا.. سيد جو هڪ ٻيو جانشين سيد جلال محمود شاهه ته پرويز مشرف جي مڪاني نظام وارين حڪومتن جو وڏو حامي آهي ۽ هن جي سياست جنهن رخ طرف وڃي رهي آهي، ان ۾ پاڪستان اندر رهي حق حاصل ڪرڻ ئي ان جو مقصد آهي.

جيئي سنڌ تحريڪ جي جي ايم سيد جي ڪنهن وقت جي چيئرپرسن حميده کهڙو هاڻي اها ڳالهه ڪري رهي آهي ته قومن بجاءِ صوبن جي ڳالهه ڪرڻ گهرجي، قومن جي ڳالهه ٿيندي ته پوءِ سنڌ اندر ٻيون قومون به پيدا ٿي پونديون. بشير خان قريشيءَ جو جيئي سنڌ قومي محاذ ته ائين ٿو لڳي ڄڻ اهو الطاف حسين جي متحده قومي موومينٽ جي سنڌي شاخ آهي، جنهن کي اسٽبلشمينٽ سان سوديبازي لاءِ الطاف حسين ڄڻ ته پاڻ سان جوڙيو وينو آهي. 1947ع واري سياست 1971ع ۾ ڪرڻ جيئڻ فضول هئي، ائين ئي ٽين هزاري ۾ 1971ع واري سياست ۽ نعرا پنهنجي حيثيت وڃائي چڪا آهن. زميني حقيقتون تيزيءَ سان تبديل ٿي رهيون آهن. پاڪستان ڪالهه افغانستان مان هٿ ڪڍيا هئا اڄ ان کي ڪشمير تان هٿ ڪڍڻ لاءِ ڀارت، آمريڪا ۽ سموري دنيا مجبور ڪري رهي آهي. پاڪستان وٽ "نه" جي گنجائش ئي ڪونهي.

افغانستان جيڪو 11 سيپٽمبر کان اڳ عمل ۾ سوچ ۾ سياست ۾ ۽ حقيقت ۾ هندوڪش جابلو سلسلي جي ذريعي ٻن حصن ۾ ورهايل هو ان کي اڄ آمريڪا هڪ ڪري رهيو آهي. معاشي ۽ اقتصاديت ۾ سائنسي ۽ ٽيڪنيڪي انقلاب ڪانپوءِ هاڻ ان ۾ ڪمپيوٽر جي دنيا به داخل ٿي وئي آهي، جنهن ۾ منڊي جي معيشت جو سسٽم سمورين شين جو تعين ڪري رهيو آهي. ڪارل مارڪس جي اها ڳالهه ته معيشت جو جوڙيندڙ پلي ماڻهو هجي، ليڪن اها ان جي ڪنٽرول کان آزاد پنهنجي رخ تي سفر ڪري رهي آهي، اڄ به ڪيڏو نه سچ آهي. سرمائي جي راڄ جي جهان ۾ اڄ جي منڊي جي معيشت ۽ انساني، سماجي، معاشي ترقي جي راهه ۾ اهي قوم پرست ڌريون رڪاوٽ آهن. گڏيل ۽ وڏا وڏا فورم، علائقائي اقتصادي ٽوڙي معاشي

تنظيمون وقت جي ضرورت آهن. يورپي يونين پنهنجي ڏگهي سفر ڪانپوءِ
نئين سال ۾ يورپ ۾ يورو کي نافذ ڪري چڪي آهي. گلف جون عرب
رياستون ايندڙ ڏهن سالن ۾ يورو جيان پنهنجيءَ گڏيل ڪرنسي کي نافذ
ڪرڻ جو اعلان ڪري چڪيون آهن. دنيا ۾ جتي ايڏيون وڏيون اقتصادي،
معاشي، سياسي تبديليون اچي رهيون آهن، رياستن جا بند ڀڃي ۽ ٻيچي رهيا
آهن، اتي قوم پرست تحريڪن کي ڪا موٽ ملي،اهڙو امڪان تمام گهٽ
آهي. ان کي عالمي طور تي ڪي ساٿي ملن، ان جا امڪان نہ هجڻ جي برابر
آهن. سوويت يونين پنهنجو وارو وڃائي ويو. آمريڪا حالانڪ ڪوسوو ۽
اوڀر تيمور ۾ تازو ائين ڪري چڪو آهي، ليڪن وسيع تر مفاد،
گلوبلائيزيشن ۽ پنهنجي نيو ورلڊ آرڊر جي پلي لاءِ پاڪستان ۾ نہ رڳو
مرڪز گريز قوتون ڪونهن، پر جيڪي آهن، انهن جا پويان ڏينهن آهن.
پاڪستان جي اولهہ ۽ اوڀر ۾ سخت دٻاءُ آهي تہ ڪشمير کي ڳالهين ذريعي
حل ڪيو وڃي، هٿيارن جي سياست ختم ٿيڻ گهرجي، رياستي دهشتگرديءَ
سان گڏ اڄ جي دنيا ۾ فلسطين جي گلولين جهڙي هٿيار کي بہ استعمال
ڪرڻ جي حمايت ڪرڻ لاءِ ڪير تيار ڪونهي. چي گويرا ۽ ان جي مسلح
انقلابي جنگ واري نعري کي اڄ جي دنيا اپنائڻ لاءِ تيار ڪونهي، اُسامہ بن
لادن تاريخ جي ڪباڙخاني حوالي ٿي ويو آهي. آمريڪا انهيءَ هٿيار خلاف
جنگ جو اڄ پاڻ سربراهہ بڻيل آهي، حالانڪ ان جي پنهنجي هٿ ۾ هٿيار
آهي، وقت انهيءَ لاءِ بہ سياٽي پوک پچائيندو. ٻين لاءِ ڏنڊو استعمال ڪندڙ
کي هڪ ڏينهن پاڻ بہ اهو ڏنڊو ڦٽي ڪرڻو پوندو. اڄ جي دنيا ۾ جنهن قسم
جي سياست جا نوان هٿيار نهي رهيا آهن، ان ۾ جي ايمِ سيد جي سياست
جي ڪيتري گنجائش آهي، ان تي هڪ دفعو وري سوچڻ جي ضرورت آهي.
جڏهن پاڻ پاڪستاني رياست جو حصو آهيون تہ پوءِ سنڌ جي حقن جي
سياست انهيءَ رياست جي ڪردار ۽ جوهر کي ڏسي ڪرڻي پوندي. بدليل
عالمي ۽ علائقائي ماحول قوم پرست تحريڪن جي حق ۾ ڪونهي ۽ سنڌ
کي پاڪستان کان علحده ٿيڻ واري سياست کي هتان جي اسٽبلشمينٽ
برداشت ڪرڻ لاءِ تيار ڪونهي. اها رياست تہ سويلين قوتن کي پنهنجي
شرطن کانسواءِ اقتدار جي واڳ ڏيڻ لاءِ بہ تيار ڪونهي. ملڪ اندر

اسٽبلشمينٽ خلاف اپرندڙ سرڪشي کي ڪيئن ٽوڙٽو آهي، ان کي اپرڻ ناهي ڏيڻو ان لاءِ رياستي ڏاڍ به آهي ته ايجنسيون به آهن. آزاد پختونستان ۽ آزاد بلوچستان جو نعرو دم ٽوڙي وينو آهي ۽ سنڌ ۾ ته اها ڪا تحريڪ ٿي ڪا نه هئي ۽ نه آهي. صرف سيد جو نعرو هو جنهن جي عوام ۾ موٽ ٿي ڪانه هئي.

سنڌ جي حقن کي حاصل ڪرڻ جي شوق ۾ نڪتل سمورا قوم پرست اڳواڻ اڳتي هلي سيد جي سياست کي خدا حافظ چوندا ويا. اها ڏکي به هئي، ليڪن ان کي موٽ به نه ٿي ملي. ان لاءِ اخلاقي جواز به ڪو نه هو ڇو ته سنڌ پاڻ پاڪستان ۾ شامل ٿي هئي. هن وقت سيد جا پنهنجي گهر جا پاتي اهڙي سياست کي خودڪشي سمجهن ٿا. ڇا حميده کهڙو واري اها ڳالهه بحث طلب ناهي ته وڌيڪ صوبائي خودمختياري ۽ جمهوريت لاءِ جدوجهد ڪرڻ گهرجي.

ڏکين سکين حالتن هوندي سول جمهوري قوتن سان گڏ بيهجي، انهن جي جنرلن خلاف جنگ ۾ مخالف ٿي نه بيهجي، جيئن سول جمهوري قوتون طاقتور نظر اچن. سنڌ انهي اخلاقي جواز تي سول قوتن سان بيهي سگهي ٿي ۽ انهن سان جهيڙو به ڪري سگهي. ٿي ته سنڌ جن شرطن تحت پاڪستان ۾ شامل ٿي هئي، انهن تي عمل ڪيو وڃي. سنڌ جا وسيلا سنڌ جون نوڪريون، انهن تي پهريون حق سنڌي ماڻهن جو آهي. ڪالاباغ ڊئم واري معاملي تي، سنڌ جي وسيلن جي ڦرلٽ واري معاملي تي، گهوٽڪي جي ڪچهه ڏينهن کي پنجاب کي ڏيڻ واري سازش واري مسئلي تي ڇا سنڌ جا سمورا ماڻهو متفق ۽ گڏ ناهن. اهڙي قسم جي سياست اهڙي قسم جي پارٽي سنڌي ماڻهن جي قيادت ۾ بين مستقل باشندن کي جيڪڏهن ملائي جدوجهد ڪري ته سنڌ جو شاندار مستقبل ۽ ان جا ڀرپور خواب ڪير به ٽٽو ڪسي سگهي.

17 جنوري 2002ع

# بينظير لاءِ "No" ڪانسواءِ ٻي واهہ ناهي

وقت پنهنجو پورو چڪر ڪاٽي آيو آهي. جنرل اڪبر 1951ع ۾ ملڪ جي سول حڪومت خلاف ڪشمير لاءِ جهاد ۽ ملڪ ۾ انقلابي حڪومت آڻڻ جي نيت سان بغاوت ڪئي، جيڪا پوءِ راولپنڊي سازش ڪيس جي نالي سان مشهور ٿي، جنهن ۾ آرمي ۽ ملڪ ۾ موجود سمورن سرخن سڌي يا اڻ سڌي طرح حصو ورتو يا ان جي حمايت ڪئي ۽ پوءِ ان بغاوت کي بهانو بڻائي جنرل ايوب خان سول ۽ جمهوري قوتن سان هڪ پيانڪ ويساهہ گهاتي ڪئي، ملڪ ۾ پوءِ هتان جا سرخا ڪامريڊ ڪنهن پٺي جنرل اڪبر خان کي ڳوليندا ئي رهيا.

ڪنهن وقت جي پراڻي ڪامريڊ جو اهو جملو اڃا تائين منهنجي ڪنن ۾ سُربات ڪري رهيو آهي تہ فوج ۾ جيڪڏهن اسان جو حصو پتي هجي ها تہ پاڻ انهن جي خلاف هجڻ بجاءِ ساڻن گڏ هجون ها. 11 سيپٽمبر مُلن لاءِ تہ قيامت ثابت ٿي،پر اها 11 سيپٽمبر ملڪ جي اڪثر ڪامريڊن لاءِ هڪ نعمت بڻجي آئي آهي. سڌي يا اڻ سڌي طرح ماضي جا سرخا اڄ جنرل پرويز مشرف سان گڏ آهن، هڪڙو ڪامريڊن جو جٿو قومي جمهوري پارٽي ۾ شامل ٿي جنرل پرويز مشرف جي راهہ جا ڪنڊا هٽائي ان لاءِ اکيون وڇائي رهيو آهي. گذريل ڪيئي ڏهاڪن کان ملائيت کان مار کائيندڙ امتياز عالم، ايچ ڪي برڪي ۽ ڊاڪٽر مبشر حسن جهڙن دانشورن جي چڱي خاصي کيپ جنرل پرويز مشرف ۾ هڪ ٻيو اتاترڪ، هڪ ٻيو احمد سوئيڪارنو ڏسي رهي آهي. گذريل جمعي تي شير پائو ڳوٺ ۾ حيات محمد خان شيرپائو جي ورسي ۾ عجيب منظر هو. ورسي جي نالي تي آفتاب احمد خان شيرپائو جي گرفتاري خلاف احتجاج ۾ تبديل ٿي ويل ميڙ آفتاب شير پائو جي وشال محل جي اڱڻ ۾ ماپيو ئي نہ پئي. ان ميڙ ۾ ماڻهن جي آڌرياءُ جي ذميواري اڳوڻو ڪامريڊ، سرخو ۽ موجوده انساني حقن جي ڪميشن جو چيئرمين افراسياب خٽڪ نڀائي رهيو هو ۽ ان ميڙ ۾ سنڌ مان رسول بخش پليجو بہ

سيڙجي پهتو هو. افراسياب خٽڪ ان شخص جي مجلس ۾ اها ڪارڪردگي ڏيکاري رهيو هو جيڪو ايندڙ آڪٽوبر جي چونڊن لاءِ اسٽبلشمينٽ پاران ڪنهن اهم ذميواري لاءِ تيار ڪيو پيو وڃي. ڪالهه اسلامائيزيشن ۽ نظام مصطفيٰ جي ڳالهه ڪري جنرل ضياءُ الحق ملڪ جي ماڻهن کي بيوقوف بڻائي پورا يارنهن سال ڪيڏي ويو. اڄ ان جو اسلامي نظام خبر ناهي ڪاڏي هليو ويو آهي، مولوي ويچارا ڳوليا به ڪو نه ٿا لڀن. اڄ هن ملڪ ۾ هڪ اتاترڪ پيدا ٿيو آهي، جيڪو اسلامي سيڪيولر ازم جون ڳالهيون ڪري ٿو عورتن جي حقن جون نه صرف ڳالهيون ڪري ٿو بلڪه انهن کي رياستي ادارن ۽ اسيمبلين ۾ جاءِ به وٺي پيو ڏي. جهاد عنصر کي اسٽبلشمينٽ مان هن ٻاهر ڪيڏي ڇڏيو آهي.

اقليتن وٽ پنهنجي لاءِ هو هڪ جاءِ ٺاهيندو پيو وڃي، ملڪ ۾ ڪير به جمهوريت جي ڳالهه ڪري. سوشلزم، ڪميونزم ۽ سنڌو ديش جو نعرو هڻي، ان کي ڪا جهل پل ڪونهي، بس ڪير امن امان جو ڪو مسئلو پيدا نه ڪري. ملائيت جا ماريل ماضي جا ڪامريڊ جنرل پرويز مشرف ۾ ڪنهن قذافي ۽ حافظ الاسد کي ڏسي رهيا آهن. آخر لينن ۽ مائو، اسٽالن ۽ مارشل ٽيٽو سميت سمورن انقلابين رياست جو آئين ٺپي استعمال ڪيو اهي به ته عوام جا چونڊيل ماڻهو ڪو نه هئا. اهي به ته بهرحال مطلق العنان ۽ آمر هئا. جنرل پرويز مشرف جيڪا حقيقي جمهوريت ۽ سماجي انصاف جي ڳالهه پيو ڪري ۽ جنهن 11 آگسٽ 1947ع واري قائداعظم جي تقرير کي ڪٻٽ مان ٻاهر ڪيڍيو آهي، اهو اڄ سڀ ڪان وڏو خطرو ان لاءِ آهي، جنهن کي گذريل پنجويهه سالن ۾ وقت جو ڪو به ڏاڍ، جبر ۽ سازشون ختم نه ڪري سگهيون آهن. هو نه صرف بينظير ڀٽو کي ملڪ کان ٻاهر رهڻ تي مجبور ڪيو ويٺو آهي، بلڪه سندس ڏکندڙ رڳ تي هٿ رکيو آهي ۽ سندس ووٽ بئنڪ تي اثرانداز ٿي رهيو آهي. روشن خيال ۽ لبرل ماڻهو عورتون ۽ اقليتون ڀٽي جي سياسي فلسفي ۽ ان پارٽي جا وارث به هئا ته انهن مسلسل پ پ کي ووٽ به ڀڳي ڪيو. جيڪڏهن هنن پ پ کي 1990ع ۽ 1996ع ۾ ووٽ نه ڏنو انهن ڪنهن ٻي ڌر کي به سپورٽ ۽ ووٽ نه ڀڳي ڪيو. اهو حلقو هن وقت تازي ٿيل سروي مطابق جنرل پرويز مشرف ۽ ان جي سڌارن جي حق ۾ ٿيندو پيو وڃي. بينظير ڀٽو جيڪا

پنهنجي والد جي پوڪيل پوک جي ڪري ٻه دفعا ملڪ جي وزيراعظم ٿي،هن 1988ع ۾ جهڙي ريت غلام اسحاق خان ۽ جنرل اسلم بيگ آڏو پ پ جو عوامي رنگ وڪرو ڪيو اڄ به انهيءَ ٽريڪ تي هلي رهي آهي. 1988ع ۾ شرطن تي اقتدار وٺي پنهنجي عوامي سياست ڇڏي پرائي راند کيڏي، 1993ع ۾ مورڳو غلام اسحاق خان جي سياست جو مهرو بڻجي نواز شريف جي سول حڪومت خلاف لانگ مارچ جا اعلان ۽ قدم کڻي ويئي، ان لاءِ هن وقت اها راءِ آهي ته ان ڪري صرف اقتدار جي خواهش ۽ لالچ آهي ۽ بينظير ڀٽو جي انهيءَ ڪمزوري ڪري جنرل پرويز مشرف ٺيڪ ٺاڪ طريقي سان چيڪ به ڪري رهيو آهي ۽ ان سان کيڏي رهيو آهي.

12 آڪٽوبر تي نواز شريف خلاف ڪوديتا ڪانپوءِ جڏهن هن کان پڇيو ويو هو ته جيڪڏهن نواز شريف توهان کي چيف آف آرمي اسٽاف جي عهدي تان نه هٽائي ها ته پوءِ توهان نواز شريف کي نه هٽايو ها؟ ان جو جنرل پرويز مشرف مسڪرائي جواب ڏنو ته ڪجهه نٿو چئي سگهجي. ان مان اهو ثابت ٿو ٿئي ته جنرل مشرف اقتدار تي باقاعده ڪنهن ايجنڊا سان قبضو ڪيو آهي. 12 آڪٽوبر تي ڪمزور جنرل مشرف هن وقت پنهنجي سمورن مخالفن کي مات ڏيندو انتهائي طاقتور ٿي ويو آهي ۽ هن وقت 11 سيپٽمبر واري صورتحال کانپوءِ ته آمريڪا ڪافي حد تائين ساڻس گڏ آهي. نواز شريف جو ته هو في الوقت سياسي خاتمو ڪري چڪو آهي. ملا هن وقت ياد ماضي بڻجي ويا آهن. ان ڪري هن جي راهه جو اهم پٿر ڪافي وقت کان پ پ ۽ بينظير ڀٽو ٿي هئي. بلدياتي چونڊن ۾ جنرل مشرف به ٿي ڪم ڪيا. هڪ ته چونڊن ۾ پ پ جي حمايت ڏسي پنهنجو حساب ڪتاب آئنده لاءِ ٺاهڻ پئي چاهيو. ٻيو ته هن انهيءَ اليڪشن ۾ پ پ جي چڱي خاصي قيادت کي سرڪاري ناظم بڻجڻ جي اجازت ڏئي آئنده جي سياست ۾ انهن کي بي اثر ڪري ڇڏيو. ان سان گڏ انهن چونڊن ۾ سرحد ۽ پنجاب ۾ پرويز مشرف ڪافي قيادت به اياري.

سرحد ۾ آفتاب شيرپائو جي پٽ سڪندر شيرپائو جي اڳواڻي ۾ ان جي پ پ اصلي پ پ کي به ناظمن جي چونڊ ۾ مات ڏئي ويئي ۽ لاهور، پنڊي، گجرات، گجرانوالا ۽ جهلم ۾ پ پ جي مقابلي ۾ هڪ بلدياتي قيادت

اڳتي آندي وئي، جيڪا آڪٽوبر 2002ع ۾ هن جي ڪنهن ٽاسڪ تي. هوندي جيئن ته سنڌ ۾ پ پ خلاف اهڙي ڪنهن سياسي بلاڪ جو اڀرڻ في الوقت ايجنڊا تي نه هو، ان ڪري اتي پ پ مخالفن جي قوت کي جاچڻ لاءِ انهن کي اڀرڻ جو مقصد فراهم ڪري آئنده لاءِ آپشن کليل ڇڏيا ويا. انهن چوندن کانپوءِ ڪاڀي ڏر جي پراڻن اڳواڻن کيWin Over ڪرڻ لاءِ باقاعده مهم هلائي وئي، ليڪن جنرل جي ايجنڊا کي اڳتي وڌڻ لاءِ جنرل ضياءَ جيان افغانستان ۾ 27 اپريل 1978ع جهڙي ثور انقلاب جي ضرورت هئي ۽ پوءِ 11 سيپٽمبر جنرل پرويز مشرف لاءِ انهيءَ ثور انقلاب کان به وڌيڪ غنيمت ثابت ٿيو ۽ اهو ئي موڙ هو جڏهن جنرل پرويز مشرف بينظير ڀٽو جي ڌماڪن کان به وڌي عرصي تائين حامي رهندڙ حلقي ۾ ڏار وجهي پنهنجي لاءِ جاءِ پيدا ڪري ورتي. جنرل پرويز مشرف عوام جو ڪيترو وفادار ۽ ان جي مفادن جو ڪيترو رکوالو آهي، ان جو فيصلو ته وقت ڪندو ليڪن جنرل پنهنجي ڪٽنب ۽ قبيلي جو وفادار ضرور آهي. هو ذوالفقار علي ڀٽو، بينظير ڀٽو ۽ نواز شريف جو سخت مخالف ۽ انهن کان نفرت ڪندڙ آهي، هن جنرل ايوب جي بدمعاشين، جنرل يحيٰ جي غداري ۽ جنرل ضياءَ جي فاشسٽ دور تي ڪجهه به نه ڳالهايو آهي.

بنگال ۾ ٿيل سانحي جو ذميوار هو جنرل يحيٰ سميت ڀٽي ۽ مجيب کي به سمجهي ٿو. هن جي ڪٽنب ۽ قبيلي جا ساٿي جيڪي ڪرپشن ۾ ملوث قرار ڏنا ويا آهن، اهي پئسا پريو قانون، قاعدن ۽ انصاف جو مذاق اڏائي رهيا آهن. هن جا حمايتي چوڌري شجاعت حسين، لياقت جتوئي، جنرل اختر عبدالرحمان ۽ ضياءَ جا پٽ تفتيش کان آجا آهن. آفتاب شيرپائو کي آئنده جو ڪو وڏو ٽاسڪ ڏيڻو آهي، ان ڪري في الحال اهو جيل ۾ هجي، ليڪن ان لاءِ وڏا جلسا جلوس وڏا ٽيڻ ڏجن. بينظير ڀٽو ۽ نواز شريف کي نيچ ڏيڪارڻو آهي، جو ته اهي جيل کان ڏجن ٿا. شير پائو جيل ۾ به شينهن آهي. 11 سيپٽمبر کان اڳ جو جنرل، بينظير سان اقتدار ۾ ڀاڱي ڀائيوار ٿئي ها، ليڪن 11 سيپٽمبر کانپوءِ جو جنرل پرويز مشرف روشن خيال، لبرل، عورتن جي حقن جو حامي ۽ آمريڪا توڙي جارج بش جي اکين جو تارو ۽ ساڻن ها ۾ ها ملائيندڙ بينظير ڀٽو سان شراڪت اقتدار لاءِ تيار ڪونهي. جنرل جي شرطن تي

جيڪڏهن بينظير پنوا اچي ٿي ته سنڌس سياسي موت ٿيندو ان ڪري بهتر صورت حسين شهيد سهروردي جيان جلاوطني ئي آهي.

آفتاب شيرپائو فاروق لغاري، رائو سڪندر اقبال ۽ افتخار حسين گيلاني ڪانپوءِ باقي رهيل پ پ جي چڱي خاصي قيادت وڪرو ٿيڻ لاءِ تيار آهي. لبرل ۽ روشن خيال لڏو جنرل جي حمايت ۾ بيٺو آهي. 12 جنوري ڪانپوءِ جا چونڊ سڌارا جنرل لاءِ وڏي همدردي پيش ڪري چڪا آهن. آمريڪا بينظير لاءِ اهو پيغام پيو ڏي ته لبرل جنرل جا هٿ مضبوط ڪيو جيئن مُلا وري ساهه نه کڻي سگهن. بينظير وٽ سوديبازي لاءِ پيو ڇا آهي؟ بينظير جي سياسي وجود ۽ بقا جو مسئلو آهي. بينظير وٽ وڪرو ڪرڻ لاءِ صرف هڪ وکر بچيو آهي، اهو آهي ننڍڙو لفظ "نه". جيڪو هڪ ڏينهن سندس پيءُ ڪي استعمال ڪرڻو پيو هو ۽ پوءِ 4 اپريل هتان جي ماڻهن لاءِ شام غريبان بڻجي وئي هئي. اها 4 اپريل ۽ پنو جنهن جي ياد آمر جي وات ۾ رت پري چڏيندي آهي ۽ عوام جي اکين ۾ ڳوڙها آڻيندي آهي.

بينظير کي اها "نه" ڪرڻ جي ضرورت آهي، جيڪا 1958ع ۾ حسين شهيد سهروردي ڪئي هئي، بدلي ۾ ان کي لبنان جي جلاوطني ملي. لبنان ۾ هو نڌڻڪو فقير ٿي مئو ليڪن ان جي تابوت کي ڍاڪا جي روڊن ۽ رستن تي بادشاهي اعزاز ۽ وقار مليو. ڍاڪا اهڙو جذباتي منظر پوءِ صرف 1970ع ۾ ڏسي سگهيو. بينظير کي اهڙي "نهڪر" جي ضرورت آهي. جيڪا نازي سپاهين کي جهنگلن ۾ قائم ڪنسنٽريشن ڪئمپن ۾ وڻن جي ٽڙن تي خنجرن سان ناهيل No ۾ ملي، جنهن نه تي نازين پوچي ڦيرائي ليڪن برساتن پوڻ سان ۽ سچ جي نڪرڻ سان اهو "No" سدائين ظاهر ٿي نازين جي منهن تي چماٽ جيان اچي لڳندو هو. بينظير پنو جي 1988ع ڪانپوءِ جي منفي، اقتداري، خودغرضانه ۽ عوام مخالف سياست جي ڏوهن جو اهوئي صدقو آهي. انهيءَ "نه" مان ئي بينظير لاءِ مستقبل ۾ عوام دوست سياست جا گس به نڪرندا. اها "نه" ئي ته بغاوت آهي، جنهن جي ڪري ماڻهو ۽ ماڻهپو زنده رهي ٿو.

16 فيبروري 2002ع

# سنڌ جا اڻپورا خواب ۽ لاهور ٺهراءَ جي حقيقت

ٻي مهاڀاري جنگ ڪانپوءِ جڏهن برطانيه جي شهنشاهيت جو سورج غروب ٿي ويو دنيا تي حڪمراني ڪندڙ شهر لنڊن ۾ ڪنڊ ۾ گاسليٽ به راشن تي مشڪل سان ملي سگهيو ٿي، تڏهن انگريز جا پنهنجي نو آبادين تي ڪٽل نيش به ڍرا ٿيا. هنن ننڍي ڪنڊ مان به تڏا ويڙهڻ جون تياريون ڪيون. ننڍي ڪنڊ مان رڳو انگريزن جي لڏ پلاڻ جو مسئلو ڪو نه هو پر گذريل هڪ سئو سالن دوران ڳنڀير بڻجي ويل هندو-مسلم تضاد به حل طلب هو. 1935ع ۾ آل انڊيا پئڪيج هيٺ هندستان ۾ چونڊون به ٿيون، ليڪن هندو-مسلم تضاد کي اجا ڪنهن وڏي حل جي ضرورت هئي. ننڍي ڪنڊ ۾ هڪ وڏي مذهبي اقليت مسلمان هئا ۽ انهن کي هندو اڪثريت کان شڪايتون هيون. مسلمانن طرفان ننڍي ڪنڊ ۾ هندو-مسلم تضاد حل ڪرڻ لاءِ ڪافي تجويزون آيون، جنهن ۾ عثمانيه يونيورسٽي حيدرآباد دکن جي انگريزي شعبي جي پروفيسر ڊاڪٽر سيد عبداللطيف جي اسڪيم، ميان ڪفايت علي پنجابي جي اسڪيم، جنهن جي پويان اصل ۾ پنجاب جي علائقي ممدوٽ جي والي ۽ جاگيردار شاهنوا خان ممدوٽ جو ذهن ڪارفرما هو پاڪستان لفظ جي باني ۽ قائداعظم محمد علي جناح جي سخت مخالف چوڌري رحمت علي جي اسڪيم، علي ڳڙهه جي اسڪيم جيڪا علي ڳڙهه جي يونيورسٽي جي پروفيسرن تيار ڪئي هئي، سر سڪندر حيات خان جي گڏيل پنجاب جي طاقتور وزيراعظم جي اسڪيم هئي، انهن سيني اسڪيمن تي بحث مباحثا به ٿيا. آخرڪار ننڍي ڪنڊ ۾ مسلم-هندو تضاد کي حل ڪرڻ لاءِ مسلمانن جي اڪثريت، جنهن اسڪيم ۽ منصوبي تي ڪنهن حد تائين متفق ٿي سگهي، اها مسلم ليگ جي آل انڊيا اجلاس ۾ حقيقت ۾ 22 مارچ تي سامهون آئي، پر 23 مارچ 1940ع تي سڏي ۽ پڙهي ويندڙ اسڪيم يا قرارداد لاهور آئي، جنهن کي اڳتي هلي قرارداد پاڪستان

سڏيو ويو. انهيءَ ٺهراءَ ٽي اڳتي هلي ننڍي کنڊ ۾ مسلمانن جي ملڪ پاڪستان کي جنم ڏنو. هن قرارداد جي ان وقت بين اسڪيمن جي ڀيٽ ۾ اهميت انهي ڪري وڌي ته ان ۾ آسام، بنگال ۽ پنجاب جا چونڊيل وزيراعظم شامل هئا ته ان کي پيش ۽ پاس ڪرڻ واري پارٽي مسلم ليگ ٽي مسلمانن جي سڀ کان وڏي ۽ اهم نمائنده پارٽي به هئي. قرارداد لاهور تحت اڳتي هلي پاڪستان ته ٺهيو پر ان قرارداد ڇا هندو-مسلم جهيڙي کي حل ڪيو؟ مسلمانن جو وطن پاڻ اڳتي هلي ٻن حصن ۾ ورهائجي ويو ۽ ان جي الهندي حصي ۽ اجوڪي، پاڪستان لاءِ سيموئل هنٽنگٽن "ڪمنگ انارڪي" جهڙيون اڳڪٿيون ڪري رهيو آهي ۽ پاڪستان ٺهڻ کانپوءِ باقي رهيل کنڊ ۾ هندستان ۾ هن وقت به هندو-مسلم جهيڙو جاري آهي. بابري مسجد جي شهادت کانپوءِ اعليٰ عدالت جي حڪم باوجود وشوا هندو پريشد ان جاءِ کي رام جنم ڀومي قرار ڏئي پوڄا ڪرڻ تي بضد آهي. نواکلي ۽ ڪلڪتي ۾ 1947ع ۾ جيئن هندو-مسلم فساد ٿيا هئا ۽ پوءِ گانڌي کي "مرڻ برت" ڪرڻو پئجي ويو هو بلڪل ائين اڄ به گودرا ۾ ٽرينون سڙي رهيون آهن ۽ احمد آباد، بڙوده ۽ گانڌي نگر ۾ جتان جو گانڌي پاڻ هو اتي مسلمان اڃا تائين ان نفرت جي آويءَ ۾ سڙي رهيا آهن، پر اڄ ڪو به مرڻ برت ڪري احتجاج ڪرڻ وارو موهنداس ڪرمچند گانڌي ڪونهي.

23 مارچ 1940ع جي قرارداد جي خالق ۽ مسلم ليگ جي اڳواڻ ۽ پاڪستان جي باني قائد اعظم محمد علي جناح انهيءَ قراداد جي بنياد تي ٺهندڙ ملڪ کي ائين چئي ٺهرايو ته ملڪيت ۾ ٻن ڀائرن جي جهيڙي جو حل ملڪيت جو ورهاڱو آهي، ورهاڱي کانپوءِ ٻئي ڀائر هڪ دفعو وري کير کنڊ ٿي ويندا. گانڌي قرارداد لاهور واري اعلان نامي تي اهو چئي اعتراض ڪيو ته انهيءَ سان پنجاب ۽ بنگال ٻن حصن ۾ ورهائجي ويندا. نهرو اهو اعتراض واريو ته هڪ ڳوٺ ۾ گهر کي گهر کان ڪيئن الڳ ڪري مسلمانن جو الڳ وطن ٺاهيو ويندو. انهن وسوسن جي جواب ۾ محمد علي جناح گانڌي کي لکيو ته "پاڪستان ٻن علائقن تي مشتمل هوندو. اتر اولهه واري علائقي ۾ پنجاب، سنڌ، بلوچستان ۽ سرحد، جڏهن ته اتر اوڀر ۾ بنگال ۽ آسام-

قرارداد لاهور جي روشني ۾ ڪجهه علائقائي ردوبدل ٿي سگهي ٿي.

قرارداد لاهور جو متن ڪجهه هينئن ريت آهي:

"جاگرافيائي طور تي پاڻ ۾ جڙيل ۽ ڳنڍيل وحدتن جا علائقا اهڙي طرح ٺاهيا ويندا، جيئن ضروري علائقائي ردوبدل ذريعي جن علائقن ۾ مسلمان اڪثريت ۾ آهن. مثال طور هندستان جو اتر اوڀر ۽ اتر اولهه وارو علائقو جن کي پاڻ ۾ ملائي خودمختيار مملڪتون ٺاهيون وينديون، جنهن کي تشڪيل ڏيندڙيونٽ آزاد ۽ خودمختيار هوندا."

جهڙي طرح اڄ جي پاڪستان جي وحدتن جا حق اڄ به اڻاترا ۽ غير واضح آهن، ان کان وڌيڪ غير واضح 23 مارچ جي اجلاس ۾ شامل مسلم ليگي اڳواڻ ۽ ڪارڪن به هئا. هماري قومي جدوجهد جو مصنف ۽ مسلم ليگ جو تڏهوڪو اڳواڻ عاشق حسين بٽالوي لکي ٿو ته جڏهن مون اجلاس ۾ اعتراض اٿاريو ته مسلمانن جي شمال مغربي ۽ شمال مشرقي جا لفظ استعمال ڪرڻ مهل پنجاب ۽ بنگال جو اڌ حصو پاڪستان کان ٻاهر رهجي ويندو، ته مون کي لياقت علي خان جواب ڏنو ته "هڪ مصلحت جي ڪري صوبن ۽ رياستن جا نالا ناهن ڏنل، جيڪڏهن اسان صرف پنجاب جو نالو لکنداسين ته اسان جي ملڪ جون حدون گڙگاٺون تائين هونديون، جڏهن ته علائقائي ردوبدل سان پاڻ دهلي ۽ علي ڳڙهه جيڪي اسان جي تهذيب ۽ تعليم جا مرڪز آهن، انهيءَ ملڪ ۾ شامل ڪرڻ چاهيون ٿا، توهان مطمئن رهو انهيءَ ردوبدل ۾ پنجاب جو ڪو به حصو اسان ڪنهن کي به نه ڏينداسين." 1940ع واري آل انڊيا مسلم ليگ جي اجلاس ۾ اها قرارداد بنگال جي وزيراعظم مولانا فضل حق پيش ڪئي ۽ ان کي يڪراءِ منظور ڪيو ويو.

سنڌ ۾ سنڌ جو وزيراعظم الله بخش سومرو انهيءَ اجلاس ۾ شريڪ ڪونه ٿيو پر سنڌ مان چڱا خاصا مسلم ليگي انهيءَ اجلاس ۾ شامل ٿيا ۽ ان جي حمايت ڪيائون، جن ۾ سر عبدالله هارون، ايوب کهڙو علي محمد راشدي ۽ سائين جي ايم سيد به شامل هئا. انهيءَ قرارداد جي توثيق مسلم ليگ جي ورڪنگ ڪميٽي جي اپريل 1941ع جي مدراس جي اجلاس ۾

ڪئي وئي، پر 1946ع ۾ اها قرارداد اوستائين ڪارگر رهي، جيستائين 1946ع جون چونڊون ٿيون. انهن چونڊن ۾ مسلم ليگ سواءِ سرحد جي باقي مسلم رياستن ۾ سڀ کان وڏي پارٽي ٿي ابري ۽ پوءِ انهن چونڊيل ميمبرن اپريل 1946ع ۾ دهلي ۾ مسلم ليگ جي نون چونڊيل ميمبرن ليجسليٽرس جي اجلاس ۾ شمال مغرب ۽ شمال مشرق ۾ ٻن پارٽين جي قيام ۽ انهن تي مشتمل انتظامي وحدتن کي خودمختياري بدران هڪ رياست قائم ڪرڻ جي منظوري ڏني. محمد هاشم گزدر جيڪو سنڌ مسلم ليگ جي مرڪزي اڳواڻن مان هڪ هو پاڪستان جي پهرين آئين ساز اسيمبلي جو مرڪزي رهنما ٿيو جنهن جي لاءِ اهو به مشهور آهي ته ڪراچي کي مرڪز حوالي ڪرڻ تي اهو شخص ملڪ جي باني سان به جهيڙو جوتي وينو هو اهو لکي ٿو ته قرارداد لاهور جي اجلاس دوران اها ڳالهه ٿي هئي ته بنگال ۽ پنجاب هندستان جي حوالي نه ٿيا، پر 3 جون 1947ع ۾ قائداعظم محمد علي جناح ورهاڱي جو فارمولا قبول ڪري آيو ته جناح کان مون ان مونجهاري بابت پڇيو ته هن جواب ڏنو ته "اهو ئي قرارداد لاهور جو مفهوم آهي."

جيڪڏهن قرارداد لاهور جو مقصد اهو هو جنهن جو ڪلائمڪس جون 1947ع جو ورهاڱي وارو فارمولا هو ته پوءِ جناح بنگال ۽ پنجاب جي ورهاڱي تي لارڊ مائونٽ بيٽن اڳيان احتجاج ڇو ڪيو هو ۽ لارڊ مائونٽ بيٽن کين ائين ڇو چيو هو ته "جيڪڏهن هندستان جي هر علائقي جي ورهاست جي بنياد تي ٿي رهي آهي ته پوءِ پنجاب ۽ بنگال ۾ آئين ڇو نه. پنجاب جو دارالحڪومت لاهور توهان لاءِ ۽ بنگال جو دارالحڪومت ڪلڪتو ڀارت لاءِ"

23 مارچ 1940ع واري قرارداد کي پنجاب جي وزيراعظم سردار سڪندر حيات قرارداد لاهور سڏڻ پئي چاهيو ۽ لکڻ چاهيو نه ڪي قرارداد پاڪستان. هو مسلم ليگ ۽ جناح سان گڏ مسلمانن سان مسلم مقصد لاءِ گڏ هلڻ لاءِ تيار هو پر هن بلديو سنگهه ۽ سر ڇوٽو رام کي به ڇڏڻ نه پئي چاهيو. انهيءَ قرارداد لاهور جي بنگالين وٽ تشريح اها هئي ته پاڪستان ٻن خودمختيار رياستن جو وطن آهي، جنهن ۾ هڪ شمال مشرق جي بنگال ۽ آسام (ضلعو سهلٽ) ۽ ٻي شمال مغرب ۾ مغربي پاڪستان. 1951ع جي

ٻولي وارن فسادن ۾ انهيءَ خودمختيار رياست جي گونج به اسلام آباد ۽ ڪراچي تائين ماڻهن کي ٻڌڻ ۾ آئي هئي، بلڪ 1954ع ۾ اوڀر پاڪستان ۾ جگتو فرنٽ انهيءَ نعري تي چونڊون وڙهيون هيون ۽ کٽيون به. انهيءَ جگتو فرنٽ ۾ مولوي فضل حق، حسين شهيد سهروردي ۽ مولانا عبدالحميد ڀاشاني به شامل هئا. انهيءَ فرنٽ پنهنجو 21 نقطن تي مشتمل چونڊ منشور به شايع ڪيو هو جنهن جو هڪ نقطو اهو به هو ته 1940ع جي قرارداد لاهور تحت اوڀر بنگال/اوڀر پاڪستان کي هڪ آزاد ۽ خودمختيار مسلمان رياست تسليم ڪيو وڃي.

انهيءَ عوامي مينڊيٽ کي ته خاڪ ڪيو ويو پر 1940ع جي قرارداد جي بگڙيل تشريح ڪئي وئي، 1956ع جو آئين نافذ ڪري پيئرٽي هيٺ ملڪ کي ٻن انتظامي يونٽن ۾ ورهايو ويو. مشرقي پاڪستان ۽ مغربي پاڪستان سنڌ، سرحد، بلوچستان ۽ پنجاب جو ملڪ جي نقشي تان نالو ئي گم ڪيو ويو. پنجاب جي مفادن جو تحفظ ئي انهيءَ نظام جو مرڪزي مقصد هو. 56 سيڪڙو ماڻهن جا جيترا ووٽ، باقي 44 سيڪڙو عوام جا به ايترا ئي ووٽ . انهيءَ هٺ ٺوڪي ۽ جڙتو آئين ۽ اسيمبلي پاران 1959ع ۾ مجوزه چونڊن کان اڳ انهيءَ سول حڪومت کي به ختم ڪري پهرين اسڪندر مرزا ۽ پوءِ جنرل ايوب خان ملڪ جو محافظ بڻجي ويو هو ۽ ملڪ جي وزيراعظم ويچاري حسين شهيد سهروردي کي ملڪ نيڪالي ڏني وئي. ننڍي کنڊ جي مسلمانن جي ڪرشماتي ۽ هڏڏوڪي اڳواڻ محمد علي جناح جي ملڪ ۾ 1940ع جي قرارداد لاهور جي روشنيءَ ۾ آخري تجربو 1970ع جي اليڪشن ۾ مجيب ۽ عوامي ليگ جا ڇهه نقطا هئا. انهن نقطن جي روشني، رهنمائي ۽ نعري هيٺ عوامي ليگ چونڊون کٽي آئي. عائشه جلال، ڪي ڪي عزيز ۽ عاشق حسين بٽالوي سميت ملڪ جا تمام گهڻا تاريخ ۽ سياست جا ڄاڻو انهيءَ راءِ جا آهن ته قرارداد لاهور حقيقت ۾ هڪ الڳ ملڪ جي گهر ئي نه هئي، بلڪ اها گڏيل هندستان ۾ صرف خودمختياري جي تقاضا هئي. اهڙي جهڙي لينن جي ڪميونسٽ پارٽي 1917ع جي آڪٽوبر انقلاب ننڍين قومن کي سوويت يونين جي آئين ۾ اهميت ڏني هئي ۽ انهيءَ حق خودمختياري جو

اختيار 1990ع ۾ گوربا چوف انهيءَ قومن کي ڏئي آزاد ڪري ڇڏيو هو ليڪن عائشہ جلال ايا هڪ ڳالهه وڏيڪ ڪري معاملو منجهائي وڌو آهي. شروع کان آخر تائين جناح جي پاڪستان جي گهر مختصر ۽ محدود هئي، جنهن جي ڪا وضاحت هن ڪانہ ڏني، هن پنهنجي پوئلڳن تي اهو ڇڏي ڏنو تہ اهي اُن جي پاڻ وضاحت ڪن. جناح جي آزاد پاڪستان جي سياسي ۽ نظرياتي رخ جي حوالي سان صرف هڪ تقرير ملي ٿي، جيڪا هن 11 آگسٽ 1947ع تي ڪراچي جي آئين ساز اسيمبلي آڏو ڪئي هئي، جنهن ۾ صرف پاڪستان جي رياست جو لبرل هجڻ ئي واضح آهي. ڇا پاڪستان جمهوري ملڪ هوندو؟ گهڻ پارٽي نظام هوندو؟ صوبن جا حق ڪهڙا هوندا؟ 1940ع جي قرارداد کان جون 1947ع تائين، هندستان جي ورهاڱي تائين ۽ 14 آگسٽ 1947ع کان 11 سيپٽمبر 1948ع تائين جناح جي زندگي جي سفر ۾ پاڪستان جي عوام ۽ ننڍين صوبن/رياستن جا خواب ۽ انهن جي تعبير ڪٿي وڃائجي وئي آهي. 23 مارچ 1940ع جي قرارداد لاهور انگريزن ۽ ڪانگريس کان هڪ گهر هئي، ليڪن اها مسلمانن ۽ مسلمان رياستن ۾ هڪ معاهدو پڻ هو. نہ صرف انهيءَ معاهدي جو ڪنهن پيرم نہ رکيو پر 1956ع ۽ 1962ع جي آئين کي نہ ڇيو ويو 1973ع جي آئين جي 25 سالن کان شڪل بگاڙي وئي آهي. هن خطي جي تاريخ اهو ئي ثابت ڪري ٿي تہ هتي "جيڪو ڏاڍو سو گابو" آهي، جوناڳڙه، حيدرآباد دکن ۽ ڪشمير پاڪستان جي حصي ۾ اچڻ گهرجن ها، پر اتي فيصلو طاقت ذريعي ٿيو ۽ طاقت ئي سيني شين جو تعين ڪري رهي آهي.

23 مارچ 1940ع جي قرارداد جو هڪ ڪردار ٻيو بہ آهي. سنڌ جو فتير وزير اعظم ۽ قرارداد لاهور کان الڳ راءِ رکندڙ الله بخش سومرو سائين جي ايم سيد کي چيو هو تہ سنڌي پاڻ ۾ گڏجي ڪو پنهنجو فيصلو ڪريون، ٻين کي ٽنگ نہ اڙائڻ ڏيون. سندس ڳالهه ڪنهن نہ مڃي، سنڌ جا وڏيرا پير الاهي بخش، بنده علي ٽالپر ٿيندا رهيا، ايوب کهڙو راشدي ۽ سائين جي ايم سيد الله بخش کي ڪانگريسي قرار ڏئي ڇڏيو. ڪراچي مرڪز حوالي ڪرڻ کان انڪار جي جرئت کهڙي ڪئي، پر ون يونٽ سنڌ جي ڳچي ۾

وڏائين. هو 1956ع ۾ قائم سول حڪومت خلاف اسڪندر مرزا ۽ جنرل ايوب جو مهرو ٿي ڪم آيو. عبدالستار پيرزادو ون يونٽ جي مخالفت واري چڱي ڪم ڪان اڳ ڪراچي کي مرڪز حوالي ڪري آيو. راشدي جنرل ايوب کي صلاح ڏني ته ملڪ ۾ بادشاهت جو اعلان ڪري پاڻ بادشاهه ٿي ويهي، سنڌ جي هي به ته هڪ تاريخ آهي. پر هاڻي سنڌ هڪ نئين تاريخ لکڻ جي موڙ ۾ آهي. 1967ع،1977ع، 1983ع، 1986ع جا اپار هڪ نئين روايت کي جنم ڏئي رهيا آهن. وفاق جي نالي ۾ پنجاب سنڌ جي وسيلن تي قابض آهي، ان جو پاڻي چورائي ٿو اها سوچ سنڌ ۾ روز بروز گهري ٿي رهي آهي ۽ سنڌ ۾ سالن جي ويساهه گهاتي هڪ نئين بيچيني کي جنم ڏنو آهي.

حوالا: هماري قومي جدوجهد_عاشق حسين بٽالوي

Sole spokes man_Ayesha jalal

Pakistan political culture_k.k.Aziz

23 مارچ، 2002ع

# 4 اپريل: هڪ ليڊر جي موت جو ڏينهن

4 اپريل ملڪ جي محبوب ترين اڳواڻ جي موت جو ڏينهن آهي ۽ ملڪ جي مقدر جي شام غريبان آهي. هي ڏينهن ملڪ جي تاريخ جو ڪارو باب آهي. 4 اپريل 1979ع تي ذوالفقار علي ڀٽو ڦاهيءَ ڪونہ چڙهيو هو پر جمهوريت کي ڦاس تي ٽنگيو ويو هو. 4 اپريل جي هڪ ٻي بہ سچائپ آهي. اهو ڏينهن هڪ ٻئي طريقي سان بہ ياد ڪرڻ جوڳو آهي. ملڪ جي جمهور شعور، عزت، وقار اظهار ۽ بندوق آڏو جهڪڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو هو. اها بغاوت ۽ مزاحمت انهيءَ ڳالهہ جو اظهار آهي، انهيءَ تاريخ جو ورجاءُ آهي تہ اڳ ۾ ملڪ جي سياست خواجہ ناظم الدين، حسين شهيد سهروردي ۽ چوڌري محمد علي جي روپ ۾ ۽ ان ڏينهن ذوالفقار علي ڀٽو جي شڪل ۾ بندوق آڏو جهڪڻ کان انڪار ڪيو هو. اڄ ملڪ جي تاريخ هڪ دفعو وري ملڪي سياست، عوام جي آواز ۽ جمهوريت جي مستقبل کي بندوق آڏو آڻي بيهاريو آهي. آئين ۽ قانون سڀ ڪجهہ پاسيرو رکي سرڪاري ماڻهو پاڻ کي ريفرنڊم ذريعي چونڊائڻ جو اعلان ڪيو آهي، جنهن جو ملڪ جي ماضيَ ۾ ڪو مثال ڪونهي. 1954ع ۾ سول حڪومتن خلاف جنگ اڄ نئين رنگ ۽ ڍنگ سان پنهنجا هٿيار پنهوار سنواري رهي آهي. سياسي قوتن کي اڄ جي آزمائش جي للڪار آهي. ڏسجي تہ وقت جو اُٺ ڪهڙي پاسي ٿو ليٽي.

ملڪ جي مشهور تاريخ نويس ۽ دانشور ڪي ڪي عزيز جي، شاندار ڪتاب Pakistan's Political Culture جون هي آخري سٽون آهن:

”دنيا ۾ ٽن قسمن جا ماڻهو رهن ٿا. هڪڙا ماڻهو ڪجهہ ڪري ڏيکاريندا آهن. ٻيا ماڻهو اهي آهن، جن جي آڏو ڪجهہ ٿيندو آهي تہ ان کي ڏسندا ضرور آهن. ٽيان اهڙي قسم جا ماڻهو آهن، جن جي آڏو ڪجهہ ٿي ۽ ختم بہ ٿي ويندو آهي، پر کين کُڙڪ ئي نہ پوندي آهي. پاڪستان اهڙن ئي ماڻهن جو ملڪ آهي.“

خورشيد ڪمال عزيز جا اهي لفظ ڪهڙي حد تائين صحيح ٿي سگهن ٿا ۽ هوندا به. پر اهي لفظ سنڌ جي سياست، سياسي پارٽين ۽ عوام بجاءِ بهتر نموني نهڪي اصلي واڳ ڏڻين تي اچن ٿا، جن جي هٿ ۾ ملڪ جو مقصد پچيري ۾ ڪنهن قيد پڪي جيان رهيو آهي. ملڪ جي سياست ۽ سياسي پارٽين جي موقعي پرستي چئجي، سمجهوتي بازي چئجي يا حقيقت پسندي، پر اُن هر دور ۾ پنهنجو فرض اپري سيري حال آهر پئي سنڀاليو آهي. حالانڪ ملڪ جي 1956ع واري آئين ۾ فوجي سربراهه يا ڪنهن سرڪاري ملازم جو ڪنهن وزارت ۾ هجڻ جو ڪو ذڪر ڪونه هو پر ملڪ جي فوجي سربراهه جنرل محمد ايوب خان ڪابينا جي تنهن وقت جي اجلاسن ۾ باقاعده شريڪ ٿيندو هو.

حسين شهيد سهروردي کي جڏهن وزارت عظميٰ تان لاهي فيروز خان نون ۽ چوڌري محمد علي کي واري واري سان وزيراعظم بڻايو ويو ته سندن ڪابينا ۾ وزارت دفاع جو قلمدان ملڪ جي فوجي سربراهه ۽ ملڪ جي خزاني مان پگهار کڻندڙ جنرل ايوب خان جي حوالي ڪيو ويو حالانڪ جنرل ايوب سموري ملڪ جي سياست کي اقتداري ايوان مان بيدخل ڪري ڇڏيو هو پر گول ميز ڪانفرنس ۾ ايوب کي صلاحون ۽ مشورا ڏيڻ لاءِ هر وقت ملڪ جي سياست 1965ع جي بحران ڪانپوءِ ملڪ جي مفاد ۾ ايوب خان سان گڏ رهي. يحيٰ خان، جنهن سمورا آئيني ۽ اخلاقي ليڪا لتاڙي ايوب خان کي گهر پيڙو ڪيو، ان جي ليگل فريم ورڪ آرڊر کي 1970ع ۾ شيخ مجيب الرحمان سوڌو سمورن سياستدانن مڃتا ڏني.

1971ع ۾ ملڪ جي فوجي شڪست جو اثر گهٽائڻ ۾ ذوالفقار علي ڀٽي ڏينهن رات هڪ ڪري ڏنو. جنرل ضياءُ الحق، جنهن ملڪ جي سول حڪومت تي راتاهو هنيو. ان جي ڪارن ڪرتوتن کي 1985ع جي غير جماعتي ايوان ۽ ان جي اڳواڻ محمد خان جوڻيجو مڃتا ڏني، صرف ملڪ ۾ ڪنهن افراتفري کان بچڻ خاطر ۽ فوج جي هوڏ کي ڏسي ائين آئيني ترميم جو ڪارو تڪو 1973ع جي آئين تي هڻڻ ڏنو ويو. جنهن کي بينظير جي ٻنهي دورن ۽ نواز شريف جي پهرئين دور ۾ ڪنهن هٿ نه لاتو ته متان ڪڪرن جي

ڪڙي کي ڪوپٽر نہ لڳي وڃي ۽ موت ۾ ڪاوڙجي ،ڪير ڏنگ نہ هڻي ڪڏهن.

ملڪ جي سياست مزاحمت بہ ڪئي آهي، پر حد درجي جي هيڻائپ ۽ منافقي بہ ڪئي آهي. افسوس جو جنهن کي سبق سکڻ گهرجي، انهيءَ نہ ڪالهہ سبق سکيو ۽ نہ اڄ سکڻ توڙي ماضيءَ جا ورق اٿلائڻ لاءِ تيار آهي. حمود الرحمان ڪميشن آڏو بيان ڏيندي اوڀر پاڪستان ۾ سقوط ڍاڪا وقت نيوي جي ڪمانڊنگ آفيسر ريٽائر ايڊمرل محمد شريف چيو تہ "اوڀر پاڪستان ۾ شڪست جا بنياد تڏهن پيا، جڏهن ملڪ جي هٿياربند قوتن 1958ع ۾ ملڪ تي قبضو ڪيو." عاصمہ جيلاني ڪيس ۾ ملڪ جي اعليٰ عدالت جنرل يحيٰ خان کي غاصب قرار ڏنو. جنرل يحيٰ ملڪ کي بہ ٽڪر ڪري ويو پر اقتدار ڪنهن جي حوالي ڪرڻ کان نابري واري ويٺو. اهي بہ حمود الرحمان ڪميشن جي رپورٽ ۾ چيل لفظ آهن تہ "جنرل يحيٰ خان هڪ گهڙي لاءِ بہ اهو سوچڻ لاءِ تيار نہ هو تہ اقتدار ملڪ جي چونڊيل نمائندن حوالي ڪيو پيو وڃي. هو اهڙيون حرڪتون ڪندو رهيو جيئن اقتدار جيءَ عوام ۽ سياسي پارٽين ڏانهن منتقلي ۾ مڙئي ڪا رنڊڪ پوي."

جنرل ضياءَ ملڪ جي سياست کي نياس تي ٽنگي ملڪ جي آئين سان مسلسل کيڏندو رهيو. ملڪ ۾ اقرباپروري، رشوت، فرقہ پرستي، مذهبي جنونيت، هيروئن، ڪلاشنڪوف ۽ قتل غارتگري جهڙي گندي اولاد جي ماءُ ضياءَ الحق جي 1977ع واري مارشل لا هئي، جنهن جو اثر ملڪ جي سموري معاشري ۾ اڃا تائين زهر بڻجي گردش ڪري رهيو آهي ۽ معاشرو درد ۾ تڙپي رهيو آهي، پر وقت جا نيم حڪيم ۽ اڻڄاڻ طبيب بيماريءَ ۾ ورتل ملڪ جي علاج کان قاصر هوندي بہ ان جي جان ڇڏڻ لاءِ تيار نہ آهن. حالانڪ 1958ع ۾ جنرل ايوب 1956ع جو آئين معطل ڪري 1962ع ۾ فرد ۽ چونڊون ڪرائي اقتدار تي جمي ويهي رهيو. ان جي دور حڪومت بنگال کي بنگلاديش بڻائي ڇڏيو. جنرل ضياءَ جي دور 1981ع ۽ 1985ع جي تجربيگاهہ ۾ ملڪ جي سياست، معيشت، معاشرت ۽ اخلاقيات وڃي آڪسيجن پيڙي تي، پر تاريخ مان ڪو بہ سبق سکڻ لاءِ تيار ڪونهي. آمريت مان جمهوريت جي اميد ڪرڻ ٻېرن کان ٻير گهرڻ برابر آهي.

آئين اسٽائن چيو آهي ته "ساڳئي تجربي کي وري وري ورجائي، الڳ الڳ نتيجو ڪڍڻ ۽ ان مان توقع رکڻ کان وڏيڪ بي ڪابه بيوقوفي نه آهي." جنرل پرويز مشرف به اج اهو ئي تجربو پيو ڪري ۽ نوان نتيجا ڪڍڻ جي انتظار ۾ آهي. ملڪ ۾ ريفرنڊم جو اعلان ٿي چڪو آهي ۽ ان کان به اڳ اهي اعلان ٿي چڪا ته، ريفرنڊم ۾ ناڪامي جو ڪو سوال ئي پيدا نٿو ٿئي. 1973ع جو آئين اڃا برقرار آهي، پر معطل ضرور آهي. انهي آئين مطابق سيني صوبائي اسيمبلين، قومي اسيمبلي ۽ سينيٽ ذريعي ملڪ جو صدر چونڊيو ويندو آهي. هاڻي اهو صدر عام چونڊن کان اڳ صوبائي اسيمبلين، قومي اسيمبلي ۽ سينيٽ جي وجود ۾ اچڻ کان اڳ صدر چونڊجڻ جون ڳالهيون پيو ڪري، نه ڪنوار نه گهوٽ نه شادي، اڳ ۾ ئي بار پيدا پيو ٿئي، جنهن جو بس هاڻي نالو رکڻو آهي. انهيءَ صدر جي هٿ ۾ قومي سلامتي ڪائونسل هوندي، ان جي هيٺان آڪٽوبر وارين چونڊن دوران وجود ۾ ايندڙ پارليامينٽ هوندي. ماڻهو ڪرپشن خلاف هئا. تنهن ڪري ڪوڙي سوڙي ٿيندڙ ڪرپشن خلاف جنگ ۾ عوام پرويز مشرف کي نئين اک سان پئي ڏٺو ملڪ جو عوام جنرل ضياءُ الحق جي افغان پاليسي جي خلاف هو تنهنڪري ان جي خاتمي تي ڪنهن جي اک مان ڳوڙهو ڪو نه وهيو ماڻهو فرقيواريت جي باهه ۾ سڙي رهيا هئا. ان ڪري 12 جنوري واري قدم جي آجيان ٿي، ميڊيا ۾ به تعريفون ٿيون ته ملڪ کان ٻاهر به جنرل پرويز مشرف جو بهتر اميج ٺهيو پر ريفرنڊم جون ڳالهيون ڇا شروع ٿيون آهن، تمام گهڻن ماڻهن جو جنرل پرويز مشرف جي باري ۾ رويو تبديل ٿيندو پيو وڃي.

جنرل پرويز مشرف چوي ٿو ته "90 سيڪڙو ملاقات ڪندڙ ان جي ريفرنڊم واري تجويز جي حق ۾ آهن." اهي 90 سيڪڙو پاڻ ملڪ جي 90 سيڪڙو کان به ٻاهر آهن، انهي ڳالهه کي ايمانداري سان ڇو نٿو مڃيو وڃي. ريفرنڊم واري اعلان کانپوءِ ته ميڊيا جو مزاج به جنرل جي حق ۾ نظر نه پيو اچي. اي اين پي جنهن جنرل پرويز جي وڏي واڪي حمايت پئي ڪئي، اها به اڄ هٿ ڪڍي وئي آهي. ريفرنڊم جي ڳالهه ڪري پرويز مشرف هڪ ڌڪ ۾ الاهي سارا حمايتي وڃائي ويٺو آهي، ريفرنڊم جنرل پرويز مشرف جي سموري

ساک ختم ڪري ڪيس اڪيلو ڇڏجي وڃڻ جو ڪارڻ نہ ڇڏجي وڃي، اهو ئي خدشو موجود آهي. جنرل ايوب کي آڻڻ ۾ آمريڪا جو هٿ هو. جنرل يحيٰ خان جي ذريعي صدر نڪسن ۽ هينري ڪسنجر چين سان لاڳاپا قائم ڪري ورتا تہ جنرل يحيٰ خان پاڻ کي آمريڪا جوڙ دادلو سمجهيو. جنرل ضياءَ پاڪستان جي ڌرتي تان سوويت يونين خلاف آمريڪا جي هڪ جنگ وڙهي ۽ پوءِ جنرل ضياءَ صدر ريگن آڏو ڊاڍو آڪڙجي ڳالهائيندو هو. جنرل پرويز مشرف بہ صدر بش وارا لفظ پيو ڳالهائي "مون سان آهيو يا ناهيو."

ملڪ جو عوام جيستائين ايوب خان ۽ يحيٰ جي باقاعده خلاف نہ بڻيو تيستائين امريڪي حمايت بہ ڪم آئي، اوير پاڪستان واري پاڪ - ڀارت جنگ دوران ستون بحري ٻيڙو جنرل يحيٰ ۽ پاڪستان جي مدد لاءِ نہ پهچي سگهيو آخر ڀينگ ٿي وئي. جنرل ضياءُ الحق جي جڏهن وڃڻ جو وقت ٿيو تہ ڌرتيءَ تي ان جا هڏا بہ لڀجي نہ سگهيا. هر ڪلاڙي پنهنجي اننگ ڪيڏي آئوٽ ٿيندو آهي. ڏڳهي اننگ ۾ ٿڪ ٿڪ ڪانپوءِ ڪنهن رنر جي ضرورت بہ پوندي آهي. جنرل پرويز مشرف جو اڪيلو ڇڏجي وڃڻ ڪنهن رنر جي ضرورت جي نشاندهي ڪري ٿو ملڪ جي سياست مان بينظير ڀٽو ۽ نواز شريف کي آئوٽ ڪرڻ جو پٽو پرويز مشرف وٽ نہ، پر ملڪ جي عوام وٽ آهي. بينظير ڀٽو ۽ نواز شريف کي ايندڙ اليڪشن ۾ پارليامينٽ کان ٻاهر رکڻ ايترو ڏکيو ناهي، پر انهن ٻنهي کي سياست ۽ پارليامينٽ مان ٻاهر ڪڍي باقي ماڻهن کي سياست جي اجازت ڏيڻ، سياست ڪرڻ، سياسي حڪومت هلائڻ ناممڪن نہ، تہ بہ انتهائي ڏکيو ڪم آهي. انهن ٻنهي کي هميشہ لاءِ سياست مان ٻاهر ڪيڻ ۽ ملڪ جي مستقبل سان ڪيڏڻ هڪ طرف، تہ انهن کي هميشہ زنده جاويد بڻائڻ ٻئي طرف آهي.

نواز شريف ملڪ جي سياست مان في الحال آئوٽ آهي، پر بينظير ڀٽو سان معاملا طئہ ڪرڻ ڪانسواءِ آئنده جي چونڊيل لولي لنگڙي پارليامينٽ جو هلڻ انتهائي مشڪل آهي. ملڪ جي سياست بندوق سان معاملا طئہ ڪرڻ ۾ هونئن بہ ڪڏهن ڪو نہ ڪيپايو آهي، هاڻي بہ ڳالهائي ٻولهائي معاملا طئہ ڪري سگهجن ٿا، پر سياست کي دٻائي نٿو سگجي، ڇو تہ

سياست معاشري جي زندگي ۾ آزاديءَ جو اظهار آهي. سياست کان زبان کسي سگهجي ٿي، پر زندگي نٿي کسي سگهجي ۽ اها زندگي اڳتي هلي زبان بڻجي بغاوت جي صورت ۾ ايري ٿي. اها زبان، مُزاحمت ۽ بغاوت، جيڪا هڪ ڏينهن 4 اپريل بڻجي وئي ۽ ملڪ جي ايوانن، سياست ۽ محفلن ۾ هڪ ياد ڇڏي وئي آهي، جيڪا ڪڏهن مرڻي ناهي ۽ امر ٿي وئي آهي. هن ملڪ جيِ وجود جي پيڙهه ۾ قائداعظم محمد علي جناح سياست جو رت ست، ساهه ۽ روح وجهي هن جي آبياري ۽ تخليق ڪئي هئي، سياست ۽ سياسي پارٽين کان انڪار جناح جي سوچ ۽ تخليق کان ڇا انحراف نه آهي!؟

4 اپريل، 2002

# ريفرنڊم 2002ع ۾ سنڌ جو سياسي منظر نامو

ڊڪٽيٽر حڪومتن جي نئين نظام کي ڪجهه وقت ڪانپوءِ هڪ سال پورو ٿي ويندو ڪالهه تائين نئين نظام هيٺ چونڊيل سرڪاري ناظمن شڪايتون پئي ڪيون ته ڊي سي او ۽ ڊي پي او ته پري، پر ننڍين ۽ غير اهم ڪاتن جا ازڻ ڊي او به سندن ڪو ڪم ڪرڻ ۾ ڳالهه ٻڌڻ لاءِ تيار نه آهن. پر ريفرنڊم 2002ع جي ويجهو اچڻ سان اهڙي صورتحال پيدا ٿي وئي آهي جو بدين جهڙي نسبتاً ننڍي ضلع جي ناظم جي شڪايت تي به ڊي پي او بدلي ڪيو پيو وڃي. ننڍا ضلعا ته سنڌ ۾ گهوٽڪي، شڪارپور ۽ نوشهرو فيروز به آهن. گهوٽڪي جي ضلع ناظم جي شڪايت تي به هڪ اڌ ڏينهن ۾ ضلع جو ڊسٽرڪٽ پوليس آفيسر بدلي ٿيو آهي. گهوٽڪي جا مهر پلي پيپلا هجن، پر سندن پنهنجو اثر رسوخ، راڄ ڀاڳ ۽ طاقت آهي، جڏهن ته بدين جو ضلعي ناظم اتفاق سان ڪٽي ۾ ڪتي آيو. فهميده مرزا جو فارم رد نه ٿئي ها ته ڪمال خان چانگ هن وقت ڪنهن يونين ڪائونسل جو ناظم هجي ها. رڳو پيپلز پارٽي جي مدد سان ڳيتون ڏيئي هاليپوٽي کي چند ووٽن تي هارايائين، پر هن وقت ڪمال خان چانگ ڇو به ملهه تي ويو آهي. روز سندس گورنر سان ملاقاتون پيون ٿين، جيڪڏهن چانگ پرويز مشرف جي صدارت واري ريفرنڊم مهم ۾ ايڏي وڏي اهميت اختيار ڪري ويو آهي ته پوءِ حيدرآباد، ميرپورخاص، جيڪب آباد، خيرپور، دادو ۽ ڪراچي جا ناظم ڪيڏو نه اهميت اختيار ڪري ويا هوندا، جن جي هيٺان 70_80 ۽ ان ڪان مٿي يونين ڪائونسلون آهن. ضلعي ناظمن جي خاطر مدارت ته ٻين صوبن ۾ به ٿيندي هوندي، پر سنڌ خاص فوڪس هيٺ آهي.

سنڌ هر دور ۾ غيرجمهوري قدمن ۽ قوتن جي مخالف رهي آهي، جتي 1984ع ۾ ضياءُ الحق کي دادو ۾ عجيب صورتحال سان منهن ڏيڻو پيو هو جتي لاءِ بينظير ڀٽو واج به ڪا هام هڻي ته ان تي اعتبار ڪرڻو ئي پوي ٿو.

ريفرنڊم 2002ع ڪيترو جمهوري ۽ آئيني آهي، ان جو بحث هڪ طرف ڇڏي جيڪڏهن ريفرنڊم جي بلدياتي نظام سان رشتي جي ڳالهه ڪجي ته ظاهر آهي ته بلدياتي ادارن جان رڳو ميمبر جنرل پرويز مشرف جو اليڪٽورل ڪاليج نه آهن. جنرل ايوب جي 1962ع جي اڳئين ريفرنڊم ۾ ان جو چونڊ تڪ 80 هزار بلدياتي ميمبر هئا. جڏهن ته جنرل پرويز مشرف پنهنجي لاءِ ووٽ لڪن جي تعداد ۾ انهن ڪائونسلرن کان گهريو آهي ۽ انهن ذريعي هو ماڻهن کان رياستي مشينري استعمال ڪرائي اهو ووٽ وٺڻ چاهي ٿو. ضلعي ناظمن جي لاءِ پريشاني آهي ته اهي ضلعا سرڪار جو حصو آهن، هائوس رينٽ ۽ سرڪاري ملازمن واريون رعايتون به انهن کي حاصل آهن، سرڪار گورنر ذريعي لٺ ڏيکاري رهي آهي ته جيئن ناظم سرڪار جو حصو آهن، تنهن ڪري ريفرنڊم مهم کي ڪامياب بڻائڻ سندن ڊيوٽي ۾ شامل آهي. موجوده وقت ۾ ڪمال خان چانگ.ڪان وٺي علي محمد مهر ۽ مخدوم رفيق تي ٽيل مهرباني وري هڪ چٽ جو حصو آهن ۽ اڳتي وارا واعدا اجا الڳ آهن.

موجوده سرڪار، جنرل پرويز مشرف لاءِ ٽيندڙ صدارتي ريفرنڊم ۾ پنهنجي ڪنگز پارٽين ۽ ڪنگز جي بجاءِ جنرل جي جلسن ۾ انهن ناظمن کي آڏو آڻي رهي آهي. جنرل پرويز مشرف ۽ سندس وزيرن ڪانسواءِ اسٽيج تي عمران خان، ميان اظهر، فاروق لغاري، مولانا طاهرالقادري بجاءِ ميان عامر محمود توڪل الله ورڪ کان تقريرون ڪرايون پيون وڃن. (اهو بحث الڳ آهي ته ڪٿي مستقبل لاءِ ڪو ڪردار ذهن ۾ رکي جنرل جي حامي سياستدانن کي به بينظير جيان آسري ۾ نه رکيو پيو وڃي) ناظمن جي اها لٺ لست ۽ پيگهي ڏسي سنڌ جي ناظمن توڙي وڏيرن جو جيڪڏهن وات پاٽي ٿئي ٿو ته پوءِ ان ۾ حيرت جي ڪهڙي ڳالهه آهي. سنڌ جي ناظمن کي هڪ طرف ته پي پي پي مخالف وڏيري کي بئي پاسي مختلف قسمن جا سگنل ڏنا پيا وڃن، سنڌ ۾ پي پي پي ڪانسواءِ هڪ قوت متحده قومي موومينٽ آهي، جنهن ته سنئون سڌو ظاهر ڪيو آهي ته، پي پي پي جيڪڏهن سرڪار سان ڊيل ڪري ته اها جائز آهي، جيڪڏهن پيو ڪجهه ائين ڪري ته اها ناجائز

۽ غير جمهوري آهي. پي پي پي مخالف هڪ ٻيو گروپ امتياز شيخ ۽ جلال محمود شاهه سميت سنڌ جي سيني پ پ مخالف اڳواڻن جو اتحاد آهي، جلال محمود شاهه نسبتاً چپ آهي، پر باقي ايس ڊي اي تہ شايد دعا گهري ٿي تہ پي پي پي سان جنرل جو رابطو ٽٽي تہ اها سيٽ اسان والاريون.

هن وقت صورتحال اهڙي آهي جو سنڌ جي وڏيري ۽ پي پي پي مخالف ناظمن وچ ۾ هڪ ڊوڙ شروع ٿي وئي آهي، هر ڪو واڪ لڳائي رهيو آهي، جنرل پرويز مشرف جيڪڏهن ريفرنڊم 2002ع ۾ حمايت خاطر اسان جي علائقي ۾ اچي تہ پاڻ هيترا لک ماڻهو گڏ ڪنداسين، هتي وري بہ اهي ماڻهو سوال اٿارين ٿا تہ جيڪڏهن پي پي پي جنرل سان ٺاهه ڪري اچي تہ اهو صحيح ۽ اسان لاءِ غلط ڇو آهي؟

انهيءَ ۾ ڪو بہ شڪ ڪونهي تہ 1970ع واري ذوالفقار علي ڀٽي واري پي پي پي ان وقت ختم ٿي وئي هئي، جنهن ڏينهن انهيءَ پارٽي کي ڊسمبر 1971ع ۾ اقتدار مليو هو جنهن وقت ان ۾ سنڌ، سرحد ۽ پنجاب جا ايترا تہ وڏيرا ۽ چوڌري شامل ٿيا، جو ان جو اصلي روح ۽ حليوئي بگڙي ويو. بينظير واري پي پي پي تہ رهيو سهيو جيڪي چار سياسي اڳواڻ ۽ ڪم جا ماڻهو هئا، جن اختلاف راءِ رکيو ان کي چلتو ڪري ڇڏيو. بينظير ڀٽو سودي بازي ڪري اقتدار ۾ پهچندي رهي آهي ۽ اڃا تائين اها انهيءَ روش تي عمل ڪري رهي آهي، پر ان ۾ بہ ڪو وڏاءُ ناهي تہ اها پارٽي ئي آهي، جيڪا سول سوسائٽي جي ملڪ ۾ بالادستي لاءِ عوام جو سڀ کان طاقتور آواز آهي. بينظير ڀٽو ئي آهي، جيڪا هن وقت بہ جنرل پرويز مشرف جي اٿارٽي کي چئلينج ڪري رهي آهي. هوءِ اڄ بہ سول قوتن جي ملڪ ۾ بالادستي لاءِ امڪاني ويڙهه جي سرواڻ آهي. جيڪڏهن بينظير ڀٽو فوج سان اقتدار ۾ ڀائيواري لاءِ هر وقت تيار رهي ٿي تہ اها تنقيد باوجود ڪنهن فرد جو فوجي حڪومت جي اطاعت ناهي، بلڪ هڪ سياسي پارٽي جو ڪنهن نہ ڪنهن نقطي تي فوجي حڪومت سان Patchup هوندو آهي. ان ۾ بہ واقعي ڪو شڪ ناهي تہ انهيءَ اڪيوئيشن ناهڻ ۾ بينظير ماضي ۾ عوام دوستي وارو عنصر دنيا ۽ ماڻهن کي ڏيکارڻ ۾ ناڪام رهي آهي. فوج سان گڏجي ڪم

ڪرڻ ۾ عوام دوست ۽ جمهوريت دوست يا سول سوسائٽي کي اڳتي وٺي وڃڻ جو ڪو پهلو بہ نڪري سگهي ٿو جيئن ترڪي ۾ تجربو ٿيو آهي ۽ اڄ اتي سياسي قوتون نسبتاً سگهاريون ٿي ويون آهن. پر پاڪستان ۾ بينظير ڀٽو اهو ڪجهہ ڪرڻ ۾ ناڪام ٿي وئي آهي ۽ ان جا سندس سياسي ڪردار تي مورڳو ناڪاري اثر پيا آهن. ان باوجود سندس ڳالهہ ۾ وزن بهرحال آهي تہ جنرل پرويز مشرف ڪير ٿيندو آهي مون کي ۽ نواز شريف کي ملڪ ۽ سياست مان ٻاهر ڪيڻ وارو. ان جو حَق عوام کي هجڻ گهرجي. ليڪن سنڌ ڊيموڪريٽڪ الائنس ۽ سنڌ جو باقي پي پي پي مخالف عنصر بينظير ڀٽو جي سياسي قوتن جي بالادستي واري جنگ (جيڪا هوءَ پنهنجي پارٽي جي بالادستي جي صورت ۾ وڙهندي آهي ۽ جيڪا فوج راڄ کان لک دفعا بهتر آهي) فوجي ڪئمپ جي حق ۾ استعمال ٿي رهي آهي.

سول سوسائٽي ڪيتري بہ خراب هجي، پر ڇا اها سنڌ جي حق ۾ آهي يا فوجي بالادستي واري حڪومت؟ ڇا نهيءَ سوال تي بہ بحث جي ضرورت آهي تہ نواز شريف جي سول حڪومت جنرل پرويز مشرف جي حڪومت کان بهتر ۽ جائز هئي. نواز شريف ڪالاباغ ڊيم ٺاهڻ جو اعلان ڪيو پر سنڌ ۽ ملڪ جي سياست جي آواز نواز شريف کي ارادو تبديل ڪرايو. جنرل پرويز مشرف گريٽر ٿل ڪئنال جو اعلان پوءِ ڪيو ۽ ان تي ڪم اڳ ۾ شروع ڪرايو ۽ سنڌ جي احتجاج باوجود اهو ڪم تيزي سان جاري آهي. بينظير ڀٽو جو فوجي حڪومت سان اتحاد سنڌ ڊيموڪريٽڪ الائنس ۽ سنڌ جي پي پي پي مخالف وڏيرا ڪئمپ کان نہ رڳو ڏسڻ ۾ مختلف آيو بلڪ اهو پنهنجي جوهر ۾ بہ مختلف رهيو. ان تي تنقيد ڪري سگهجي ٿي، پر ان کي سنڌ جي وڏيري ٻاران پرويز مشرف لاءِ راهہ ۾ نيڻ وڇائڻ جهڙو عمل نٿو سڏي سگهجي.

الميو هي آهي تہ سنڌ ڊيموڪريٽڪ الائنس ۾ ويٺل سنڌي وڏيرا گذريل 30 سالن جي پيپلز پارٽي، ذوالفقار علي ڀٽي ۽ بينظير ڀٽو ٻاران يا تہ شڪست کائيندا رهيا آهن يا وري اهي ڀٽي توڙي بينظير جي پارٽي اندر روش کان ڏنگيل آهن. ڪي تہ هڪ حد تائين پي پي پي بينظير ڀٽو ۽

ذوالفقار علي ڀٽو جي مخالفت ۾ حق بجانب آهن. اهل ۽ لائق هوندي ۽ رڳو پيءُ پٽي پي مخالف ڪئمپ ۾ هوندي ٻه پي پي پي جي نااهل ماڻهن کان شڪست کائيندا رهيا آهن ۽ اها مجروح ٿيل خودي کين پي پي پيءَ مخالف ۽ جنرل جي حمايت ۾ گڏي ڪري رهي آهي. سائين جي ايم سيد، محمد ايوب کهڙو، قاضي فضل الله، پير صاحب پاڳارو عبدالحميد جتوئي، شيرازي، ملڪ اسد سڪندر، شڪارپور جا سومرا، غلام مصطفيٰ جتوئي ۽ ٺٽ جا ارباب، هڪڙي ڊگهي لسٽ آهي، جيڪا اڄ پي پي پي مخالف ڪئمپ ۾ بيٺل آهي. تقريباً اهي ماڻهو يا ته ايس ڊي اي ۾ ويٺا آهن يا وري اهي ايس ڊي ايس، قائداعظم ليگ جي سنئين سڌي اتحاد سان همدردي رکن ٿا. هي اهي شخصيتون آهن، جن مان ڪافي ماڻهن جو سياست ۾ بي داغ ڪردار به آهي. سائين جي ايم سيد لک دفعا سياسي تنقيد ڪئي وجي، پر سندس ماضي ۽ سياست بي داغ رهي آهي. غلام مصطفيٰ جتوئي سان هزار اختلاف رکي سگهجن ٿا، پر هن جو پنهنجو شريف ماڻهو وارو اميج آهي. اڄ جي گڏي ٿي ويل گروهه ۾ هڪ شيءِ مشترڪ اها آهي ته پي پي پي مخالف سياستدانن مان ڪن کي پي پي پي جي 1970ع ۾ اپريل لهر زخمي ڪري وڌو ته ڪي وري 1988ع جي سياسي اڀار دوران سنڌ جي عوامي سياست مان آئوٽ ٿي ويا.

انهن جا پنهنجا سور ۽ درد آهن. هڪڙي جا درد وري مختلف قسمن جا آهن. اهي اصل ۾ پي پي پي جا جيالا هئا، پارٽي ۽ ڀٽي تان جان ڏيندا هئا، پر ڀٽي ۽ بينظير جي آمراڻي سوچ تي تنقيد ۽ جي حضوري واري روايت کان سواءِ کين پارٽي مان نڪرڻ تي مجبور ڪري ڇڏيو. انهي روايت جا ممتاز ڀٽو عبدالحفيظ پيرزادو الاهي بخش سومرو ۽ غلام مصطفيٰ جتوئي به ڏنگيل آهن. جنرل مشرف ۽ بينظير وچ ۾ ڪو معاملو نه طئه نه ٿي سگهڻ تي اهي خوشيءَ ۾ نه پيا ماپن. عوام جي وڪيٽ تي بينظير کي شڪست بدران جنرل جي وڪيٽ تي کيڏي کيس شڪست جي خواهش جي تڪميل چاهين ٿا. فتح فتح هوندي آهي پوءِ ڀلي ان ۾ هڪ کي چار ڄڻا گڏجي دسي وجهن. جنرل مشرف جي ريفرنڊم 2002ع واري اعلان کانپوءِ ڪجهه ماڻهن

جنرل پرويز مشرف جا وڏا وڏا جلسا ڪرائڻ جا اعلان ڪيا آهن.

سنڌ جو هڪ اڳوڻو وزير وڏي واڪي چئي رهي آهي ته، پاڻ جيڪڏهن جنرل پرويز جا هٿ مضبوط ڪنداسين ته سنڌ جو ڀلو ٿيندو. ڇا واقعي فوجي حڪومت ۽ مشرف جي ريفرنڊم جي حمايت ڪري سنڌ ۽ جمهوريت جي خدمت ڪري سگهجي ٿي. ڇا خدا جي خلق ۽ ۽ سنڌ جو عوام انهي ڳالهه کي واقعي صحيح ٿو سمجهي يا ان جو ٻيو ڪو مقصد سمجهي ٿو جيڪو هتي ڄاڻايو نه پيو وڃي. واقعي اهي ماڻهو ٻار کان سوال ڪن ته بينظير جي مخالفت ۽ مشرف جي حمايت سنڌ جي عوام جي خدمت برابر آهي.!؟ سئو ڇا هزار دفعا انهي سوال جو جواب "نه" ۾ ايندو. سنڌ جا حق فوجي حڪمران ڪڏهن ڪو نه ڏيندا. سنڌ جا ماڻهو بينظير کان انهي ڳالهه تي چڙندا آهن ته اها فوج سان سوديبازي ڪرڻ ۾ دير ناهي ڪندي، سنڌ جي ماڻهن کي ته نواز شريف جو اسٽيبلشمينٽ سان ٽڪرائڻ به ڏاڍو سٺو لڳو هو. بينظير سان ماڻهو محبت ڪندا آهن پر سندس اسٽبلشمينٽ نواز پاليسين سان نفرت به ڪندا آهن. اهي موجوده سنڌي ٻوٽار جي اهڙي عمل سان ڪيئن محبت ڪندا. سڀ ڪو سمجهي ٿو ته پرويز مشرف لاءِ جيڪي ماڻهن جا اڄ هيانءُ ڦاٽي رهيا آهن، ان ٻويان ڪهڙي سنڌ، جمهوريت، جدوجهد ۽ آزادي لڪل آهي.

سنڌ ۾ ڪجهه عرصو اڳ پاٽي ڪوٽ خلاف پٽ شاهه کان ڪراچي تائين رسول بخش پليجي ۽ سندس عوامي تحريڪ لانگ مارچ ڪيو. رسول بخش پليجي سان گڏ پي پي پي جو اڳيون جيالو ۽ سابق وزير به هو جنهن کي نالي کان اڳ چاچا ڪري سڏيو ويندو آهي. هن ڏنبا ڪاڏا ۽ سندس بهادري، ارڏائي ۽ صاف گوئي تي سنڌي اخبار جي هڪ ڪالم نگار دوست چڱو خاصو تعريفي آرٽيڪل لکيو. انهي آرٽيڪل جو حاصل مطلب اهو هو ته انهي چاچي جهڙا جيڪڏهن چار چاچا ٻيا هجن ته جيڪر سنڌ جي مصيبتن ۾ هچائن مان جان ڇٽي پئي. اهو چاچو جيل مان نڪتو موجوده ضلع ناظمن مان هڪ ضلع جو ناظم انهي چاچي جو پٽ به آهي، جنهن پنهنجي ضلعي ۾ زوري پرويز مشرف کان پنهنجي علائقي جو وزٽ شيڊول

ورتو هو. پرويز مشرف جي انهي پروگرام کي ڪامياب ڪرائڻ ۾ سندس آڏو سرخرو ٿيڻ لاءِ نہ بلڪ سنڌ امڙ جي خدمت ڪرڻ لاءِ اهو چاچو پنهنجي پٽن ۾ پوٽن سوڏو ميدان تي لهي پيو آهي. سرڪار جو پروگرام ۾ سرڪار جو تعاون هجي تہ پروگرام جي ناڪام ٿيڻ جو تہ سوال ئي پيدا نٿو ٿئي. چا اهڙا چار چاچا هجن تہ واقعي سنڌ جي ڏکن ڏوجهرن مان جان ڇٽي پوندي؟ انهي ڪالم نگار دوست جي راءِ اچا ساڳي آهي يا 13 اپريل تي شام جو سانگهڙ ۾ ٿيندڙ مشرف جي لاءِ استقبال ڪانپوءِ ان ۾ ڪا تبديلي آئي آهي.

19 اپريل، 2002ع

# سنڌ ـ سيد کانپوءِ

جي ايم سيد جي سياسي زندگي سرڪشي، بغاوت ۽ سنڌ سان محبت سان عبارت آهي. جنهن جي سموري سياسي زندگي جون ڪوششون، ڪاوشون، محبتون، محنتون سنڌ سان ئي منسوب ۽ ارپيل آهن. خلافت تحريڪ هجي يا ڪانگريس، مسلم ليگ هجي يا وري بغاوت هجي، سنڌس سموري سياسي رام ڪٿا جي پوپان سنڌ ئي نظر ايندي. سنڌ ئي هن جو آدرش هو. اها الڳ ڳالهه آهي ته سنڌ جي سياست جا داؤ ۽ پيچ، سنڌ جي مقدر جو فيصلو ڪرڻ سنڌس وس ۾ نه اچي سگهيو پر سنڌ جي سياست ۽ ان جي مقدر تي هن شخص جي تمام گهري ڇاپ آهي، جيڪا وقت گذرڻ سان وڏيڪ چٽي ۽ نروار ٿي رهي آهي. سيد جي سياسي حڪمت عملي سنڌ جي عوام اندر ڪا ايڏي وڏي موٽ ۽ اٿل پٿل نه آڻي سگهي، جهڙي اٿل پٿل پاڪستان جي قيام دوران يا وري 1970ع ۾ بنگال ڏني هئي. سيد جي سياست ۽ ان جي ڪردار ڪي سنڌ کان جيڪڏهن ٻاهر ڪڍبو ته اهو اهڙي گل جيان هوندو جنهن اندر خوشبوءِ سنڌس سياسي عمر ۽ وهي جا الڳ الڳ رنگ توڙي جدا جدا لاها چاڙها آهن. جن مان هر هڪ تي الڳ الڳ تجربا پيش ڪري سگهجن ٿا ۽ انهن مان هر ڪنهن جا سڀ ڪو الڳ مفهوم به ڪڍي سگهي ٿو. پر سيد جون ڪيل ڳالهيون وقت گذرڻ سان وڏيڪ چٽيون ٿي رهيون آهن.

پاڪستان سيد جي پنهنجي تخليق هو. سنڌ ۾ يوپي ۽ سي پي مان آيل مسلمان پائرن لاءِ سيد پنهنجا اکڙ ۽ نيڻ آڇيا. پر انهن جي آمد دوران سيد کان رڙيون ۽ آهون به نڪتيون. سيد چيو هو ته هڪ وقت ايندو، جڏهن سنڌ ۾ آباد ڌاريا هڪ ڏينهن اسان جي وسيلن تي قبضو ڪندا ئي ڪندا. هڪ ڏينهن اهي سنڌي سڏائي سنڌ جي نالي تي قبضو ڪري اسان ڌرتي ڌڻين کان سڀ ڪجهه کسي وٺندا.

سيد جي زندگي ۾ انهن ڏارين، يوپي، سي پي ۽ پنجاب کان آيل مسلمان پاڻرن سنڌ جي مال ملڪيت کي پڳڙن ۽ ريوڙين جيان کائي هضم ڪري ڇڏيو پر اهي سيد جي انهي جملي جي آخري حصي تي عمل ڪندا، ان تي ويساهه مڙني گهٽ هو. ڇو ته سيد جي زندگي ۾ ڏاريا سنڌي سڏائڻ بجاءِ مهاجر قوم جو نعرو هڻي رهيا هئا. ڪراچي کي الڳ ڪرڻ ۽ جناح پور جا نعرا به لڳندي ڏٺا ويا. انهن ماڻهن هتان سنڌين سان تعديون به ٿيون، سنڌي جي رت سان راند جيڪڏهن ٿي ته ٻاهران گهرايل مهمان انهي راند جا مهرا بڻيا. ڪنهن ٿي سمجهيو ته اهي ماڻهو هڪ ڏينهن سنڌي سڏائي سنڌ جي سياست به پنهنجي هٿ ۾ ڪندا. ايم ڪيو ايم اڄ کان تقريبن 15 سال اڳ ٺاهي وئي، ان جو نعرو مهاجر قوم ۽ مهاجر وطن لاءِ جدوجهد هو ان جي قائد الطاف حسين مهاجر قوم واري سوچ کي سنڌي قوم سان ٽڪراءُ ۾ آڻي ان جي تاريخي حيثيت کي چيلينج ڪيو. جيستائين سيد حيات هو ته ڪنهن ٿي چاتو ته سيد جي قومي سياست، سنڌ جي بقا جي جدوجهد، ملڪ ۾ موجود اڻ گهڙيل ۽ اڻ برابري واري رياستي ڍانچي ۾ سنڌ سان ويساهه گهاتي خلاف آواز جي سرواڻي هڪ ڏينهن ڪير ڪري سگهندو. سائين جي ايم سيد جي وڇڻ کانپوءِ سنڌ جي سياست ۽ سنڌ جي انداز فڪر ۾ واضح تبديليون آيون آهن، سائين جي ايم سيد سنڌ جي سرڪشيءَ جو اهڃاڻ هو هن شخص اڻ برابري ۽ بدمعاشي خلاف ورهين تائين سنڌ جي ڪمزور سرڪشيءَ جي اڳواڻي ڪئي. هن جي موت سنڌ ۾ هڪ وڏو خال پيدا ڪيو آهي.

ان خال کي هڪ ڏينهن پرجڻو هو ڇو جو خال عارضي هوندو آهي. جيڪڏهن انهي خال کي بهتر نموني ڪنهن نه پريو ته پوءِ ان کي دل کي نه وڻندڙ طريقي سان به ڪو پري سگهي ٿو. ان کي سنڌ جي سياست ۾ بينظير ڀٽو ۽ پيپلز پارٽي جي موقعي پرستي ۽ سنڌ جي سيد کان پوءِ جي جهول ڪمزور ۽ خودغرض سياسي قيادت نه پري سگهي ۽ پوءِ ڀٽائي کي گلن جي پيتا ڏئي ايم ڪيو ايم ۽ الطاف حسين فيبروري 2000ع ۾ انهي خال کي پرڻ جو اعلان ڪيو. الطاف حسين ڀٽائي کي گلن جي پيتا ڏيڻ کانپوءِ لنڊن مان فيبروري 2000ع ۾ فون ذريعي ڪراچي جي نشترپارڪ ۾ خطاب ڪندي

سنڌ کي 1940ع جي قرارداد لاهور هيٺ حق ڏيڻ جي گهر ڪئي، جنهن اتحاد ۾ بينظير ڀٽو ۽ ان جي پيپلز پارٽي ويٺي هئي، انهي اتحاد بحالي جمهوريت جي سربراهه نوابزادي نصرالله خان ايم ڪيو ايم جي انهيءَ گهر کي پاڪستان سان غداري قرار ڏنو.

الطاف حسين ان بعد مسلسل سنڌ کي فتح ڪرڻ جي مهم سان باقاعده بنا ڪنهن ساهه کڻڻ جي انهي جستجو ۾ لڳو رهيو ته، سنڌ جي سياست ۾ پنهنجو مقام ٺاهجي. مهاجر قومي موومينٽ ڪانپوءِ ان جو نالو متحده قومي موومينٽ رکڻ کان شروعات ڪندي اها سياست اڄ سنڌ سنڌ ڪري رهي آهي، اڄ انهيءَ ڌارا ۾ ڪجهه سنڌي ماڻهو به شامل ٿي ويا آهن.

علي احمد بروهي جهڙو دانشور اڄ ان جي رابطي ڪميٽي جو ميمبر آهي. هن وقت جيئي سنڌ قومي محاذ جي سياسي ڌارا اٿين پيو لڳي ڄڻ انهيءَ سياسي ڌارا جو هڪ حصو آهي، صرف ٻن سالن جي مختصر عرصي ۾ سنڌ دشمن سڃاڻپ رکندڙ ايم ڪيو ايم ۽ الطاف حسين اڄ سنڌ جا خيرخواهه هجڻ وارو تاثر قائم ڪري ويا آهن. ڪالهه جو ايم ڪيو ايم ۽ مهاجر مخالف سنڌي به اڄ انهي سياسي ڌارا ۽ الطاف حسين کان اڄ اهڙي نفرت نٿو ڪري، جهڙي 1990ع واري وقت ۾ ڪندو رهيو. 19 اپريل تي نشترپارڪ ڪراچي ۾ فون ذريعي الطاف حسين جي خطاب کي جيڪڏهن پڙهجي ۽ ان خطاب مان ايم ڪيو ايم ۽ الطاف حسين جو نالو ڪٽي ڇڏجي ته اهو خطاب عبدالصمد اڇڪزئي، عطاءَ الله مينگل ۽ خان عبدالغفار خان جو خطاب محسوس ٿيندو. 19 اپريل تي سنڌ اتحاد ڪنوينشن جي نالي سان نشتر پارڪ ۾ الطاف حسين جي تقرير ڪنهن سنڌي قومپرست جي تقرير جو ڏيک پئي ڏنو. تقرير جي شروعات الطاف جي نظم "ڌرتي ماءُ جي پڪار" سان ٿي، جڏهن ته ان جي 2 ڪلاڪن واري تقرير جو اختتام نعره سنڌ سان ٿيو.

1940ع جي قرارداد لاهور هيٺ آئين ساز اسيمبلي ٺاهڻ جي قرارداد پاس ڪئي وئي، ستن قراردادن جي نه مڃڻ جي صورت ۾ ڇهه نقطا (شيخ مجيب الرحمان جا ڇهه نقطا هئا) پيش ڪرڻ جو اعلان ٿيو. جيئي

سنڌ سان گڏ انهيءَ جلسي ۾ شفيع ڪرناٽي آچپي جو نعرو به هنيو. ڪراچي جتان سنڌ ۽ سنڌي ۽ انهن جي قومي حقن جي سياست کي ڏيهه نيڪالي ڏنل هئي، ان 15 لک جي اردو ڳالهائيندڙ عوام ۾ جيڪڏهن اهڙيون ڳالهيون ٿين ته سنڌ جي بيمار قوم پرست سياست جي مردي ۾ جيڪڏهن ساهه نه پوندو ته بيو چا ٿيندو. حالانڪ الطاف حسين جي انهيءَ اردو ٻولي ۾ ٿيندڙ سنڌ جي قومپرست سياست جو گهڻو زور صوبن جي وسيع تر خودمختياري ۽ قرارداد لاهور هيٺ حقن کي حاصل ڪرڻ لاءِ آهي، ليڪن ان ۾ ٻيا اشارا موجود آهن. الطاف جي تقريرن ۾ سنڌ جو عنصر ڏينهون ڏينهن نه صرف غالب ٿيندو پيو وڃي، بلڪ الطاف پنهنجي ڳالهه سنڌي ماڻهن جي نبض تي هٿ رکي پهچائي رهيو آهي، مثال طورا اهو چوڻ ته اسان سائين جي ايم سيد جي ڳالهه ڪنداسين، ڇو ته هو به قائداعظم ۽ لياقت علي خان جيان پاڪستان جي بانين منجهان هو. هو بينظير ڀٽو تي وار ڪرڻ وقت سنڌي عوام جي نفسيات ۽ جذبات کي ڏسي پوءِ ٿو ڪري ته شهيد ڀٽو ۽ شهيد مرتضيٰ جي قاتلن کي بينظير ڪجهه نه ڪري سگهي، بلڪ هوءَ ساڻن گڏ ويٺي آهي ۽ هڪ حوالي سان اهو ڪو ايترو غلط به ڪونهي. الطاف حسين سنڌ جي روايتي وڏيري تي به وار ڪري رهيو آهي، جيڪو سنڌ جي پارلياماني سياست تي قبضو ڪيو ويٺو آهي. هو چوي ٿو ته سنڌ جو وڏيرو دڪاندار آهي، جيڪو به غلط ڪو نه ٿو لڳي، مقصد ته الطاف حسين جي ڳالهين ۾ نه صرف اپيل آهي، بلڪ هو پنهنجي ڳالهين ۽ عمل ذريعي پاڻ کي اردو ڳالهائيندڙ سنڌ جو هڏڏوکي ۽ اڳواڻ طور پيش ڪري رهيو آهي، پر پيپلز پارٽي جي موقع پرست، خودغرضانه ۽ اقتدار جي لوڀ واري سياست ۽ سنڌ جي باقي سنڌي سياست جي پنهنجي پنهنجي گروهه کي ٿي پارٽي، سنڌ جي هڏڏوکي هجڻ واري روش الطاف حسين لاءِ سٺو موقعو فراهم ڪيو آهي. اڄ الطاف حسين سنڌ جي قومپرستن جو سڀ کان اهم ۽ چوٽيءَ جو اڳواڻ ٿي اڀري رهيو آهي، جنهن سان ماڻهو به گڏ آهن، جنهن جي سنڌي اسيمبلي ۽ قومي اسيمبلي اندر هر دور ۾ اهميت به رهي آهي. آڪٽوبر 2000ع جي چونڊن لاءِ ٿيل نين تڪبندين ۾ چون ٿا ڪراچيءَ ۾ ايم ڪيو ايم لاءِ وڏو

خيال رکيو ويو آهي، ڇاڪاڻ جو آئنده جي سنڌ اسيمبلي ۾ امڪان آهي ته ايم ڪيو ايم تمام وڏو آواز ٿي اڀري. ايم ڪيو ايم ته اڄڪلهه وڏي سرڪار وٽ به ريفرنڊم جي خاموش حمايت جي بدلي ۾ گڏ ٻوڪ ۾ آهي.

سيد جي وفات کانپوءِ نه صرف ايم ڪيو ايم ڪراچي ۽ حيدرآباد جو انداز بيان بدلايو آهي، بلڪ نين بلدياتي چونڊن ۾ ڪافي ماڻهو سنڌ جا باشندا ٿي سوچڻ ۽ ان تي عمل ڪرڻ لڳا آهن. اڳي اهو صرف سنڌ جي ماڻهن جي مٽي جو سور هوندو هو ته پاڻي جو سوال، سنڌ جي وسيلن جي مرڪز پاران ڦرلٽ جو سوال ڪٽن. اڄ سنڌين کانسواءِ سنڌ ۾ ٻيون ٻوليون ڳالهائيندڙ ماڻهن ڪي اهو سيڪ اڄي رهيو آهي. ڪالاباغ ڊيم ۽ گريٽر ٿل ڪئنال تي سڄي سنڌ سراپا احتجاج آهي، اهو ڀائيچارو گڏيل ضلعي حڪومتن جي چونڊن ۾ به نظر آيو. سنڌين، پنجاب کي ۽ پنجابين مهاجرن ۽ سنڌين کي ووٽ ڪيا. اڳي ديهي ۽ شهري سنڌ هوندي هئي. ميونسپل ڪميٽيون الڳ ته ضلعي ڪائونسلون الڳ، حيدرآباد شهر جي حڪومت الڳ، حيدرآباد ضلعي ڪائونسل جي الڳ، ليڪن اڄ ضلعي حڪومتون هڪ انتظامي ڪنٽرول ۾ آهن ۽ اهي انتظامي ڪنٽرول اڄ سنڌين وٽ آهن. حيدرآباد، نوابشاهه، ميرپورخاص ۽ سکر جا بلدياتي ادارا اڄ سنڌين لاءِ اوپرا ناهن. سنڌ پنهنجا وڃايل اختيار واپس وٺي پنهنجو پاڻ کي شايد فتح ڪري رهي آهي. سنڌ پنهنجي مستقل باشندن بلوچن، مهاجرن ۽ پنجابين کي به شايد فتح ڪري پنهنجي وڃايل ايڪتا وري بحال ڪري رهي آهي. جيڪڏهن ايم ڪيو ايم ۽ الطاف حسين جي ڳالهين ۾ ڪجهه سچائي آهي ته ان جو مقصد هي نڪري ٿو ته سنڌ الطاف حسين سميت مهاجر آبادي کي به فتح ڪري ورتو آهي يا الطاف حسين ڪنهن نئين رنگ ڍنگ مان پاڻ فتح ٿيڻ بدران سنڌ کي فتح ڪرڻ چاهي ٿو.

1843ع ۾ ناٿونمل سنڌ چارلس نيپئر کي فتح ڪري ڏني هئي، ان کان سئو سال بعد ڪراچي جي سنڌ اسيمبلي ۾ 1943ع ۾ سائين جي ايم سيد سنڌ قائداعظم محمد علي جناح کي فتح ڪري ڏني هئي ۽ پوءِ پاڪستان پيهتو هو. ان پاڪستان ۾ سائين جي ايم سيد ساري عمر جيل ۾

گذاري ۽ ان جو موت به الميو بڻجي نظربندي ۾ ٿيو. سنڌ ذوالفقارعلي ڀٽي به 1970ع ۾ فتح ڪئي هئي، پر آلله حياتي ۽ سمجهه ڏئي ان جي نياڻي کي جنهن هر دور ۾ سنڌ کي اسلام آباد ۾ ڏاڍو سستو وڪرو ڪيو. اڄ سيد ۽ سنڌ جو نانءُ وٺي، سهڻا سهڻا وڻندڙ نعرا ڏئي الطاف حسين به سنڌ کي ڪٿي وڪرو ته نه ڪري ايندو. اهو سوال سنڌ اتحاد ڪنوينشن ڪانپوءِ جنرل پرويز مشرف جي ريفرنڊم جي حمايت ڪانپوءِ هر هر اڀري ٿو ۽ وڏساهه گهاتي ٿيل ۽ هر دور ۾ ٺڳيل سنڌ کي ڇرڪ مٿان ڇرڪ اچي رهيا آهن.

25 اپريل، 2002ع

# الله بخش سومرو ۽ تلخ حقيقتون

1935ع جي آل انڊيا ائڪٽ تحت پوري برٽش انڊيا ۾ عام چونڊون ٿيون. سنڌ اندر انهن عام چونڊن ۾ رياست جي سڀ کان وڏي ۽ نمائنده پارٽي سنڌ اتحاد پارٽي چونڊون تہ کٽي آئي، پر ان جا نمبر هڪ ۽ ٻہ سربراهہ شاهنواز ڀٽو ۽ عبدالله هارون هارائي ويا. انگريزن جو پارٽ تي نہ صرف مضبوط قبضو هو بلڪ ان جي جاسوسي جو نظام بہ زبردست هو. رائونڊ ٽيبل ڪانفرنس ۾ ڇا ٿيو هو. ان ۾ انگريزن لاءِ آئنده مٽي جو سور ڪير ٿي سگهيو پئي. سنڌ سميت سڀني علائقي ۾ مستقبل جون ڪهڙيون سياسي قوتون اڳتي اڀري رهيون آهن؟ ڪنهن کي پوئتي ڌڪڻو آهي؟ سنڌ جي گورنر لينسلاٽ گرهام جي انهيءَ رپورٽنگ جو شاخسانو هو جو شاهنواز ڀٽو ۽ عبدالله هارون کي آئينده سنڌ اسيمبلي جي سياسي آکاڙي مان ٻاهر ڪڍيو ويو. انگريز حڪومت ۽ سنڌ جي گورنر لينسلاٽ گراهم خاموش نہ ٿيا، بلڪ اسيمبلي مان اڪثريتي ڌر سنڌ اتحاد پارٽي کي حڪومت ٺاهڻ جي ڪوٺ ڏيڻ بدران ننڍڙي گروپ، جنهن جا ايوان مان پنج کان مٿي حمايتي ڪو نہ هئا، ان جي اڳواڻ غلام حسين هدايت الله کي حڪومت ٺاهڻ جو موقعو ۽ مدد ڏني ۽ 27 ڊسمبر تي اڪثريت جي حمايت رکندڙ سنڌ اتحاد پارٽي جي اڳواڻ الله بخش سومرو کي اپوزيشن ۾ ويهڻ لاءِ چيو پر ڪجهہ وقت ۾ ئي غلام حسين هدايت الله جي حڪومت سنڌ جي پاپولر مينڊيٽ ۽ خواهش آڏو جهڪي پئي ۽ سنڌ جي مقدر ۾ هڪ باصلاحيت وزيراعظم (وڏي وزير) جي انٽري ٿي.

سنڌ جي سياسي وڏيري کي اقتدار جو چسڪو ۽ ڏاڍي کي "جي حضوري" ڪرڻ واري عادت اڄ جي نہ آهي، بلڪ تنهن وقت بہ ائين ئي هو. جنهن کي 60 سالن جي سياسي ۽ سماجي تبديلي بدلائي نہ سگهي آهي. غلام حسين هدايت الله وزارت اعظمي وڃائڻ کانپوءِ الله بخش جي وزارت ۾

فرار ٿي ويو سنڌ کي بمبئي کان آزادي حاصل ڪئي ٿورو عرصو ٿيو هو. آزادي ۽ انقلابن جو دور هو. دنيا ۾ سوويت يونين جهڙو واقعو ٿي چڪو هو يورپ ۾ سرخ انقلاب ۽ تبديلي جو نعرو عام هو جنهن کان هر عام سياسي ڪارڪن متاثر پئي ٿيو. سموري دنيا ۾ نوآبادياتي نظام خلاف تبديليءَ جي خواهش پنهنجي ڪلائمڪس تي پهچي رهي هئي. ان کان سنڌ جا تنهن وقت جا هڏڏوکي به متاثر ٿيا هئا. ڀارت ۾ انگريز بهادر خلاف گوکلي، گانڌي، ابوالڪلام آزاد، عبيدالله سنڌي، نهرو ۽ محمد علي جناح جدوجهد ۾ پيش پيش رهي ننڍي کنڊ ۾ ڪنهن هاڪاري تبديليءَ لاءِ مثال ڇڏي رهيا هئا. سنڌي مدي خارج نظام ۽ روايتن کي بوجهه سمجهي ڪنڌ تان هٽائڻ لاءِ تيار هئا ۽ انهيءَ نهج تي، انهيءَ تياري دوران سنڌ جي اقتداري سياست ۾ الله بخش سومرو جي 1938ع ۾ وزيراعظم لاءِ انٽري ٿيڻ تي ۽ پوءِ الله بخش حڪومت چند اهڙا قدم کنيا، جن کي نه صرف ان دور ۾ بلڪ اڄ به ڏسجي ته هڪ دليرانه، عام روش ۽ اقتداري سياست جي روايت کان هٽي ڪري قدم کڻي سگهجي ٿو.

سنڌ ۾ انگريز گورنر جو سڪو هلندو هو ۽ ان جي اشاري تي وزيراعظم مٽبا هئا ۽ ميمبر وفادارين به ائين ئي مٽائيندا هئا. سنڌ جي اسيمبلي ۾ ٿورن روشن خيال ۽ سياسي ذهن رکندڙ ماڻهن کي ڇڏي باقي ميمبر روايتي وڏيرا هئا، پر الله بخش جي پهرين حڪومت انگريزن جي ڪٽر مخالف، ان جي دنيا ۾ سڀ کان وڏي مخالف سوويت يونين جي حمايتي، افغانستان جيڪو ان وقت انگريزن لاءِ مٿي جو سور هو ان جي حامي هئي. هن نون خيالن جي پرچارڪ ڪميونسٽ مولانا عبيدالله سنڌي کي نه صرف سنڌ واپس گهرايو بلڪ ان کي پاڻ ڪراچي جي بندر تي گلن جا هار پارائي جلوس جي شڪل ۾ وٺي آيو. انگريز دور ۾ سنڌ جي وڏيرن کي مليل مئجسٽريٽن جا اختيار ڪرسي جي حيثيت ۽ ٽاڪيل ميمبرن واري روايت ختم ڪئي. سنڌ جي سيٺي وڏيرن کي ناراض ڪري هڪ روپيو ڍل وڌائي. انهيءَ روپئي ۽ ڍل وڌائڻ واري بهاني واري سوال تي سمورا سنڌي وڏيرا مٿس ناراض ٿيا ۽ ان جي حڪومت ڊاهڻ ۾ جنبي ويا. سندس اهي فيصلا نانگ

جي پر ۾ هٿ وجهڻ برابر هئا ۽ انهيءَ مان ظاهر هو ته ڪيس جيڪڏهن ڪا ڳالهه صحيح نه ٿي لڳي ته ان لاءِ ڪنهن کي راضي رکڻ/ناراض ڪرڻ يا ان لاءِ پنهنجو اقتدار ۾ هجڻ کي اوليت ڏيڻ واريون ڳالهيون ڪوته هيون.

انهن پنهي ڳالهين کان هٽي ڪري، هن جنهن ڳالهه جو ان وقت ۾ پرچار پئي ڪيو اها انتهائي نرالي هئي ته انگريزن جي نڪرڻ کانپوءِ سنڌ جي مقدر جي واڳ سنڌ ۽ سنڌين کي پنهنجي هٿ وس رکڻ گهرجي، پر سنڌ جا روايتي سياسي اڳواڻ توڙي وڏيرا جيئن اڄ آهن، ڪالهه به ائين ئي هئا. هڪڙا ڪانگريس ۽ نهرو جي ڪڍ هئا، ته انهن جو هڪ وڏو تعداد وري محمد علي جناح جي پنيان هو. سنڌ جي اندروني سياسي ٻيڙهه ۽ پارلياماني جنگ ۾ آل انڊيا مسلم ليگ ۽ محمد علي جناح کي ان جهيڙي ۾ آڻي اهڙي سياست جي شروعات ڪئي وئي، جيڪا اڄا جاري آهي. هاڻي سنڌ جي روايت اها بڻجي وئي آهي ته اڄ به سنڌ جي سياست ڪندي به قوم پرست ۽ وطن دوست سڏائي پنهنجي ذاتي مفادن لاءِ اسلام آباد ۽ G H Q جي سلامي پرڻ کي ڪو عيب ۽ عار نه، بلڪ باعث فخر سمجهن ٿا. الله بخش سومرو انگريزن جي نوآبادياتي نظام سياست جي پيداوار هو پر هن جي سياست جو رنگ ڍنگ ۽ ان جون حڪمت عمليون عوامي رنگ ۾ رڱيل هيون. سندس سياسي فيصلا ڏور رس نتيجن وارا هئا، سندس دل ۾ هڪ معصوم ۽ شريف دل به ڌڙڪندي هئي. هن ۾ سياستدان سان گڏ هڪ انسانذات جي خدمت ڪرڻ وارو جذبو هو.

شڪارپور کي سنڌونديءَ جي ڇولي کان خطرو ٿيو ناهي، انهيءَ خطري ۾ شڪارپور وچي بقول لطيف الله بدوي جي الله بخش جبل بڻيو ناهي. شڪارپور ۾ وڏي ماتا ڇا نڪتي الله بخش ڪراچي ڇڏي اچي ماتا جي اپريل باهه تي پاڻي جا ٽڏا ڇنڊا هنيا ۽ انگريزن، ملڪ جي روايتي سياست ۽ سياسي وڏيرن لاءِ ته راهه جو پٿر بڻجي پيو پر عوام جي معصوم دلين ۾ هو ڌڙڪن بڻيل هو. الله بخش سومرو جڏهن سنڌ جي سياست جو سرواڻ هو ان وقت نندي کنڊ ۾ ڪانگريس، مسلم ليگ، گانڌي، نهرو ۽ محمد علي جناح جي سياست عروج تي هئي. جڏهن ڪرپس مشن پهريون دفعو نندي کنڊ ۾

ڪنهن سياسي حل کي ڳولڻ لاءِ آئي ته گانڌيءَ ۽ جناح جي ڪانگريس مسلم ليگ سان گڏ اپريل 1940ع ۾ آزاد مسلم ليگ ڪانفرنس جي محرڪ سنڌ جي وزيراعظم سان به ملڻ جي خواهش ڏيکاري، مطلب ته الله بخش جو ننڍڙي کنڌ جي سياسي اڳڪرن وچ ۾ ايڏو قد ڪاٺ هو. الله بخش کي عاشق حسين بٽالوي نفرت مان سنڌ جو "يهودا" ڪوٺيو. سنڌ تاريخ جي آئيني ۾ رڌرسي مصنف سي ـ آ اگئيف الله بخش لاءِ لکيو ته "هن ڪانگريس به نه مسلم ليگ به نه، بلڪ سنڌ سنڌين جي آهي جو نعرو ڏنو." جي ايم سيد الله بخش کي دودو ثاني ڪوٺيو. سائين جي ايم سيد جي الله بخش سومري متعلق پيڇاڻ ۽ ان جي سياسي Vision کي پڙهي ڏنڌين آڳريون اچي ٿيون وڃن. عائشه جلال لکي ٿي ته "1946ع ۾ جڏهن سنڌ ۽ پنجاب ۾ الله بخش سومرو ۽ سڪندر حيات نه رهيا ته انهن رياستن جون چونڊيون مسلم ليگ ۽ جناح جي حق ۾ ٿي ويون، جو ته محمد علي جناح کي ڪير چئلينج ڪرڻ وارو ڪو نه هو." جنهن وقت جي لهر تي الله بخش سومرو سوار ٿي آيو هو اها موت کائي رهي هئي.

ننڍي کنڌ جي مسلمانن جي خواهش ۽ پاپولر گهر جي سرواڻي ۽ مسلمانن جي مقدر جي واڳ محمد علي جناح جي هٿ ۾ اچڻي هئي سا اچي وئي. الله بخش سومرو ۽ پير پاڳارو شهيد نه ٿين ها، جي ايم سيد ۽ ان جا سنڌي سنگتي جناح جي حمايت نه ڪن ها، ته سنڌ ۾ پاڪستان جو نقشو ڪو الڳ هجي ها؟ هي سوال محمد علي جناح جي مسلم مقصد لاءِ ٿيل جدوجهد جي ڊوڙ ۾ پنتي رهجي ويا آهن. پر پاڪستان ٺهڻ کانپوءِ الله بخش سومري کي سنڌ جي ماڻهن ۽ ان جي پنهنجي پونيئر جيئي سپاهملاڻي سان گڏ شرنارٿي بڻائي الهاس نگر ۽ ممبئي بدر ڪري ڇڏيو آهي. الله بخش جي خون جو شڪ ايوب کهڙي تي هو پر الله بخش سومري جي قبر جي مٽي به اڃا خشڪ ڪا نه ٿي هئي ته ان جو پاڻ مولابخش سومرو ايوب کهڙي جو سياسي يار ٿي ويو. رت جا رشتا ڪمزور ثابت ٿيا. جيئي سپاهملاڻي ايوب کهڙي تي رڳو الله بخش جي خون جي شڪ جي ڪري ان جي گهر جو پاڻي به ڪو نه پيئندي هئي، هوءَ سنڌ ڇڏي وئي پر هميشه ساڻ رهندڙ الله بخش جي فوٽو

سميت ان جي سياست ۾ آدرش پاڻ سان کڻي وئي. اڄ الله بخش سنڌ جو ڪونهي، پر پنهنجي عزيزن جو به ناهي، ڇو ته الله بخش ۽ انَ جي سياست سانِ ڪو تعلق اڄ اقتداري سياست ۾ شڪارپوري سومرن لاءِ ڪنهن ميرٽ بجاءِ ڏيَ ميرٽ بڻجي ويَ آهي.

تاريخ سنڌ جا هيرا گمنامي جي غار ۾ اڇلي رهي آهي/ڇڪي آهيَ. صبغت الله شاهه راشدي پيرَ پاڳارو اول انگريزن خلاف سياسي بغاوت جو سرواڻ هو. الله بخش انگريزن جي قائم ڪيل سياسي نظام ۾ رهي ڪري جنگ پئي ڪئي. حر تحريڪ سياسي تحريڪ هئي. انگريزن ۽ ايڇ ٽي لئمبرڪ انهيءَ تحريڪ کي دهشتگرد تحريڪ ڪوٺيو ۽ ڪچليو پير پاڳاري جي اڳئين نسل به هن سورهيه بادشاهه کي هڪ حوالي سان پنهنجو نه ڪيو. ڪيس ڪنهن سياسي اڳواڻ بجاءِ پير بڻائي ڇڏيو. حر پاڳاري جي چوڻ تي سر به ڪٽائڻ لاءِ تيار آهن، پر حر هڪ روحاني پير کي ئي سڃاڻن ٿا. ان پاڳاري کي پنهنجي اڄ جي نسل سياسي اڳواڻ طور مڃڻ آڏو آڻڻ جي ڪوشش ئي نه ڪئي، ڇو ته اهو پاڳارو پاڪستان جي سياست ۾ GHQ سان تعلق جي راهه ۾ هڪ رنڊڪ بڻجي پئي سگهيو. جي ايم سيد جي 1970ع کانپوءِ واري سياست اقتداري سياست ڪونه هئي، نتيجيَ ۾ اقتداري ۽ روايتي سياست ڪرڻ جي خواهش رکندڙ سندس نئين پيڙهي انهيءَ سياست کي اڳتي قدم وڌائڻ واري راهه لاءِ هڪ رڪاوٽ سمجهي ٿي. تنهنڪري اهڙي سياست ان خاندان ۾ ڪير ڪرڻ لاءِ تيار ڪونهي.

الله بخش جي نئين پيڙهي به انهيءَ اڏول اجگر شخص کي صرف پنج پيرَ تائين محدود رکيو ويٺي آهي. الله بخش سان اڄا به هڪ ٻي ويڌن ٿي آهي، پاڪستان جي نهرڻ ۾ جناح جي سياست جا مخالف ته جماعت اسلامي، جمعيت علماءِ اسلام، احرار ۽ خاڪسار به هئا، صبغت الله راشدي ۽ جي ايم سيد به هئا، پر اهي ڏريون پنهنجي سياست ۾ پنهنجي وڏن کي ڪنهن نه ڪنهن طريقي سان زنده رکيو اچن ٿيون. مولوين، احرارن ۽ خاڪسارن جناح کي پنهنجو ڪري ان جي نالي تي پنهنجي ساڳي سياست ڪرڻ وارو ڪم جاري رکيو آهي، صبغت الله شاهه راشدي جي سياست کي

پاسيرو رکي ان جي روحاني پهلو کي اجاري اڄ بہ پِير پاڳارو ۽ ان جي حر تحريڪ ان جي شخصيت کي زندهہ رکيو پيا اچن. سيد جو پونيئر سيد جي سياست نئو ڪرڻ چاهي، سيد جون ورسيون، سالگرهون ڪنهن سياسي جلسي بجاءِ رات جو صادق فقير ۽ شفيع فقير جو راڳ ڳائي باهہ جي مچن آڏو صوفيانہ ڪلام ٻڌي ملهائين پيا ۽ کيس زندهہ رکيو پيا اچن، پر شڪارپوري سومرن جو ڪردار ان معاملي ۾ بہ صرف بي حسي وارو آهي. اڄ جو پاڳارو سيد علي مردان شاهہ پاڻ کي GHQ جو ماڻهو سڏرائيندو آهي. سندس سياست گهڻو ڪري عوام مخالف رخ ۾ سفر ڪندي رهي آهي، پر هن شخص کي بہ ڪڏهن ڪڏهن جلال اچي ويندو آهي تہ ان مان 1942ع ۾ انگريزن پاران خون ٽيل ڪنهن شخص جي ڏيا جهلڪي پوندي آهي. جي ايم سيد جا پونيئر سياست تہ اقتدار جي ۽ روايتي ڪرڻ چاهين ٿا. جنهن تي اهو محاورو ٺهڪي ٿو اچي تہ ”سائو گاهہ بہ کائجي ۽ اُس بہ نہ ڏسجي“. پر انهن جي سياست ۾ ”سنڌ سنڌ“ ضرور ملندي، پر الله بخش ان معاملي ۾ بہ ڏاڍو بدنصيب نڪتو هن جي نئين پيڙهي ۾ بئنڪار ملندا، آفيسر ملندا، وڏا وڏا ڪامورا ماڻهو ملندا، پر انهن وٽ عوام دوستي ۽ سنڌ مڙيئي ڪو نہ ملندي، پر جڏهن بہ سنڌ جي ڳالهہ ملندي تہ پسمنظر ۾ ٻيو ڪجهہ هوندو. سنڌ قومي اتحاد ٺهڻ دوران الاهي بخش سومرو سن ۾ آيو هو پر ان اتحاد کي ڪيئن ڏاڪڻ بڻايو ويو ۽ ان جو استعمال 1988ع جي چونڊن ۾ ڇا ۽ ڪيئن ٿيو هو؟ سا سڀني کي خبر آهي، ان ساڳئي شخص تازو 5 مئي تي ممتاز ڀٽي جي سنڌ يڪجهتي ڪانفرنس ۾ شرڪت ڪري سنڌ جي ڳالهہ ڪئي آهي، ان سنڌ يڪجهتي ڪانفرنس جي ڪڪ مان ساڳئي ڏينهن اسلام آباد ۾ نيشنل الائنس جو جنم ٿيو ڪجهہ هٿ حرڪت ۾ آهي، مهرن جو ڪم ساڳيو آهي ۽ مٿان آڪٽوبر 2002ع جي چونڊ سر تي آهي.

14 مئي، 2002ع

# 9 آگسٽ ۾ اڻپورن خوابن جي آتم ڪهاڻي

ڪجهه عرصو پهرين ۾، ڪجهه عرصو اڳ تائين ڪجهه ماڻهو 9 آگسٽ ملهائيندا هئا. ڪجهه ماڻهو اڃا تائين به اهو ڏينهن ملهائين ٿا. ان شخص جو ڏينهن، جنهن جي تصوير جو پورٽريٽ ڪراچي يونيورسٽيءَ جي شاگرد محسن (پنجابي) ٺاهيو هو. گهنڊيدار وارن وارو اهو پورٽريٽ ڏاڍو مقبول ٿيو هو وڏن تعليمي ادارن جي ديوارن ۾ هاسٽلن جي مک دروازن تي اهو پورٽريٽ اڪثر ٺهيل / لڳل ڏسبو هو.

1980ع کان پوءِ ڪجهه عرصي تائين هر سال 9 آگسٽ کان ڪجهه ڏينهن اڳ ئي تعليمي ادارن ۾ ڪيترن ئي شهرن ۾ اهو پورٽريٽ لڳايو ويندو هو. اهي پوسٽر ۾ پورٽريٽ هڪ ارڏي شخصيت نذير عباسي جا هئا. جنهن کي برگيڊيئر امتياز بلاجي جي ماڻهن قيدخاني ۾ ئي قتل ڪري ڇڏيو هو. 9 آگسٽ 1980ع تي نذير عباسي جي موت کانپوءِ مشهور ٿيل اهو پورٽريٽ وارو ماڻهو اڳتي هلي هڪ تحريڪ جي علامت ۾ سڃاڻپ بڻجي ويو. نذير عباسي عباسي هڪ ذهين شاگرد اڳواڻ هجڻ سان گڏ برجستو سياسي ڪارڪن هو هن امتياز بلا جي چند ڪارندن کي ابتن سوالن جا ابتا جواب ڏيئي کين مشتعل ڪري ڇڏيو هو تنهن ڪري ڪاوڙ ۾ ڪروڌ ۾ لڳل ڪو اولو سولو اوپرو ۾ ڏاڍيو ڏڪ سندس ساهه جي تند ئي توڙي ويو اهو هڪ الڳ سوال آهي، پر جنرل ضياءَ جي اونداهي ۾ فاشي دور ۾ ڪاٻي ڌر جي نذير عباسي واري مخصوص سياست ۾ ان جي تنظيم ۾ آيل واڌ جو ڪارڻ محسن پنجابي جي پورٽريٽ واري گهنڊيدار وارن واري اها تصوير هئي، جيڪا هڪ ڏهاڪي تائين ڏٺي وائٺي، ڄاتي ۾ سڃاتي ويندي هئي. انهيءَ پورٽريٽ واري شخص جي ٿيل خون مشهور زمانه چار ساٿي سازش ڪيس کي جلا بخشي ۾ پوءِ چار ساٿي جون اهي هڪلون ٻڌيون وينديون هيون ته اسين اهي ماڻهو آ هيون، جيڪي ملڪ جي سمورين سياسي قوتن وچ ۾

هڪ جوڙي پل جو ڪم ڏيئي سگهون ٿا.

انهيءَ وقت جي سياسي اٿل پٿل ۾ مخصوص سوچ ۽ مڪتبہ فڪر جا ماڻهو هر گهٽي ۽ هر گام تي ملي ويندا هئا. جن جي اکين ۾ سرخ سويري جا خواب ٽوپيل هئا، جيڪي سرخ سويري جو واپار ڪندا هئا. سرخ سويرو خريد بہ ٿيندو هو ۽ ان جو وڪرو بہ ٿيندو هو. بلهڙيجي ۾ جوهي تي لٽل ماسڪو جا نالا پيا. سنڌ يونيورسٽي جي 67 انٽرنيشنل ۾ چانهہ ۽ ماني تي ٿيندڙ چندو ۽ ان سان واڳيل تلخ يادون حيدرآباد جي مڪي شاهہ علائقي ۾ سليم نظاماڻي جي گهر ۾ آباد ڪچهرا. چانڊڪا ميڊيڪل ڪاليج جي هاسٽل نمبر هڪ جي ڪمري نمبر هڪ جون ڪڏهن بہ گل نہ ٿيندڙ بتيون. لاڙڪاڻي ايئرپورٽ کان اڳتي ڏوڪري واري وڪڙ کان موهن جو دڙو کي ڪراس ڪري بلهڙيجي تائين پهچڻ دوران الهندي ۾ لهندڙ سج ۽ اداس شامون ٽوڙي سنڌو ڪپ تي آباد هن عجيب ڳوٺ ۾ ٿيل ڪچهريون ۽ هوڪرا ۽ پيرزادن جون اڻ ڪٿ مهمان نوازيون. جيڪب آباد جي يونس مهر جو گهر ۽ سندس غيرموجودگيءَ ۾ ٿيندڙ خاطر تواضع. سکر روڊ تي شڪارپور وارو سنڌ صحت گهر ۽ ان جي پٺ ۾ اڪثر آباد ٿيندڙ راتيون. رحيم بخش جعفري ۽ مير ٿيبي جو گڊو ۾ رات وري ملڻ جو اشارو ۽ نون ڪامريڊن جو وات پٽي هڪ ٻئي ڏانهن نهارڻ. اسد شاهہ لمبو جي مڪان تي محرم جي ڏهي دوران نہ امامن جو ماتم ٿيندو هو پر باقي ڏينهن اهو ڪنهن ٻئي ڪارخير لاءِ مخصوص هجڻ. ٿيٻن جي گهاڙي جون گهميل گهميل آرهڙ جون راتيون ۽ مڇرن جون ڪٽيون منيون باتيون. شهدادڪوٽ جا سيلرا ۽ مينگهي فقير جا شر. شهدادپور لڳ نظاماڻين جو ڳوٺ. سڳيون ۽ سڪرنڊ جون هاري ڪانفرنسون ۽ انهن ڪانفرنسن ۾ وري هاري ڪميٽي جي صدر ڪامريڊ غلام رسول سهتو جو پروگرامن جي صدارت ڪرڻ بجاءِ پروگرامن ۾ فوٽو گرافي ڪرڻ. حيدربخش جتوئي جي ورسي جي پروگرامن ۾ جام ساقي جي نعري تي ديوانن جو رقص. هيرآباد جي صادقين جي "خوش رهہ پنهنجي خرچ تي" واري ڪامياب حڪمت عملي ۽ سندس ماءُ جون ڏنل يادگار گاريون. روهڙي سيمينٽ فيڪٽري ۽ خيرپور سينٽرل جيل ڏانهن

ڪچيل اڻ ڪٿ پيرا، جيل ۾ گهنشام پرڪاش جو خط و ڪتابت ذريعي ساڻين سان مسلسل رابطو ڪرڻ ۽ جيل ۾ ملاقات دوران چشمي جي مٿان ڏسڻ جو نرالو انداز هڪ ٻئي سان پيار سان پيش اچڻ واريون پياريون ڳالهيون، خطن ۽ چٺين ذريعي رابطو بحال رکڻ جا اعليٰ گڻ، امداد چانڊيو جا جيل ۾ هجڻ باوجود پنهنجائپ وارا دابا ڏيڻ واري روشن ۽ سينٽرل جيل ۾ محمد خان جو بس خاموش رهڻ، اظهر عباس ۽ منير ميمڻ جو ٻهرن ڪان ٻير گهرڻ ۽ رشيد راڄڙ توڙي ستار رند جو قومي سوال تي واضع ٿيڻ واري رِت. علي حسن چانڊيو ۽ اعجاز سومرو بورجوازي آهن ۽ محب پيرزادو آهي پرولتاري وارو مذاق ۽ مير ڪاظم ٽالپر توڙي منظور سولنگي جا ٽڪ ٻچندڙ گيت.

9 آگسٽ 1880ع ڪانپوءِ جي اها ايڏي اٿل پٿل ۽ جذبن جي جولاني هئي، پر اهو سڀ 1987ع ۾ اڪثريت ۽ اقليت جي جهيڙي جي ور چڙهي ويو. عوامي جمهوريت، سماجي جمهوريت، قومي جمهوريت ۽ انقلابي جمهوريت سمورا بحث ۽ جهيڙا پنهنجي اڻ وڻندڙ انجام تائين پهچي ويا يا پهچايا ويا. بند گلي جي سياست بند گلي ۾ پهچي ويئي هئي، هڪ ڏهاڪي ڪانپوءِ جمال نقوي تي نذير عباسي جي قاتل هجڻ جو الزام لڳو؟ (سبب جمال نقوي جي انتها پسنديءَ ۽ مهم جوئي واري سياسي لائين) مختيار باچا سوشلسٽ نه بلڪ قومپرست آهي!؟ هڪ آواز ته اهڙو به اٿيو ته ڪامريڊن جو هڪ حصو ايجنسين جي ماڻهن جو پگهاردار آهي؟! بيٺل پاڻي ۽ ڏپ ڪري ويل فڪر جو اهو اصلي ۽ حقيقي آواز هو. ڪلراٺي زمين تي ڳاري ۽ مٽي سان ٺهيل خوابن جي عمارت سمنڊ جي ڪاري پاڻي جي ويرن جي چند حملن ۾ ذرا ذرا ٿي وئي، سالن جا پاليل ۽ سانڊيل سپنا توڙي خواب چڪنا چور ٿي ويا. برلن ڀت جو ڊهڻ جرمني لاءِ خوشخبري هو، پر ڪجهه دلين تي اها خبر وڄ ٻڻجي ڪري پئي. سوويت يونين جي پندرهن رياستن ۾ ورهائجڻ انهن ماڻهن کي چريائپ ۽ ماليخوليا مان ڪڍي وچ ميدان تي ماڻهن آڏو ڪل جوڳو ٻڻائي ڇڏيو. شايد سوشلزم مستقبل جي سچائي نه، پر چند ديوانن جو خواب هو؟ سوال اٿڻ شروع ٿي ويا. گورباچوف جي پروسترائيڪا پرولتاري آمريت جي پيڙهه جو پٿر سوشلزم مان ڇا ڪڍيو ويو، سوشلزم جي عمارت ئي ڪري پئي

پهچي وئي. سوشلزم جنهن سماج کي ختم ڪرڻ جي اميد ۽ نويد کڻي آيو هو ان هتان بيعزتو ٿي رهيو هو ڏنڊين آگريون اچي ويون ته ڇا اها وقت جي سچائي آهي؟ ڏيڍ سئو سال اڳ فرانسيسي دانشور پروڌون سان بحث ڪندي ڪارل مارڪس چيو هو تهم سرمائيدارڻي رياست جو بحران هڪ سوشلسٽ انقلاب کي جنم ڏيندو ۽ اهو انقلاب جرمني يا برطانيه ۾ ايندو اهو انقلاب نه جرمني ۾ آيو نه ئي برطانيه ۾، اهو انقلاب روس جهڙي ڪمزور ۽ پٺ تي پيل رياست ۾ آيو جتان جي سرمائيدارنه رياست ۽ ڍانچو ڪمزور هجڻ ڪري بالشويڪ اقتدار ۾ اچي ويا. ڪارل مارڪس ڏيڍ صدي اڳ چيو هو ته يورپ تي ڪميونزم جو ڀوت منڊلائي رهيو آهي، اڄ يورپ ۽ آمريڪا توڙي جاپان انهيءَ ڀوت جو سحر ۽ ساهه ڪڍي ڇڏيو آهي. ڪارل مارڪس چيو هو ته سرمائيداري نظام پنهنجي بحران کي حل ڪرڻ جي صلاحيت نٿو رکي، سرمائيدار دنيا ۾ آباد ماڻهو ڏينهون ڏينهن غريب ٿيندا ويندا، اتان جو وچون طبقو مستقل نه رهندو ۽ ان سان تمام گهڻا ماڻهو محنت ڪش طبقه ۽ پرولتاري ۾ شامل ٿي بک ۽ بدحالي جو شڪار ٿيندا. وقت انهيءَ نظريه ۽ خيال جو مذاق اڏائي رهيو آهي، ڇو ته يورپ آمريڪا ۽ جاپان ۽ ايشيا جي طاقتوري معاشي بنديون رکندڙ ملڪن ۾ رهندڙ ماڻهو سوويت يونين ۽ سوشلسٽ بلاڪ کان خوشحال زندگي پيا گذارين. سوويت يونين جي ٽٽڻ سان هي ڳالهه به غلط ثابت ٿي ته سوشلسٽ نظام ئي ماڻهن ۽ غريبن جي دردن جو درمان ثابت ٿيندو، ظلم جو خاتمو ٿيندو. ايرندي يورپ ۽ روس جا سوشلسٽ معاشرا اصل ۾ قيد خانه ثابت ٿيا.

لينن جي آڪٽوبر انقلاب جي نتيجي ۾ قائم سوويت يونين کي اسٽالن جيئري جهنم ۾ تبديل ڪري ڇڏيو. سرمائيدارانه نظام جي چالبازين کي منهن ڏيڻ لاءِ ۽ سوشلسٽ انقلاب کي بچائڻ لاءِ ڪارل مارڪس پرولتاري آمريت جي مخصوص عرصي لاءِ ضرورت جي ڳالهه ڪئي هئي، پر پرولتاري آمريت جي اهڙي ضرورت جي تشريح ائين ڪئي وئي ته محدود عرصي واري پرولتاري آمريت بجاءِ چند ماڻهن (پولٽ بيورو) جي مستقل آمريت قائم ڪئي وئي آهي، بالشيويڪ پارٽي ۾ جمهوريت ۽ جمهوري

روايتن بجاءِ "جمهوري مرڪزيت (Democretic centre) جهڙي واحيات بدعت کي رائج ڪري ۽ پارٽي ۾ اجتماعيت جو خون ڪري اسٽالن جهڙي اقتدار جي بکئيَ کي کلي کيڏڻ ۽ آرم ڀنجڻ جا پيچرا ڏيکاريا. جيڪڏهن سوشلزم جون ڪجهه حاصلات الڳ ڪجن ته هٽلر-ميسوليني ۽ اسٽالن ۾ هر شيءِ هڪجهڙي نظر ايندي، جن بيگناهه ماڻهو مارايا، اجتماعي قتل ڪرايا، سڀ اختلاف راءِ جا دشمن هئا. سڀ اقتدار جي مرڪزيت ۽ يونٽي آف ڪمان جا قائل هئا. هٽلر جمهوريٌ ۽ پنهنجا مخالف مارايا، پر اسٽالن ته پنهنجي پارٽي جا لکين ساٿي مارائي ڇڏيا. ملڪي، سياسي ۽ تنظيمي معاملن ۾ عوامي شرڪت غلطي کي سڌارڻ ۽ بهتر بنائڻ جو ڪارڻ هوندو آهي، پر راءِ عامه جو خون ڪري اسٽالن خروشيف مارشل ٽيٽو جنهن سماج جا بنياد رکيا، اهو سماج عوامي لهر، جمهوري طوفان ۽ شخصي آزادين جي تمنا توڙي تڙپ جي داٻ برداشت نه ڪري سگهيو. ڊينگ زيائوپنگ جي تيز ۽ شاطر اک معيشت ۾ آزاد پاليسين کي جاءِ نه ڏني ها ۽ تيانامين اسڪوائر واقعي مان ڪجهه نه پرائي ها ته مائوزيتنگ جو چين به اڄ الائي ڪٿي هجي ها!؟ چين به اڄ ٻي جڳهه ڏانهن وڃي پيو ڪنهن الڳ طريقي سان سمجهوتي بازي ذريعي Pleuralism ڏانهن سوشلسٽ نظام ۽ سرمائيداري نظام هڪ جاءِ تي هڪ هڪ رياست ۾ ٻه نظام، چين ۽ هانگ ڪانگ. ان ۾ وري اهم ڳالهه اها آهي، جيڪا جيانگ زيمن چئي آهي ته هانگ ڪانگ ۽ چين جو هڪ رياست وارو تجربو ڪاميابي سان هلي پيو ان ڪري تائيوان کي مٿر چاٿنا ڪان نه ڊڄڻ گهرجي.

دنيا ۾ قائم سوشلسٽ معاشرن سرمائيداري ۽ منڊي جي معيشت ڏانهن موٽ کاڌي آهي، هي اڄ جو سچ آهي. جيڪڏهن سوشلزم جديد دور جو سچ هجي ها ته پوءِ هوائي جهاز (سوشلزم) گڏهه گاڏي (سرمائيدار) کان ڊوڙ ۾ مار نه کائي ها. اها ٻي حقيقت آهي جو روس ۽ پيوٽن جي هٿ ۾ جهليل ڪشڪول يورپين يونين ۽ آمريڪا آڏو ٽنگيل آهي. چين سوشلزم کي ڇڏي کليل آزاد معيشت اپنائي رهيو آهي، اهو اچا به ڪڙو سچ آهي، پر سڀ کان وڏو سچ آهي آهي جيڪو آمريڪا ۽ يورپ جي ڪاميابي جو راز آهي.

سول سوسائٽي جي بالادستي ۽ جمهوري ادارن جو قيام ئي انسان جو مقدر ۽ منزل آهي، اڄ جي تمام گهڻين نا انصافين جو ازالو عوام کي رياست جي معاملن ۾ شرڪت ذريعي ئي ممڪن آهي، جنهن جو نالو جمهوريت آهي.
هڪ صدي کان به گهٽ عرصي ۾ سوشلسٽ نظام پيدا ٿيو ۽ ڊهي به پيو. وڏي ۽ اهم ڳالهه هي آهي ته انهيءَ نعري مان هاڻي ته مظلوم ماڻهن ۽ مظلوم قومن لاءِ ڇوٽڪاري حاصل ڪرڻ لاءِ اپيل، ڇڪ ۽ ڪشش به ختم ٿي وئي آهي، ليکن جارج واشنگٽن ۽ جان لاڪ جي فلسفي ۽ سنهري ۽ شخصي آزادين جي بنيادن تي بيٺل يورپي آمريڪا ۽ ايشيائي معاشرا ڏينهون ڏينهن تازا توانا ٿي ترقي ڪري رهيا آهن. يورپ جو صنعتي انقلاب، فرانس جو 1789ع وارو خوني انقلاب ۽ نيپولين بونا پارٽ جون خوفناڪ جنگي فتحون، هٽلر، ميسوليني، فرانڪو ۽ اسٽالن جا قائم اذيت خانا ۽ ڪوس گهر، پهرئين ۽ ٻي عالمي جنگيون. يورپ بربادي ۽ تباهي سوڙو ڇاڇا نه ڏٺو ۽ برداشت ڪيو آهي، ۽ ڇا ڇا نه سٺو آهي.
ٻين عالمي جنگ ۾ جڏهن تاج برطانيه جي اڌ دنيا تي حڪمراني هئي ته ان جي لنڊن ۽ مانچسٽر ۾ پيٽرول ۽ کنڊ يا راشن نه ملندا هئا. روز ويلٽ جڏهن آمريڪا جو صدر ٿيو. تڏهن آمريڪا ۾ اقتصادي بحران ۽ بيروزگاري ۽ بدحالي عام هئي. هن عالمي جنگ آمريڪا کي شاندار اڳواڻي فراهم ڪئي، آمريڪا جي موجوده عظمت ۾ انهيءَ شخص جو وڏو رول آهي، اهو سڀ ڪجهه روزويلٽ جو ڪمال ته آهي، پر هُو ان سول سوسائٽي جي پيداوار هو جنهن جو بنياد عوامي شرڪت تي آهي. راءِ عام ئي رياست جو بيرو ميٽر آهي، سرمائيداريت به سئو سالن ۾ شديد بحران ڏٺا آهن، ان پنهنجن بحرانن کي هڪ طرف، ته سوشلزم کي ٻئي طرف شڪست ڏئي پنهنجي برتري کي بچايو آيو آهي. هن نظام جو ڪارڻ، ڪاميابي ۽ ترقي جو راز سول سوسائٽي جي بالادستي ۽ رياستي معاملن ۾ عوامي شرڪت آهي. عوامي شرڪت ڪري اها سرمائيداري ڪارل مارڪس ۽ لينن جي دور واري بي رحم ڪانهي، نه ئي ورن اڄ جو محنت ڪش گورڪي جي دور واري ڪسمپرسي ۾ آهي.

برطانيہ جو وزيراعظم ٽوني بليئر 20 سال اڳ ائين سوچيندو هو جيئن اڄ تائين چاچو مولا بخش سوچي ٿو. هو آمريڪا جو اڄ حمايتي بہ ضرورت کان وڌيڪ آهي، پر سندس ڪجهہ ڳالهين ۾ سچ بہ آهي، ڪانئس تازو ڪنهن سوال ڪيو تہ، توهان يورپين يونين سان آهيو يا آمريڪا سان؟ سوال جو اصل مقصد سمجهي هن جواب ڏنو تہ، آمريڪا سان هرو ڀرو ساڙ ڪرڻ اجايو آهي. يوربين يونين هڪ حقيقت آهي، پر آمريڪا هڪ الڳ حقيقت آهي. ان کان ڪجهہ سکڻ جي ضرورت آهي تہ ترقي جا راز جواز ۽ بنياد ڪهڙا آهن؟ دنيا سول سوسائٽي جي بالادستي ڏانهن راغب آهي، جمهوريت ماڻهن جي خواهش، آواز ۽ نعرو بڻجيندو پيو وڃي. سوشلزم انقلاب، قومي آزادي، آجپو ۽ هٿياربند جدوجهد جهڙيون ڳالهيون چو گهٽ ٿي ويون آهن، ان جو هڪ ئي سبب آهي تہ وقت سان گڏ حقيقتون ۽ انهن جا نعرا بہ بدلجي ويا آهن. هونئن بہ اجان بہ اهڙا ماڻهو ملندا، جيڪي پيٽ ۾ سور جو علاج منتر پڙهڻ سان ڪندا آهن. اهڙو تجربو ڪلهہ ڪالهوڪي طالبان بہ ڪيو هو نتيجو تباهي بربادي ۽ انساني الميئي کان سواءِ پيو ڪجهہ ڪو نہ هو. اڄ اهو جواز اجايو ٿو لڳي. هن ملڪ کي سول سوسائٽي ۽ جمهوريت جي ضرورت آهي، اختلاف راءِ ٻڌڻ، ان کي قبول ڪرڻ جي ضرورت آهي. جڏهن تہ اسان جي مقدر جو فيصلو چند جنرل ۽ خاڪي دانشور ڪرڻ چاهين ٿا. ڇا هتي بہ ڪو انقلاب اچڻو آهي؟ هتي بہ ڪا - آجپي جي ويڙهہ آهي، جيڪا ڪنهن منطقي نتيجي تي پهچندي نظر اچي پئي؟ حقيقت ۽ سچ هي آهي تہ سڀ ڪجهہ ان جي ابتڙ ٿي رهيو آهي. انقلابي تحريڪون اڳ جي پيٽ ۾ ڪمزور ۽ آجپي جو آواز اڳئين جي پيٽ ۾ اچا نہ ٻڌڻ جهڙو ٿي ويو آهي، جيڪو ڪجهہ نظر پيو اچي. تہ سنڌ جي مستقبل ۽ محفوظ مقدر جون راهون اڳي پوءِ سول سوسائٽي ۽ جمهوريت سان ڳنڍي ويندڀون. نذير عباسي ڪالهہ بربريت ۽ بدمعاشي جي راهہ کي چئلينج ڪري وڏو ڪم ڪيو هو ۽ اڄ جو وڏو ڪم جيڪو پاڻ ڪري سگهون پيا ۽ جيڪي ٿي بہ سگهي پيو ۽ جنهن طرف دنيا بہ روان دوان آهي، اهو آهي سول سوسائٽي جي بالادستي لاءِ جدوجهد ڪرڻ، آمريت جي بجاءِ جمهوريت جو

قيام هتان جي باشعور ماڻهن جو نعرو ۽ مقصد هئڻ گهرجي. في الحال اهو ئي گر آهي، اها ئي حڪمت عملي آهي ۽ اها ئي منزل آهي، اج سياست جو قبلو درست ڪرڻ جي ضرورت آهي، عوام ۽ قوم جو مقدر تبديل ڪرڻ وارن ڪي وقت جو سڏ ورنائڻ گهرجي، ٻي صورت ۾ اصلي انقلابي ۽ اشتراڪي سياست ڪي ميوزيم ۾ رکڻ جا مطالبا شروع ٿي ويندا، خوابن ۾ رهڻ ڏاڍو سولو آهي ۽ ماضي ڪي ڇڏڻ تمام ڏکيو پر جنهن جو نالو ئي ماضي، ڪالهه ۽ اوندهه هجي، ان کي اج جي سچائي ۽ روشني آڏو هٿيار ڦٽا ڪرڻا پوندا.

9 آگسٽ، 2002ع

# سنڌ جو ڪيس پسمنظر ۾ هليو ويو

هڪ اهم خبر آهي تہ پيپلز پارٽي جا ماڻهو پيپلز پارٽي پارليامينٽيرينز جي پليٽ فارم تان چونڊ وڙهي سگهن ٿا. 30 اپريل جي ريفرنڊم جي تڪراري ٻڌجڻ کانپوءِ پرويز مشرف سرڪار سخت دٻاءُ ۾ هئي تہ آڪٽوبر جون چونڊون آزاد ۽ منصفاڻيون ڪرائي، اليڪشن ڪميشن وٽ پاڪستان پيپلز پارٽي پارليامنٽيرينز جي رجسٽريشن ان سلسلي جي پهرين ڪڙي چئي سگهجي ٿي، رجسٽرڊ تہ اليڪشن ڪميشن نواز ليگ کي بہ ڪيو آهي، پر آڪٽوبر وارين چونڊن ۾ ملڪ سياست جي ٻن ڪلاڙين/ڌرين وچ ۾ مقابلي بازي ٽيڻ طرف وڃي رهيو آهي. ڪجهہ ڏينهن اڳ متحده مجلس عمل/ جماعت اسلامي جي مرڪزي اڳواڻ قاضي حسين احمد سان پ پ پ جو صدر مخدوم امين فهيم مليو هو قاضي حسين سان جنرل پرويز مشرف 3 ڪلاڪ نويڪلائيءَ ۾ ملاقات ڪئي، خود گرانڊ نيشنل الائنس جو ٽهڻ انهيءَ رسا ڪشي جو شاخسانو آهي. اخبارن جي زينت اڄڪلهہ يورپي يونين پاران 164 رڪني چونڊ مانيٽرس جيٰ ٽيم جو سربراهہ جان ڪشنهان بہ آهي، جيڪو جنرل پرويز مشرف سرڪار لاءِ مٿي جو سور ٻڌجي ملڪ ۾ لٿل آهي ۽ سندس سرگرميءَ جو انداز ٿي اهڙو آهي، جڻ جنرل پرويز مشرف واقعي ملڪ ۾ ڏانڌليون ڪري چونڊ نتيجا پنهنجي حق ۾ ڏسڻ چاهي ٿو ۽ ٽيم جو ڪم اها چوري پڪڙڻ آهي.

جنرل جي حڪومت ۽ جان ڪشنهان وچ ۾ ڪوئي ۽ ٻليءَ جي ويڙهہ ڪيستائين ٿي هلي؟ آڪٽوبر جي چونڊن جي حوالي سان هڪ اهم ڪلاڙي چيف اليڪشن ڪمشنر سابق چيف جسٽس ۽ تڪراري رهندڙ شخص جسٽس ارشاد حسن خان بہ آهي، سندس ٻولي ڪنهن جي سمجهہ کان نہ رڳو ٻاهر آهي، پر ڪنهن وقت تہ ائين محسوس ٿيندو آهي جو جڻ تہ اڇو ٿي جنرل پرويز مشرف حڪومت کيس اليڪشن ڪميشنري واري عهدي تان

هتائي، هو چونڊون منصفاڻيون ڪرائڻ جي ڳالهه به ڪري ٿو سرڪار ڪي هڪلون به ڏئي ٿو ته اليڪشن ڪميشن جي اجازت کانسواءِ سرڪاري ملازمن جون بدليون چو پيون ٿين ۽ هو پنجاب جي حڪومت کي اڪيون ڏيکاري ٿو گڏوگڏ حڪومت مخالفن کي يقين به ڏياري ٿو ته پنجاب جي گورنر ۽ چيف سيڪريٽري جي ڪن مهٽ ڪريون ٿا. اليڪشن ڪمشنر سنڌ جي ٻن مهينن لاءِ آيل وزيرن خلاف به ڳالهائي ٿو ۽ سنڌ جي گورنر کي به اکيون ڏيکاري ٿو ۽ چوي ٿو ته ڪين جيڪڏهن سياڻي چونڊن ۾ بيهڻو آهي ته سرڪاري ڪرسي ڇڏڻ پوندي. جيڪڏهن چونڊون غير جماعتي بنيادن تي ٿيون ته هو استعيفي ڏيئي ڇڏيندو. اڳئين صدارتي ريفرنڊم ۾ ڌانڌلي ٿي هئي، جنهن جي نتيجي ۾ ملڪ جو صدر به جنرل پرويز مشرف ٿيو هو. موجوده چيف اليڪشن ڪمشنر جنرل پرويز مشرف جا مسئلا ۽ پريشانيون گهٽائڻ بجاءِ انهن ۾ اضافو ڪرڻ جو ڪارڻ بڻجي رهيو آهي ۽ وري حيرت جي ڳالهه آهي ته اجا تائين پنهنجي ڪرسيءَ تي ويٺو آهي.

بينظير ڀٽو پاران ملڪ واپس اچي چونڊ وڙهڻ جو دهمان اجا موجود آهي، پر ان کان اڳ ۾ جنرل پرويز مشرف جنهن جهنجهٽ ۾ ڦاٿل هو ان ۾ ڪيس پنهنجي فائدي وارو سرڪاري سياسي اتحاد هيڏي مٿاڪٽ باوجود نهندي نظر نٿو اچي. آمريڪا سرڪار ۽ يورپي يونين جيَ آزادانه چونڊون ڪرائڻ جي گهڃي وڏندي پئي وڃي. چيف اليڪشن ڪمشنر جون واتڙيون ڳالهيون ۽ جان ڪشنهان جو تاج برطانيه جي آخري هندستان جي وائسراءِ لارڊ مائونٽ بيٽن جيان گفتگو واري انداز جنرل جون مٿيون منجهائي ڇڏيون آهن. PPPP کي PPPP جي پليٽ فارم تان چونڊ وڙهڻ جي اجازت ڏيڻ جنرل پرويز مشرف لاءِ مستقبل جون نيون مصيبتون ڪٽي آيو آهي، هن وقت سياست جا به اهم مرڪز آهن، هڪ جنرل جي سرڪار ۽ ان جي متوقع حامين جو ۽ ٻيون پيپلز پارٽي ۽ ان جي متوقع اتحادين جو. آڪٽوبر جون چونڊون ته اجا تقريبن به مهينا پري آهن، ليڪن سياست جي شطرنج ۾ اڳتي هلي به بلاڪ ٺهڻ طرف وڃي رهيا آهن ۽ ملڪ جي سموري سياست اڳي جيان اڄ ڀٽو ۽ اينٽي ڀٽو فڪر ڏانهن وڌي رهي آهي. پيپلز پارٽيءَ لاءِ

يقيناً مشڪل آهي تہ اها نہ صرف پنهنجي قائد ڪانسواءِ في الحال چونڊ ميدان ۾ لهڻ جون تياريون پئي ڪري، پر ان سان گڏ سرڪار نامدار بہ 1988ع، 1990ع ۽ 1997ع جيان سندس خلاف آهي ۽ ان کي کلي کيڏڻ جو موقعو ڏيڻ لاءِ تيار ڪونهي، پر سرڪار اجا بہ وڏيڪ مصيبن ۾ وڪوڙيل آهي. سرڪار مٿان نہ رڳو ريفرنڊم واري داغدار ماضيءَ مان جان ڇڏائي چونڊون منصفاڻيون ڪرائڻ جو زور آهي، پر اڄ ڪا عوامي سياسي قوت رکندڙ پارٽي بہ گڏ ڪونهي. هن وقت تائين مذهبي ڌريون ۽ انهن جو اهم سياسي چهرو متحده مجلس عمل PPP کان وڏيڪ جنرل جي افغان مخالف ۽ آمريڪا دوست پاليسيءَ جو ڪٽر مخالف آهي. ان کان اجا بہ وڏيڪ نواز ليگ وارا جنرل پرويز مشرف سان مخصوص حالتن دوران مقدر ۾ مليل ذاتي رقابتن واري ماحول مان گذري رهيا آهن. نسبتاً ويجهو رهندڙ پاليسين ۾ لبرل ۽ اجا تائين ڪو نہ ڪو سمجهوتو ڪري گڏجي هلڻ لاءِ تيار بينظير ڀٽو ۽ سندس پارٽي مشرف جي هوڏ ۽ فوج جي روايتي ڀٽو دشمني سبب اجا بہ موجوده وقت جي سڀ کان وڏي سياسي مخالف مرڪز طور اُڀري رهي آهي ۽ متحده مجلس عمل جنرل پرويز مشرف جي مخالف هجڻ ڪري ۽ سياست ۾ حڪومت تي دٻاءُ وجهڻ لاءِ PPP سان ڪجهہ ويجهو ٿي رهي آهي. انهن ڌرين وچ ۾ قاضي حسين احمد ۽ مخدوم امين فهيم ملاقات ڪجهہ دوستاڻو ماحول پيدا ڪيو آهي.

نواز ليگ حالانڪ اصل ۾ ڀٽو ۽ PPP مخالف سياسي پسمنظر رکي ٿي، پر اها بہ هن وقت نواز شريف جي مسلم ليگ جي صدارت کان هٽڻ ۽ شهباز شريف جي صدر ٿيڻ کانپوءِ PPP کي بہ کيڪاري رهي آ هي تہ وري جنرل پرويز مشرف سان بہ صلح لاءِ تيار آهي. نواز شريف جي جاءِ تي شهباز شريف جو نواز ليگ جو صدر ٿيڻ ۽ پ پ جو پ پ پ جو چونڊ پليٽ فارم بڻجڻ ملڪ ۾ اهڙيون تڪڙيون تبديليون آهن، جنهن جي ڪک مان سياڻي جا نوان سياسي امڪان اُڀري رهيا آهن، پر انهي جو بہ نڪ نقشو نهڻ ۾ اجا ڪجهہ هفتا لڳندا. ملڪ جي سياست اڳتي هلي جيڪڏهن بہ طرفي نہ ٿي ۽ PPP جا سمورا مخالف PPP ۽ پاڻ ۾ آڪٽوبر جون چونڊون وڙهيا تہ

ان جو فائدو صرف PPP کي ٿي ملندو ۽ بينظير ڀٽو ملڪ کان ٻاهر هوندي به جنهن انداز سان سياست جا مهرا ۽ چالون اڳتي پوئتي ڪري رهي آهي ۽ وري جنهن طرقي سان PPP کي هوءَ ڀرپور طريقي سان ملڪ جي سياسي اکاڙي ۾ رکيو ويٺي آهي. اهو جنرل پرويز مشرف لاءِ هڪ وڏو مٿي جو سور آهي، جيڪو ملڪ ۾ اچي ۽ جيل ۾ پهچي شايد هوءَ نه ڪري سگهي ها. سنڌ جو آئنده چونڊن جي حوالي سان ماضيءَ جيان سياسي منظر تبديل ٿيڻ جو نالو ئي ڪو نه ٿو وٺي. سنڌ هڪ دفعو وري به PPP ۽ ان جي مخالف قوتن ۾ ورهايل آهي، ڪالهه مسلم ليگ ته اڄ ان جون PPP مخالف قوتون SDA ۽ سندس چئوطرف گهيري لاءِ گڏ ٿي رهيون آهن. اهو SDA ڪالهه قومي اتحاد ۽ اڄ وري GNA جو حصو آهي، جنهن کي وري سرڪار جي حمايت حاصل آهي. حالانڪ SDA قائم ان لاءِ ٿيو هو ته سنڌ جا حق وٺي ڏيکاريندو جيڪو PPP نه وٺي سگهي آهي، پر سنڌ جي راءِ عامر ڏاڍي تيز ۽ خطرناڪ آهي. SDA کي سنڌ ۾ جنرل پرويز مشرف ۽ ان جي سياست جو مهرو سمجهيو وڃي ٿو سنڌ ۾ PPP مخالف ڪنهن بهتر ۽ هاڪاري مخالف ڌر جي ڳولا ۾ آهي، پر سنڌ جي بدقسمتي آهي ته اها حزب اختلاف PPP مخالف هجڻ سان گڏ اڳ پوءِ استبلشمينٽ جو مهرو بڻجي پنهنجو تاريخي رول ادا ڪرڻ کان رهجي ٿي وڃي ۽ پوءِ ميدان هڪ دفعو وري PPP جي حق ۾ ٿي ٿو وڃي. سنڌ جي هڪ ٻي سياسي قوت MQM لاءِ سنڌ جي وچئين طبقي ۾ راءِ بدلجي رهي آهي ۽ الطاف حسين توڙي ايم ڪيو ايم مهارت سان انهيءَ وچئين ڪلاس مٿان پنهنجا ڪارڊ استعمال ڪري رهيا آهن. ايم ڪيو ايم جو اهو بيان به اخبارن ۾ آيو آهي ته نه صرف اردو ڳالهائيندڙ علائقن، پر دادو جهڙن شهرن ۾ ايم ڪيو ايم پنهنجا ماڻهو چونڊن دوران ميدان تي آڻيندي ۽ کٽي به ڏيکاريندي، اليڪشن کٽي وڃڻ واري ڳالهه اڃا پري آهي، پر سنڌ جي وچئين طبقي ۾ اڄڪلهه اهڙا ماڻهو ملڻ جا امڪان آهن، جيڪي ايم ڪيو ايم جي پليٽ فارم تان چونڊ وڙهي سگهن ٿا. ايم ڪيو ايم نه صرف پنهنجن ماڻهن جو خيال رکڻ بلڪ پنهنجن سان ساٿ نڀائڻ وارو اميج رکي ٿي ۽ اها ڪالهه جيان ايندڙ امڪاني سنڌ اسيمبليءَ ۾

هڪ قوت به آهي. جيڪا ڪنهن ورهايل سنڌ اسيمبليءَ جي ايوان ۾ انتهائي خطرناڪ ۽ فيصلائتو ڪردار ادا ڪرڻ جي سگهه رکي ٿي.

ايم ڪيو ايم پاران چونڊ وڙهڻ واري ڳالهه ڪندڙ سنڌي مڊل ڪلاسي اهي سموريون ڳالهيون ڏسن ٿا ۽ ايم ڪيو ايم سنڌي وڏيري جي اينڊ هر دور ۾ اسٽيبلشمينٽ جي راند بجاءِ پنهنجي راند به کيڏندي آهي. ايم ڪيو ايم جي حق ۾ چونڊ وڙهڻ جي ڳالهه ڪندڙن وٽ اهڙا ڪوڙ سارا جواز ملي ويندا.

سنڌ اندر آڪٽوبر وارين چونڊن جي حوالي سان جيڪو ايندڙ حڪومت ۽ ايوان جو نقشو اُڀري ٿو اهو بلڪل اهڙو آهي جنهن ۾ سڀ اقتدار ۽ ان جا ڪلاڙي آهن. سنڌ هڪ دفعو وري اسٽيبلشمينٽ PPP ۽ MQM جي راند کيڏڻ طرف وڃي رهي آهي، جنهن ۾ اصلي سنڌ جي ڳالهه ڪير به ڪو نٿو ڪري. سنڌ لاءِ منصوبا ٺاهڻ وارا ڪوڙ ملي ويندا. نالي ڪٿيا دانشور ۽ صحافي به ملندا. پر هاڪاري رخ ۾ ڪو پهريون قدم کڻڻ وارو ڪو نه ملندو. جيڪڏهن ايندڙ آڪٽوبر جي چونڊن ۾ سنڌ جا هڏ ڏوکي نٽا آٽي سگهجن ته گهٽ ۾ گهٽ سنڌ جي سياست جي اهم کيڏارين PPP, MQM, SDA ۽ ٻين سياسي پارٽين توڙي دانشورن تي سنڌ جي مسئلن بابت سيمينار ڪرائي مٿن دٻاءُ ته وجهي سگهجي ٿو. اهڙو ڪم سنڌ ۾ سنڌ جو درد رکندڙ وسعت ۽ وسيلا رکندڙ اخبارون، انهن جا مالڪ ۽ اين جي اوز به ڪري سگهن ٿيون ۽ اهڙو ڪو پريشر گروپ، به تشڪيل ڏيئي سگهجي ٿو. جيڪو سنڌ جي سياست جي فرعونن کي هڪ جاءِ تي ويهاري ڪانئن سنڌي عوام جون اکيون ٻڏي ووٽ ڏيڻ جو حساب ڪتاب ۽ پڇاڻو به ته ڪري سگهي.

20 آگسٽ، 2002ع

## قومپرستن جي بائيڪاٽ نتيجا

آڪٽوبر جي عام چونڊن ڪانپوءِ والاريل جمون ڪشمير ۾ به چونڊون ٿيڻ رهيو آهن. پاڪستان جي عام چونڊن جو سنڌ جي قومپرستن رسول بخش پليجو ڊاڪٽر قادر مگسي ۽ جيئي سنڌ جي مختلف سياسي ڌرين بائيڪاٽ جو اعلان ڪيو آهي. انهيءَ اعلان جي سنڌ ۾ عوام ڪي نه گهڻي خبر آهي ۽ نه وري شايد ڪا پرواهه پر ملڪ جون سڀ وڏيون پارٽيون ۽ پارليامينٽ ۾ هميشه نمائندگي جو حق رکندڙ ڌريون بندشن ۽ رڪاوٽن باوجود 10 آڪٽوبر جي چونڊن ۾ حصو وٺي رهيون آهن. اجڪلهه سنڌ ۾ بائيڪاٽ بجاءِ چونڊن جي حوالي سان عوام ۾ دلچسپي جو موضوع آهي ته بينظير ڀٽو چونڊن ۾ حصو وٺندي يا نه؟ هوءَ چونڊن ۾ حصو وٺڻ لاءِ جنرل مشرف جي بندشن کي ٽوڙي جيل قبول ڪرڻ جو رسڪ کڻندي يا نه؟ قومپرست چونڊن ۾ حصو وٺن ٿا يا نه؟ عوام کي ان سان اجا سروڪار پيدا ڪو نه ٿيو آهي. والاريل جمون ڪشمير ۾ پارٽي سرڪار چونڊن جو اعلان ڪيو آهي. اتي به چونڊن جو بائيڪاٽ ٿيو آهي ۽ ڪجهه ڌريون چونڊن ۾ حصو وٺي رهيون آهن. جمون ڪشمير جي وزيراعليٰ فاروق عبدالله جي ڌر چونڊن ۾ حصو وٺي رهي آهي. جڏهن ته ڪشمير جي نمائندگي ڪندڙ آل پارٽيز حريت ڪانفرنس انهن چونڊن ۾ حصو نه وٺڻ جو اعلان ڪيو آهي. دنيا ننهن چوٽيءَ جو زور لڳائي رهي آهي ته حريت ڪانفرنس کي ڪنهن به طريقي سان مڃائجي ته چونڊن ۾ حصو وٺي، جيئن 1987ع کان چونڊ عمل جي وڃايل ساک کي جمون ۽ ڪشمير ۾ بحال ڪرائي سگهجي.

1987ع ۾ جمون ڪشمير جي نمائنده ڌرين پارٽي زيادتين خلاف بائيڪاٽ جو اعلان ڪيو. فاروق عبدالله جي نيشنل ڪانفرنس کي راجيو گانڌي جي رياستي مشينري چونڊون کٽرايون ۽ پوءِ جمون ڪشمير جي عوام سان ايندڙ هر چونڊ ۾ اهو مذاق جاري رهيو ۽ پوءِ جمون ڪشمير ۾ ماڻهن

چونڊ ۾ شرڪت ڪرڻ ئي بند ڪري ڇڏيو. اڄ انهن چونڊن کي ڪنهن نہ ڪنهن مڃتا جي ضرورت آهي. ڀارت دنيا جي وڏي ۾ وڏي جمهوريت تي ڪارنهن جو ٽڪو آهي. ڪشمير جي ننڍڙي ٻار کي بہ خبر آهي تہ چونڊ عمل ۾ شريڪ نہ ٿيڻ باوجود، حڪومت ۾ نہ هجڻ بغير بہ والاريل ڄمون ڪشمير جي عوام پنهنجو مقدر آل پارٽيز حريت ڪانفرنس جي حوالي ڪري ڇڏيو آهي. اڄ سموري ڀارت سرڪار ۽ ان جي حامي آزاد دنيا حريت ڪانفرنس جي ڪڍ آهي تہ خدارا ڄمون ڪشمير جي آئنده چونڊ عمل ۾ شريڪ ٿين.

پاڪستان حڪومت تي امريڪا ۽ ڀارت جو دٻاءُ آهي تہ ڪشمير ۾ چونڊ عمل لاءِ حالتون سازگار ڪرڻ ۾ مدد ڏيو. جيڪ اسٽرا ۽ ڪولن پاول کانپوءِ امريڪي اسسٽنٽ سيڪريٽري خارجه ۽ ڏکڻ ايشيا جي معاملن جي امريڪي سربراهہ ڪرسٽينا روڪا ڪشميري اڳواڻن ۽ حريت جي ليڊرن سان ملي کين ميائڻ جي ڪوشش ڪئي. ان کانپوءِ ڪرسٽينا روڪا جي سينئر صلاحڪار ليزا ڪرٽس سرينگر ويئي، ڀارت پاران قائم ڪيل ڪشمير ڪميٽي ۽ ان جو سربراهہ رام جيٺ ملاڻي سرينگر ۾ لڏو لاهيو ويٺو آهي، سواءِ ڪشميري اڳواڻ شبير احمد شاهہ جي آل پارٽيز حريت ڪانفرنس جو ڪو بہ ڌڙو انهيءَ چونڊ عمل ۾ شامل ٿيڻ لاءِ تيار ڪونهي. اڄڪلهہ حريت ڪانفرنس جي مرڪزي قيادت کي دهلي گهرايو ويو آهي. جتي انهن جون ڳالهيون ڀارت جي نائب وزيراعظم لال ڪرشن آڏواڻي سان ٿي سگهن ٿيون. رام جيٺ ملاڻي تہ ايستائين بہ چيو آهي تہ حريت ڪانفرنس جي شرڪت ڪانسواءِ چونڊ عمل اجايو آهي ۽ حريت کي راضي ڪرڻ لاءِ جيڪڏهن چونڊون ملتوي ٿين ٿيون، تہ بہ اهو گهاٽي جو سودو ناهي. پر حريت ڪانفرنس موجوده فاروق عبدالله جي عبوري حڪومت هيٺ چونڊ عمل ۾ شامل ٿيڻ لاءِ تيار ڪونهي، حريت جو سربراهہ عبدالغني ڀٽ چوي ٿو تہ اقوام متحده ۾ ڪشمير سان ٿيل جواهر لعل نهرو جا واعدا پورا ٿيڻ گهرجن، ان تي ڳالهيون ٿيڻ گهرجن، ڪشمير جو مسئلو ڪيئن حل ٿيڻو آهي؟ ان تي گفتگو ٿي سگهي ٿي، پر حريت ڪانفرنس کي چونڊن

ذريعي حڪومت ناهڻ جو ڪو شوق ڪونهي.

آل پارٽيز حريت ڪانفرنس ۽ عبدالغني ڀٽ عوام جي حمايت تہ ڪري رهيا آهن، حريت ڪانفرنس جي بائيڪاٽ جي اعلان سان ڪشميري عوام پولنگ واري ڏينهن گهرن کان ٻاهر ئي ڪو نہ نڪرندو. ڪشميري حريت سان گڏ آهن. تنهن ڪري طاقتور بہ آهن، انهن جي بائيڪاٽ جي پارت کي بہ ڳڻتي آهي تہ امريڪا کي بہ پرواهہ آهي، پر هڪ بائيڪاٽ سنڌ جي قومپرستن بہ ڪيو آهي. عوام کي بائيڪاٽ جي خبر ڪانهي، ڪنهن کي ان جي بائيڪاٽ جي پرواهہ ڪانهي، عوام ملڪ ۾ آمريت بجاءِ جهڙو تهڙو جمهوري راڄ چاهي ٿو. تنهن ڪري ان عمل ۾ شرڪت ۾ سندس دلچسپي بہ آهي، سنڌ ۽ جمون ڪشمير ۾ تمام گهڻيون هڪجهڙايون بہ آهن تہ فرق بہ آهن. سنڌ مسلم اڪثريتي رياست هئي، ٻئي رياستون گڏيل هندستان ۾ انگريزن زوريءَ شامل ڪيون، سنڌ تي انگريز سرڪار 1843ع ۾ قبضو ڪيو ۽ ان کي برٽش انڊيا جو حصو بڻائي ڇڏيو. جڏهن تہ جمون ڪشمير جي رياست کي انگريز سرڪار جمون جي راجا گلاب سنگهہ کي پنجاب جي رنجيت سنگهہ کي فتح ڪرڻ ۾ مدد ڏيڻ تي ڀڳڙن مٺ تي انعام سمجهي حوالي ڪري ڇڏيو ۽ ان جي حيثيت برٽش انڊيا ۾ راجائي رياست طور رهي.

نئين ڪنڊ جي ورهاڱي ۾ 1946ع جي آل انڊيا مسلم ليگ جي دهليءَ واري اجلاس ۾ سنڌ جي چونڊيل نمائندن پنهنجو مستقبل قائداعظم جي اڳواڻي ۾ پاڪستان جي نئين آئين ساز اسيمبلي جي حوالي ڪري ڇڏيو. جڏهن تہ جمون ڪشمير جي راجائي رياست جي راجا مهاراجا هري سنگهہ ڀارت ۽ پاڪستان ٻنهي سان شامل ٿيڻ کان انڪار ڪيو سرحد جا لالا ڪشمير کي پاڪستان ۾ شامل ڪرڻ لاءِ هٿيار کڻي ڪشمير ۾ داخل ٿي ويا. ساڻن پاڪستاني فوج جي جنرل اڪبر خان جا ساٿي بہ گڏ هئا ۽ پوءِ سڀ ڪجهہ هٿن مان نڪرندو ڏسي راجا هري سنگهہ ڀارتي وزيراعظم جواهر لعل نهرو سان اهو معاهدو ڪيو هو تہ، جمون ڪشمير ڀارت سان شامل رهندو پر مرڪزي سرڪار وٽ صرف دفاع، ڪرنسي ۽ وزارت خارجہ

جا ڪاتا رهندا، باقي رياست جو ڪاروبار رياست پاڻ هلائيندي. ڀارت جي آئين ۾ آرٽيڪل 370 هيٺ ڄمون ڪشمير جي الڳ حيثيت انهيءَ معاهدي جي صرف نشاني طور رهجي ويئي آهي. اڄ نہ تہ مهاراجہ هري سنگهہ وارو معاهدو ڀارت کي ياد آهي، نہ وري 1953ع ۾ نهرو ۽ ڄمون ڪشمير جي وزيراعليٰ شيخ عبدالله وارو ٺاهہ ڪيس ياد آهي. انهن سڀني ڀڃڪڙين ڄمون ڪشمير رياست ۾ مايوسين کي جنم ڏنو.

1987ع کان نئين سري سان شروع ٿيل ڊانڊلي واري چونڊ عمل فاروق عبدالله جهڙو مهرو تہ ڀارت کي پيدا ڪري ڏنو پر ڪشميرين جو ڀارت ۾ رهڻ کان روح ٿي ڪٽائي ڇڏيو. ڄمون ڪشمير جو عوام، اتان جي رياست ۽ ان جي نمائنده حريت ڪانفرنس اڄ ڀارت سان نئين سر ڳالهائڻ چاهي ٿي، چونڊون نٿي چاهي، ان جي بائيڪاٽ کانپوءِ ڀارت حڪومت پاران چونڊون ڪرائڻ ۽ نہ ڪرائڻ ۾ ڪو بہ فرق نہ رهندو پر سنڌ جا قومپرست ۽ انهن جي بائيڪاٽ جي ڪهڙي اهميت آهي؟ چونڊن جي بائيڪاٽ سان ڀڃريون رد عمل سنڌ جي ماڻهن جو اهو آهي تہ چونڊ نہ ڪٽي سگهڻ جي ڪري بائيڪاٽ ڪيو ويو آهي. جڏهن تہ حقيقت ۾ انهن ڊرين بائيڪاٽ انهي ڪري ڪيو آهي جو چونڊ عمل کي دوکو سمجهن ٿيون. پوءِ آخر ڪرڻ ڇا گهرجي، ڇا هتي ڪا آزاد سنڌ نهندي نظر اچي رهي آهي. سائين جي ايم سيد جي وفات کانپوءِ اها گاڏي ريورس گيئر ۾ هلي خاموش بہ ٿي ويئي آهي.

ڪشميرين جي جدوجهد کي پنهنجا جواز ۽ بنياد آهن، پاڪستان جو سڄو وزن انهن جي پٺيان آهي، عالمي ضمير انهن سان گڏ آهي، ڪشمير هڪ تڪرار آهي. ڀارت ڳالهين ۾ ان تڪراري حيثيت کي ڪشميرين جيان ڪونہ ٿو ڏسي، پر دنيا سمجهي ٿي امريڪا سميت ڪافي طاقتون وچ ۾ آهن، ڳالهيون پيون ٿين. ڀارتي باشعور ماڻهو وات کوليو ويٺا آهن، هندستاني ميڊيا ڪشميري چونڊ عمل کي دوکو پئي چوي. هڪڙو باقاعده ماحول آهي تہ ڪشمير سان زيادتيون بند ٿيڻ گهرجن. ڪين پنهنجو ڪرڻ لاءِ ڪجهہ ٿيڻ کپي. سنڌ ۾ ڇا آهي ۽ پاڻ ڇا ڪيو؟ 1940ع ۾ سنڌ جناح سان گڏ بيٺي هئي، 1946ع ۾ سنڌي اسيمبلي ميمبرن محمد علي جناح کي

ڪوري ڪاغذ تي صحيحون ڪري ڏنيون. 1973ع جي آئين جي خالق ۾ سنڌ مٽيءَ جي خوشبوءِ سمايل آهي.

بينظير ڀٽو تان اجا تائين سنڌ فدا لڳي پئي آهي، جهڙي تهڙي چونڊ عمل مان جنهن جي ذريعي آمريت مان جند ڇٽندي نظر اچي پئي، ان خلاف ماحول تيار ڪيو پيو وڃي. جنرل ملڪ جون واڳون ڪنهن عوامي نمائندي حوالي ڪرڻ ٿي نٿا چاهين. پير صاحب پاڳارو ۽ سنڌي قومپرست اهڙي عمل ذريعي صورتحال کي ڪاڏي وٺيو پيا وڃن. 1956ع جي آئين خلاف ۽ ائنٽي ون يونٽ موومينٽ ۾ ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي، ائين جي ايم سيد ۽ ايوب کهڙي جي جدوجهد چون ٿا ته، ملڪ کي 1958ع جي مارشل لا ڏانهن وٺي ويئي. 1977ع جي قومي اتحاد جي تحريڪ جي حمايت ڪرڻ تي اڳتي هلي شرمندگي سان منهن ڏيڻو پيو ۽ پنهنجو موقف تبديل ڪرڻو پئجي ويو. جيڪڏهن سڀ راهون اونداهيءَ ڏانهن وينديون نظر پيون اچن ته اهڙي عمل مان پنهنجو رستو ڇو نه ڳولجي جنهن ۾ عوام شريڪ ٿئي ٿو.

1937ع واريون گڏيل هندستان جون چونڊون به ته خودمختياري لاءِ نه هيون ۽ انهن جي نتيجي ۾ قائم ٿيندڙ اسيمبليون به نالي ماتر ۽ ڪمزور هيون. پر الله بخش سومرو جي ايم سيد ۽ ايوب کهڙو جهڙا ڪردار پيدا ٿيا. 1956ع جي آئين ۽ ون يونٽ ۾ به گهٽيون نڱيون ۽ بدمعاشيون شامل هيون. پر 1958ع وارو ايوب جو دور سنڌين لاءِ ڪاري دور جهڙو هو. 1973ع جي آئين لاءِ چيو ويو ته قومن جو انڪاري هو پر انهيءَ دور ۾ سنڌ پنهنجو ڪيس هر جڳهه تي وڙهندي ڏٺي ويئي هئي. بينظير ڀٽو ۽ نواز شريف جا دور به آئيڊيل دور نه هئا. پر جنرل مشرف ڇا ڪيو اعلان ڪرڻ کا اڳ ۾ ٿل ڪئنال تي ڪم شروع ڪري ڏنائين. هن هر سرڪاري ۽ نجي اداري ۾ رٽائرڊ ۽ حاضر سروس فوجي ڀري ڇڏيا آهن. ڇا اهي سنڌي آهن؟ چونڊ عمل ۾ واقعي ساڳيا چهرا اچن ٿا. جن عوام ۽ سنڌ لاءِ ڪجهه نه ڪيو آهي. پر انهيءَ عمل کي جاري رکڻ سان ئي ته نوان چهرا ايندا. نه ته انهن هڃائن مان جان ڇٽي ڪا نه سگهندي.

ايران ۾ 1997ع ۾ 70 سيڪڙو ڪان مٿي ووٽ کڻي محمد خاتمي

صدر ٿي آيو. ايراني هارڊ لائنرز سندس هٿ ٻڌي ڇڏيا، تنقيد ڪندڙ اخبارون بند ڪري ڇڏيائون، روشن خيال صحافي جيلن ۾ وجهي ڇڏيائون. هڪ ڏينهن خاتمي روئي ڏنو ته آئون سختگير قوتن آڏو ڪجهه نٿو ڪري سگهان. 2001ع ۾ هن اڳي کان به وڌيڪ ووٽ کنيا ۽ اجا تائين ٿيو ڪريسي جي انهيءَ ڍانچي ۾ ويهي جنگ ڪري رهيو آهي. ايران ۾ اندران ئي اندران خاموش تبديلي لاءِ حالتون پچي رهيون آهن ۽ ايران جو مدي خارج سياسي ڍانچو ڪمزور ٿي رهيو آهي. ايران جي سول سوسائٽي ڏانهن بالادستي جي راهه ڪي صرف امريڪا جي بدمعاشي ۽ ايران دشمن ڪردار روڪيو ويٺو آهي.

پاڪستان جي سول حڪومت ڏانهن واپسي به ڪجهه اهڙي آهي، جنهن جو چهرو بگڙيل هوندو ۽ حالت خراب هوندي، ايندڙ سول حڪومت ڪمزور هوندي، اپاهج هوندي، پر انهي مان ئي هڪ بهتري واري سول حڪومت ڏانهن پنڌ ممڪن آهي. ملڪ جي سياست مان جنرلن جي واپسي ڪي ممڪن بڻائجي، جنهن ۾ نه صرف ملڪ جو بلڪ سنڌ جو ڀلو آهي. سول سوسائٽي ڏانهن واپسي جا گس انهيءَ آڪٽوبر جي چونڊن مان ئي نڪرن ٿا. جنرلن کي چونڊون ملتوي ڪرائڻ جي بهانن جي ڳولا آهي، سياڻي ڪنهن نه ڪنهن بهاني سان جيڪڏهن جنرل پرويز مشرف چونڊون ملتوي ڪري وڌيون ته سنڌ جي قومپرستن جو ان ۾ ڪو ڪردار ته نه رهندو پر پوءِ نالو ضرور ڳاٽيتي ۾ ايندو ته ڪين به ملڪ ۾ جمهوريت ۽ سول حڪمرانيءَ جي ضرورت ڪونه هئي.

3 سيپٽمبر، 2002ع

# سنڌ ۾ جدوجهد وارو بي اثر طريقو

سيد جلال محمود شاهه سيوهڻ، ڪوٽڙي ۽ ٽاڻو بولا خان جي قومي اسيمبليءَ جي تڪ نمبر 231 ۽ سنڌ اسيمبليءَ جي ڪوٽڙي تعلقي واري تڪ نمبر 71 تان عام چونڊون وڙهي رهيو آهي. سندس چونڊ مهم ۾ جيئي سنڌ جا نعرا لڳي رهيا آهن. سندس حامين جي گاڏين گهرن ۽ جڳهين تي جيئي سنڌ جو ڪهاڙيءَ جي نشان وارو ڳاڙهو جهنڊو استعمال ٿي رهيو آهي. جلال محمود شاهه جو ڪورنگ يا متبادل اميدوار جيئي سنڌ محاذ جو سربراهه سيد زين شاهه آهي، جيڪو سندس اليڪشن مهم جو انچارج به آهي. سندس حمايت جيئي سنڌ قومي محاذ جو سربراهه بشير قريشي ڪري رهيو آهي. اخبارن ۾ سندس حمايت ۾ هن جلسا ۽ ڪارنر گڏجاڻيون به ڪيون آهن. جلال محمود شاهه جي حمايت سندس سهرو ۽ چاچو سيد امير حيدر شاهه به ڪري رهيو آهي. پنهنجي راڄ ڀاڳ ۽ پيري مريدي وارن واسطن ڪي ڪتب آندو پيو وڃي، حالانڪ جلال محمود شاهه پاران چونڊ وڙهڻ ۽ سنڌ جمهوري اتحاد ۾ شامل ٿيڻ تي سيد امداد محمد شاهه سخت ڇوهه ڇنڊيا هئا. پر اهو ڏينهن پري ڪونهي، جڏهن ڪنهن جاءِ تي جلال محمود شاهه کي ووٽن جي ضرورت پئجي وڃي ۽ اتي وري امداد محمد شاهه جي واسطن جي گهرج هجي ۽ پوءِ اتي امداد محمد شاهه کي پٽ جي لاءِ ووٽ وٺڻ لاءِ شايد ضرور چوٽو ۽ وچٿو پئجي وڃي. جلال محمود شاهه ته بلدياتي چونڊن ۾ به حصو ورتو هو ۽ آڪٽوبر 2002ع وارين چونڊن ۾ به هن حصو وٺڻ جو اعلان گهڻو اڳ ڪيو هو پر سيد زين شاهه سائين جي ايم سيد جي فڪر جو حقيقي وارث ۽ آچپي ڪان گهٽ نه ڳالهه ڪندڙ ۽ نه ٻڌندڙ آهي، سو هن آڪٽوبر جي چونڊن جو بائيڪاٽ ڪيو هو. بشير خان قريشي به انهن چونڊن جي بائيڪاٽ جو اعلان ڪيو هو.

چون ٿا ته سوچ ۽ خيال ۾ سائين جي ايم سيد سان نسبتاً ويجهو

امداد محمد شاهہ جي پيءُ ۽ امير حيدر شاهہ هو ۽ جلال محمود شاهہ جي حمايت واري معاملي تي ڪيس بشير قريشي جواب نہ ڏيئي سگهيو. سيد جي فڪر جا سمورا حامي ۽ ساٿي چونڊ عمل جا مخالف هجڻ توڙي بائيڪاٽ باوجود چونڊ عمل ۾ سڌو سنئون شامل آهن. بشير خان قريشي تہ الطاف حسين جي سالگرهہ جي حيدرآباد واري جلسي ۾ کهاڙيءَ واري ڳاڙهي جهنڊي سان شريڪ ٿيو ۽ ايم ڪيو ايم جي چونڊ ۾ حمايت جو اعلان ڪيائين.

ڪجهہ اهڙو عمل ترقي پسند پارٽيءَ جي سربراهہ ڊاڪٽر قادر مگسي جو بہ رهيو آهي. ڊاڪٽر صاحب گذريل ڪجهہ چونڊن ۾ حصو ورتو پر آڪٽوبر 2002ع وارين چونڊن کي فراڊ قرار ڏيئي انهن جو بائيڪاٽ ڪيو پر هاڻ اخبارن ۾ باقاعده لسٽ جاري ڪئي ويئي آهي ۽ شاهنواز جوڻيجو جي پٽن توڙي حامين جي ضلعي سانگهڙ ۽ ملڪ اسد سڪندر جي حامين جي ضلعي دادو ۾ حمايت جو اعلان ڪيو ويو آهي. ڳالهہ اتي بس نہ ٿي آهي، سنڌ جي هڪ ٻئي ۽ اهم قومي توڙي روشن خيال اڳواڻ رسول بخش پليجو جيڪو اڄا تائين چونڊ عمل کي دوکو ۽ سنڌ سان هڪ وڏو ٺڳيءَ جو ناهہ ۽ ناٽڪ قرار ڏيئي رهيو آهي. هن بہ اعلان ڪيو آهي تہ سنڌ جي حقن جي ڳالهہ ڪندڙ چونڊ اميدوارن جي حمايت ڪئي ويندي، ظاهر آهي انهن سنڌ دوست اميدوارن ۾ هڪ نالو سندس پارٽيءَ سميت پليجوجو بہ هوندو جيڪا ٺٽي ضلعي مان سنڌ اسيمبليءَ جي چونڊ وڙهندي رهي آهي.

سنڌ جي آجپي جي جنگ وڙهندڙ سنڌ جي قومي حقن جون ڳالهيون ڪندڙ پنهنجي سياست واري طور طريقي کانسواءِ بہ ڪنهن بہ راءِ، خيال ۽ عمل کي قوم دشمن، غير انقلابي ۽ موقعي پرست چوندڙ اهي سمورا سنڌ جا هڏڏوکي ۽ سچڻ چونڊ عمل ۾ باقاعدگي توڙي سرگرمي سان شريڪ آهن. سياست جي انقلابي اصطلاح ۾ قول ۽ فعل جي ٽڪراءَ کي موقعي پرستي چئبو آهي، پر عقل ۽ فهم جي ٻوليءَ ۾ انهيءَ کي ائين چوڻ گهرجي تہ چونڊ عمل جنهن ۾ عوام شريڪ آهي، جيڪو هڪ اهڙو فورم آهي، جنهن کي استعمال نہ ڪرڻ عقلمندي ۽ دانشمندي ناهي.

انهيءَ عمل ۾ هرڪو ماڻهو ڊڄ ۽ پارٽي مجبور آهي. سمورا ماڻهو

اڳي پوءِ چونڊ عمل جي ويجهو اچڻ سان ڇڪجي ٿا اچن، ماڻهو خيال ۾ خواب تہ ڪهڙا بہ رکي سگهي ٿو پر ان جو عمل معاشري ۾ موجود ماڻهن سان گڏ هجڻ کان نابري نٿو واري سگهي. وقت جي ستم ظريفي ۾ جبر آهي، جو جنهن عمل ۾ عوام شريڪ هجي، جيڪو اڄ جي دور ۾ ماڻهن ۾ قومن جي اظهار راءِ جي آزادي توڙي حقن جي حاصلات جو سڀ کان سگهارو ۾ معتبر فورم سمجهيو وڃي، ان کان الڳ نٿو رهي سگهجي.

وقت جو ٽي اهو جبر آهي تہ هر اُها عوامي ۾ قومي تحريڪ، جنهن کي عوامي حمايت ناهي، جنهن جي علائقي ۾ همدرد ناهن، ان کي عالمي مڃتا ناهي ۾ ان لاءِ عالمي طاقتن وٽ ڪو نرم گوشو ناهي، اهي بي يارو مددگار ٿي ختم ٿي رهيون آهن. ڳالهہ صرف عوامي حمايت نہ رکندڙ قومپرست ۾ علحدگي پسند قوتن جي ناهي، پر اهي قومپرست تحريڪون، جن کي ڪالهہ تائين عوامي حمايت هئي، اهي اڄ پنتي ٿي رهيون آهن ۾ مري رهيون آهن. برلن پٽ جو ڊهڻ ڪميونزم جو موت ثابت ٿيو پر ان سان قومپرست ۾ ٻيون انقلابي قوتون بہ ڪمزور ٿيون، پر نائين اليون واقعي کانپوءِ لڳي ٿو تہ قومپرست، اڪيلائي پسند، ڏيڍ سري مانڊٽي ناهڻ واري سوچ ۾ علحدگي پسند تحريڪن ۾ قوتن جي بہ قبر کوٽجي ويئي آهي، خليج جي جنگ ۾ عراق هٿيار ڦٽا ڪيا هئا، ڪويت خالي ڪيو ويو. آمريڪا ڪچليل ڪُرد آباديءَ کي نوفلاءِ زون ناهي ڏنو تہ جيئن اهي دجلہ جي اپرندي وادي ۾ آزادي سان رهي ۾ گهمي سگهن، اتي عراقي فوجن جي چرپر کي امريڪا قابو بہ ڪيو وينو آهي. اربيل ۾ سليمانيہ ۾ مسعود برزاني ۾ جلال طالبانيءَ جا هٿياربند جٿا نيم خودمختيار حڪومت قائم ڪيو ويٺا آهن، پر عراق جي اترئين ڪُرد علائقي کي امريڪا بہ الڳ رياست طور قائم ڪرڻ ۾ ان کي تسليم ڪرڻ لاءِ تيار ڪونهي. انهيءَ عراق جي اترئين ڪُرد علائقي سان سرحدون رکندڙ ترڪيءَ وارو ڏاکڻيون علائقو ترڪ فوج ڪچلي ڪچومر بڻائي ڇڏيو آهي. هاڻوڪي ترڪ پارليامينٽ يورپي يونين ۾ شامل ٿيڻ جي لالچ ۾ ڇيهہ ڪري انهيءَ ڪُرد علائقي کي ترڪيءَ ۾ وڏيڪ خودمختياري ڏيڻ ۾ ڪُرد ثقافت توڙي اقليت کي ڪجهہ ٻولي ۾ ثقافت جا

حق ڏيڻ ۾ کين ٽي وي توڙي ريڊيو تي ٽائيم ڏيڻ جو اعلان ڪيو آهي.

سريلنڪا جي تامل هٿياربند جدوجهد هن خطي جي سڀ کان وڏي عوامي سگهه ۽ حمايت رکندڙ هٿياربند جدوجهد هئي ۽ آهي. ننڍي ڪنڊ ۾ خودڪش بمبار تيار ڪرڻ ۾ استعمال ڪرڻ جي شروعات تامل ٽائيگرن ڪئي، جنهن جو نشانو ڀارت جي وزيراعظم راجيو گانڌيءَ کي بہ بڻجڻو پئجي ويو هو پر جافنا ۾ قائم LTTE جي اها خودساختہ حڪومت پاڻ کي دنيا ۾ علائقي ۾ ميجرائي نہ سگهي، ان تي اڄ بہ دهشتگرديءَ جو ٺپو لڳل آهي. هاڻي اها تحريڪ بہ جافنا سريلنڪا کان علحدگيءَ واري ڳالهہ تان ناروي جي ڪوشش سان ٿائليند ۾ ٿيندڙ ڳالهين مان هٿ ڪڍي ويئي آهي. LTTE ڀاران ڳالهين ۾ سربراهي ڪندڙ تامل اڳواڻ انتن بالا سنگهہ وٽ شايد پنهنجي حيثيت مڃائڻ ۾ امن قائم ڪرڻ لاءِ اهو ئي آپشن هو تہ هو علحدگيءَ واري ڳالهہ تان هٿ ڪڍي وڃي.

ڀارت ڀاران 18 آڪٽوبر تي ٿيندڙ چونڊن ۾ ڄمون ڪشمير جي عوام ۽ ان جي نمائنده پارٽي حريت ڪانفرنس شرڪت نہ ڪئي، پر آمريڪا ۾ ان جا اتحادي ڪشمير جي سياسي قوتن حريت ڪانفرنس ۽ ان جي حمايتي پاڪستان کي اهو جتائي رهيا آهن تہ چونڊن ۾ حصو وٺڻ ڪانسواءِ توهان وٽ ٻيو ڪو آپريشن ڪونهي. ڀارت حڪومت چوي ٿي تہ پهرئين مرحلي ۾ 44 سيڪڙو ووٽ پيا آهن. حريت جو اڳواڻ عبدالغني ڀٽ ان انگ کي مڃڻ لاءِ تيار ڪونهي، البت اهو تسليم ڪيو اٿس تہ ووٽ جيڪڏهن پيا بہ آهن تہ اهي زبردستي وجهرايا ويا آهن. ڀارت ۾ امريڪي سفير بليڪ وِل بہ انهن چونڊن کي ڪشمير جي تاريخ ۾ پهريون ڀيرو سپورٽ ڪيو آهي. پاڪستان ۾ حريت جي ان راءِ کي رد ڪيو آهي تہ هي چونڊون فراڊ آهن. امريڪا اهڙي قسم جي ئي عمل وسيلي ڪشمير واري جهيڙي جي حل لاءِ ڏگ ڳولڻ گهري ٿو. اهي سموريون حقيقتون اهو ئي نتيجو ۽ ڏس پتو ڏين ٿيون تہ قومي حق، عوام جا حق ۽ جمهوريت حاصل ڪرڻ جون پراڻيون حقيقتون بدلجي ويون آهن. جدوجهد جا سمورا طور طريقا بدلجي رهيا آهن ۽ بدلجي ويا. 11/9 کانپوءِ اسان مڪمل طور هڪ بدليل دنيا ۾

رهون ٿا. جنهن ۾ هڪ محدود جاءِ ۾ اسان کي چُرڻو پُرڻو ۽ هٿ پير هڻڻو آهي. سنڌ کي پنهنجا قومي حق وٺڻ لاءِ نائين اليون کانپوءِ جي آيل تبديلين مطابق پاڻ کي بدلائڻو پوندو.

جيئن نائين اليون جي حقيقتن کانپوءِ پاڪستان کي ڪالهه طالبان ڇڏڻا پيا، جهادين تان هٿ کڻڻو پيو ۽ دنيا جهان جا ڪاتڪو رهائڻ بند ڪرڻا پيا، اٿين ئي سياٽي ڪيس ڪشمير پاليسي ۽ نيو ڪليئر پاليسي جي تبديليءَ لاءِ تيار ڪيو پيو وڃي ۽ ڪيس مڪمل آمريت بجاءِ نسبتاً ڪجهه جمهوريت ڏيڻ لاءِ دٻاءَ ۾ رکيو پيو وڃي. سنڌ کي جمهوريت لاءِ ڪالاباغ ڊيم جي اڏاوت، پاڻي چوري ۽ سينا زوري خلاف، وسيلن تي مرڪز توڙي پنجاب جي قرلٽ خلاف ۽ پنهنجي قومي خودمختياريءَ لاءِ جنگ وڙهڻي پوندي، پر ان جا طور طريقا تبديل ڪرڻا پوندا.

ملڪ ۾ چونڊون ٿي رهيون آهن، پر انهن ۾ ڪو جوش ۽ جذبو نه آهي، قذافي اسٽيڊيم، نشتر پارڪ ۽ لياقت باغ ۾ ماضيءَ جهڙا جلسا ڪو نه ٿا ٿين. جوش ۽ گرم جوشي نه هجڻ جو هڪڙو ڪارڻ ته چونڊن کي محدود دائري ۾ رکڻ ۽ ملڪ جي پاپولر قيادت کي ٻاهر رکڻ آهي. بهرحال اها حقيقت آهي ته وڏا جلسا جلوس ۽ جلاءُ گهيراءُ ڪري ڪجهه حاصل ڪرڻ واري سوچ گهٽجي رهي آهي. سوشلزم ۽ سوويت يونين ڊهڻ کانپوءِ سياست جو هٿيارٻند انقلابي طريقو جڏو ۽ مڏو ٿي ويو آهي، بينظير ڀٽو ۽ نواز شريف کي ڪنهن به طريقي سان سياست مان آئوٽ ڪرڻ لاءِ جنرل پرويز مشرف وس ڪيا آهن، پر اهي ٻئي ڏريون احتجاج طور ئي چونڊ عمل ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ تيار هونديون، جيستائين اهو چونڊ عمل عوام ۽ عالمي راءِ عامہ توڙي عالمي ڪلاڙين لاءِ بلڪل بڪواس نه ثابت ٿي وڃي. جڏهن جنرل پرويز مشرف کي لاهڻ لاءِ وٽن ڪو به حربو ڪونهي، ته پوءِ امريڪا ۽ بينظير ڀٽو سانڌس ڊائلاگ ۽ دٻاءُ وجهڻ جي نتيجي ۾ جيڪو به نصيب ٿئي، ان کي ڇڏڻ لاءِ تيار نه آهن. جديد دور جون جديد بينڪي رياستون ڏاڍيون طاقتور آهن. سريلنڪا ڪويت ۽ جبو تي بهترين نندڙين رياستن کي لوڏي نئون سماج اڏڻ مشڪل آهي ته پاڪستان جي هيڏي طاقتور فوجي بيورو ڪريٽڪ رياست جي جاءِ تي نئون منڊل ڪڙو

ڪرڻ ناممڪن نہ تڏهن بہ انتهائي مشڪل ضرور آهي. انهيءَ رياست ۾ آچپي
جي جنگ وڙهڻ ۾ ڪاميابي ماڻڻ جو خيال صرف ذهني عياشي بڻجي ويئي
آهي. اسٽيبلشمينٽ جو گروهہ عوام ۽ قومن جا حق غصب ڪيو ويٺو آهي.
حالتن جو جبر آهي جو مشرف آڏو سپريم ڪورٽ جي حدبنديءَ عالمي قوتن
۽ امريڪا جو دٻاءُ آهي، نہ تہ هو سڌو سنئون اجا تائين ڏهہ سال گهري رهيو
آهي، لولي لنگڙي پارليامينٽ ۽ جمهوريت جي بحاليءَ سان بهترين جمهوريت
جو دٻاءُ پيدا ڪري سگهجي ٿو.

آڪٽوبر جون چونڊون هڪ حوالي سان بہ انتهائي بيڪار نقشو
پيش ڪري رهيون آهن. جنرل مشرف تي چونڊون فراڊ ڪرائڻ جو الزام
آهي، بينظير ۽ نواز شريف کي چونڊ عمل مان ٻاهر ڪيڻ لاءِ ليگل فريم
ورڪ آرڊر تي تہ تنقيد ٿي رهي آهي، پر سنڌ جا سمورا حقيقي مسئلا هن
وقت پس منظر ۾ هليا ويا آهن. قومپرستن چونڊ عمل مان پاڻ کي ٻاهر رکي
پنهنجي حمايت صرف ٻين اميدوارن جي حوالي ڪرڻ جي ڳالهہ ڪري سنڌ
۽ سنڌ جي ٻرندڙ مسئلن کي،MQM, SDA, PPP ۽ قائد اعظم ليگ جي
حوالي ڪريو ڇڏيو آهي. گهٽ ۾ گهٽ ميڊيا ۽ اخبارن جي خد تائين
جيڪو رپورٽ ٿي رهيو آهي تہ ڪو بہ چونڊ سياسي اتحاد ۽ چونڊن ۾ حصو
وٺندڙ پارٽي انهن مسئلن تي آڱر نہ کڻي رهي آهي. عام چونڊ جهڙي عمل کي
پنهنجي حق ۾ استعمال نہ ڪرڻ کان وڌي نااهلي ٻي ڪهڙي ٿيندي 11/9
کانپوءِ جو پاڪستان انتهائي خراب صورتحال ۾ آهي. ڪم نڪتو تہ
دهشتگرد رياست جو ليبل لڳڻ ۾ دير ٿي ڪا نہ لڳندي. جمون ڪشمير ۾
ڪجهہ هفتن ۾ دراندازي وڌڻ جو الزام اجا نئون آهي.

هينري ڪسنجر ويسٽ ڦاليا جي 1648ع واري رياست ۽ قومن جي
سلامتي توڙي خودمختياريءَ کي نائين اليون واقعي کانپوءِ ناقابل عمل قرار
ڏيئي رهيو آهي. "جيڪا رياست پنهنجي حدن اندر دهشتگردن کي
ڪنٽرول نٿي ڪري ۽ اهي دهشتگرد ٻين جي قومي سلامتيءَ لاءِ خطرو بڻجن
ٿا. انهن رياستن جي پنهنجي قومي سلامتي خلاف جنگ جو نعرو ٿي
(Preemption) حملي ۾ پهتل آهي."جمون ڪشمير ۾ ڪو بہ وڏو واقعو

انهيءَ نعري کي جواب ڏيڻ لاءِ ڪافي آهي. پاڪستان حڪومت تي سول راڄ ڏانهن واپسيءَ لاءِ به دٻاءُ برقرار آهي. مشرف حڪومت لاءِ ته چرڻ پرڻ لاءِ دائرو تمام تنگ آهي، پر سنڌ وٽ چونڊ عمل جهڙو موقعو آهي. دنيا جي ميڊيا ۽ راءِ عامہ آهي، ورلڊ سنڌي ڪانگريس ۽ سانا جهڙيون تنظيمون آهن، ڪجهہ نہ ڪجهہ سياسي پارٽيون، ورثو ۽ جدوجهد آهي. محدود وسيلن کي استعمال ڪرڻ ۽ ان مان بهتر نموني ڪم وٺڻ سان سنڌ مشڪلاتن مان پار پئجي سگهي ٿي. سنڌ جو درد رکندڙ ماڻهن جي چونڊن ۾ حمايت ڪرڻ گهرجي. سيد جلال محمود شاهہ جو گڏريل اسيمبليءَ ۾ ڊپٽي اسپيڪر هجڻ دوران وارو عرصو اميد افزا آهي ۽ ان مان سنڌ جي ماڻهن کي توقعات رکڻ بہ گهرجن. هن وقت بہ سندس کٽڻ جا امڪان موجود آهن ۽ کيس کٽڻ گهرجي، دادو کان حيدرآباد ويندي سيوهڻ کان اڳتي جڏهن کهاڙيءَ وارا ڳاڙها جهنڊا مون جام لڳل ڏٺا، تڏهن پرواري هڪ نوجوان کان پڇيم تہ لڳي ٿو تہ جلال شاهہ هن دفعي چونڊون کٽي ويندو. نہ پهہ وراڻيائين تہ هائو سائين! ٻڌون پيا حڪومت بہ سندس حمايت پئي ڪري. حڪومت جي مخالفت ڪندي بہ عمران جو سرڪار جو ماڻهو هجڻ وارو اثر زائل ڪري ويو آهي. ڇا سنڌ جا هڏ ڏوکي عمران خان کان بہ ڪجهہ سکڻ لاءِ تيار آهن؟

23 سيپٽمبر، 2002ع

# ويساهہ گهاٽين جو حساب

اليڪشن ڪميشن وٽ هڪ شڪايت قومي اسيمبلي جي تڪ نمبر 210 جيڪب آباد مان پهتي آهي تہ اتان جي هڪ پولنگ اسٽيشن نمبر 163 تي ٽوٽل رجسٽرڊ ووٽ 273 هئا. جڏهن تہ اتي 855 ووٽ ڪاسٽ ٿيا آهن. انهيءَ تڪ تان سنڌ جمهوري اتحاد جو اميدوار سليم جان مزاري کٽي ويو آهي. سنڌ جا گهڻ اڻ ضلعا ۽ انهن جا تقريبن 20 قومي اسيمبلي جا تڪ ۽ صوبائي اسيمبلي جا ذري گهٽ چاليهہ تڪ اهڙا آهن، جن جي پولنگ اسٽيشنن جا نتيجا پڙهڻ ۽ پڙهڻ ڪانپوءِ حيراني ٿي آهي تہ هي سڀ ڪجهہ ڇا ٿي ويو آهي. سنڌ ۾ هر قومي اسيمبلي جي تڪ تي تقريباً 250 ۽ صوبائي اسيمبلي تي اٽڪل 120 پولنگ اسٽيشنون هيون. عام طور اندرين سنڌ ۾ ووٽ وجهڻ جي شرح 30 کان 35 سيڪڙو رهي، پر ڪجهہ قومي اسيمبلي جا اهڙا تڪ آهن، جن ۾ انهيءَ تڪ جي 250 پولنگ اسٽيشنن مان تقريبن 30 پولنگ اسٽيشنن تي 90 سيڪڙو کان مٿي، ۽ ائين ئي صوبائي اسيمبلي جي تڪن جي 15 پولنگ اسٽيشنن تي 90 سيڪڙو کان مٿي ووٽ پيا آهن. اتان جي اسيمبلي جي تڪن جو فيصلو قومي اسيمبلي ۾ انهن 30 پولنگ اسٽيشنن ۽ صوبائي تڪن جي 10 کان 15 پولنگ اسٽيشنن تي ٿيو آهي. 90 سيڪڙو کان وڌيڪ ووٽ ڪاسٽ ٿيڻ وارا قومي ۽ صوبائي اسيمبلي جا تڪ جيڪب آباد، سانگهڙ، ٺٽو، دادو، نوشهروفيروز، خيرپور، گهوٽڪي ۽ شڪارپور ۾ ئي آهن. گهڻ ۾ گهڻ سنڌ جي ڪجهہ ضلعن ۾ 250 پولنگ اسٽيشنن بجاءِ 30 پولنگ اسٽيشنن ۽ صوبائي اسيمبلي جي 15 پولنگ اسٽيشنن تي اعليٰ قسم جي ڪارڪردگي ڏيکارڻ سان سنڌ جو چونڊ منظرنامو بلڪل الڳ ۽ مختلف رنگ ۾ نظر اچي رهيو آهي. ڪن ضلعن ۾ ضلعي جي سرڪاري مشينري جو ڪنهن گروپ يا ميمبر جي حق ۾ استعمال ڪرڻ اهڙي مخصوص رجحان لاءِ سون تي

سهاڳي جو ڪم ڏنو آهي.

اهڙي قسم جون شڪايتون پنجاب ۾ به آهن. پر پنجاب ۾ رياستي مشينري جو استعمال سرڪار پاران پنهنجن ماڻهن جي پارت ڪرڻ ۽ ماڻهن کي جتائڻ ته فلاڻو اسان جو ماڻهو آهي ۽ حڪومت ڏاهڻ جو اختيار به اسان وٽ آهي. ان ڪانسواءِ سينٽرل پنجاب اندر فيصل آباد جهڙن ضلعن ۾ هڪ الڳ تجربو ٿيو آهي، جتي اصل ۾ مقابلو پ پ ۽ نواز ليگ وچ ۾ هو. جڏهن ته سرڪاري ليگ اُتي جائزن ۾ ٽئين نمبر تي هئي. اتي ضلعي ناظمن ۽ رياستي مشينري جو استعمال ڪندي چونڊن کان پهرين ڪين جلسا ڪرڻ نه ڏنا ويا ۽ چونڊن واري ڏينهن سرڪاري ڪارندن ۽ سرڪاري ليگ جي ڪارڪنن زوري بيلٽ پيپر ڦري انهن تي ٺپا هنيا. مخالف ڪارڪنن ۽ پولنگ ايجنٽن کي مارڪٽ ڪري پولنگ اسٽيشنن تي قبضو ڪيو ويو.

فيصل آباد ڪانسواءِ اهڙي قسم جي واردات جا طريقا گجرات، سيالڪوٽ، شيخوپوره ۽ جهلم ۾ به ملن ٿا. سنڌ ۾ وري ٿر، ٺٽو سانگهڙ ۽ دادو انهيءَ سلسلي ۾ پنجاب کان به اڳرا آهن. پر اجا هڪ ڳالهه بي به ٿي آهي. پيپلز پارٽي ۽ مسلم ليگ نواز جي حمايت ڪانسواءِ جتي چونڊ کٽڻ ممڪن نه هو. اتي سرڪاري ليگ ڪانسواءِ ڪو آزاد اميدوار به بيٺل ڏسڻ ۾ آيو. جنهن پاڻ کي جيالو ۽ ليگلو سڏائي چونڊرايو ۽ اهي هاڻ سرڪاري ليگ ۾ شامل ٿي رهيا آهن. اهڙا مثال خانيوال ۾ پي پي پي جي جامد يار هراج ۽ اوڪاڙا ۾ PPP جي رائو اجمل سوڊو سيالڪوٽ، ٽوبه ٽيڪ سنگهه ۽ قصور جا ملي ويندا. نواز شريف ۽ بينظير ڀٽو جا ووٽ ٽوڙڻ توڙي سنڌن اميدوارن کي هارائڻ لاءِ ملڪ گير، صوبي وار ۽ علائقائي سطح تي حڪمت عملي ڪانسواءِ هر تڪ تي الڳ الڳ منصوبابندي به نظر اچي ٿي. سينٽرل پنجاب ۾ انهيءَ قوت کي ڪمزور ڪرڻ لاءِ عوام جا ڌڪاريل، عوامي خزانو لٽيندڙ پراڻا ايم اين اي راتو رات نيب کان اجازت ناما وٺي اچي سرڪاري ليگ سان شامل ٿيا. دهشتگرد قرار ڏنل تنظيمن جا اڳواڻ آزاد پليٽ فارم تان چونڊ وڙهي ويا. اعظم طارق جيڪو بندش پيل فرقيوار تنظيم سپاهه صحابه جو اڳواڻ آهي. ان کي جيل مان چونڊ وڙهائي کٽرايو به ويو. "جيو نيوز" سان

ڳالهائيندي 11 تاريخ تي اعجاز الحق چيو هو ته فيصل آباد جي قومي اسيمبلي جي 11 تڪن مان 10 تي مسلم ليگ (ق) هارائي ويئي آهي، پر سرڪاري نتيجن ۾ سرڪاري ليگ کي 6 سيٽون ڏياريون ويون.

بينظير ڀٽو ۽ نواز شريف کي چونڊ عمل مان ٻاهر رکڻ چونڊ عمل تي اثرانداز ٿيڻ جي ڀرپور ڪوشش هئي. غنويٰ ڀٽو کي ڊپلوما ڊگري جي بنياد تي چونڊن ۾ بيهڻ لاءِ نااهل قرار ڏيندڙن لاءِ مولانا عبدالغفورحيدري وڏيڪ اهل ۽ لائق هو. اهڙي عمل سان اثرانداز ٿيڻ پڻ ڪوشش هئي. بينظير ڀٽو ۽ نواز شريف کي چونڊ منظر مان غائب ڪرڻ عيوض سرڪاري ليگ کي ته ڪجهه پنجاب ۽ سنڌ ۾ فائدو ٿيو پر سرحد ۾ خالي ميدان متحده مجلس جي هٿ لڳي ويو.

طالبان ۽ القاعده جي ڪارڪنن پويان لڳل سرحدي پشتون علائقن جي عوام جي گهرن ۾ زوري گهڙڻ واري صورتحال 1983ع ۾ سنڌ جهڙي نفرت کي جنم ڏنو. اهو سڀ ڪجهه مولوي حضرات ڪيش ڪرائي ويا.

سرحد ۾ عوامي نيشنل پارٽي ۽ پيپلز پارٽي جي سيٽ ايڊجسٽمينٽ جي ناڪامي جي ذميوار اين اي هڪ پشاور تان جيالي خورشيد احمد خان، جنهن بينظير ڀٽو جي اپيل به نه ٻڌي ۽ پشاور پريس ڪلب ۾ پاڻ کي احتجاجن گولي هٽي ڪيدي هئي. سندس اهڙي عمل پنيان خبر ناهي ڪنهن جو هٿ هو؟ نتيجي ۾ پي پي پي ڪارڪنن، اي اين پي اميدوار ۽ اي اين پي اميدوار کي پي پي پي ڪارڪنن ووٽ نه ڏنو ۽ پوءِ سرحد ۾ ٻنهي جو صفايو ٿيو. قومپرستي بطور چونڊ سياست اڳ ئي سنڌ اندر شڪست کاڌي هئي، هاڻوڪين چونڊن ۾ اها سياست سرحد ۽ بلوچستان ۾ به لڳي ٿو پنهنجو وارو وڃائي ويئي آهي. ايم ڪيو ايم جيڪڏهن قومپرست ۽ صوبائي سياست ڪئي پئي ته ان کي پيل گهٽ ووٽن جو تعداد مهاجرن جي بيگانگي جو اظهار نه آهي ته ٻيو ڇا آهي؟ چونڊ ڪان اڳ جون ڊانڊليون، سرڪاري اميدوارن جي حق ۾ رياستي مشينري جو استعمال ۽ مخالفن خلاف ڪات ڪهاڙن باوجود مٿيون منظرنامو اهو ٿو ٻڌائي ته نه رڳو چونڊ ڌاڙي، بلڪ غير حتمي نتيجن جي اعلان تائين چونڊن جي عمل سان

باقاعده هٿ چراند ٿيندي رهي. تنهن باوجود نتيجو ڇا نڪتو آهي؟ اسٽبلشمينٽ مخالف پارٽيون مرڪز ۾ ۽ پنجاب ڪانسواءِ ٽنهي صوبن اندر اڪثريت ۾ آهن.

جنرل پرويز مشرف هاڪاري نتيجا حاصل ڪرڻ لاءِ سچو مانڊاڻ منڊيو هو جڏهن ته سُٽ سلجهڻ بجاءِ اڃا وڌيڪ منجهي پيو آهي، حالانڪ پارٽي سرحدن تان فوجون واپس هٽڻ شروع ٿي ويون آهن ۽ والاريل ڪشمير ۾ چوندڻ عمل مڪمل ٿيڻ کانپوءِ ايرندي سرحد تي ڪجهه امن امان آهي، پر پاڪستان تي اتر ڪوريا سان ائٽمي تعاون ڪرڻ وارو الزام تازو لڳو آهي. ملڪ ۾ ڪو به چوندڻ عمل کانپوءِ وارو سيٽ اپ ٺهندي ۽ وري ڍهندي نظر اچي رهيو آهي. مشهور آهي ته مولوي اسٽبلشمينٽ جي پيداوار آهن، پر هاڻوڪن مولوي صاحبانن سان قائداعظم ليگ جي حڪومت ٺاهڻ سان بينظير جي انهيءَ الزام کي هٿي ملندي ته مولوين کي جن ٺهرايو هو اهي انهن سان ٺي گڏ اقتدار ۾ آهن. جيڪڏهن اهو سيٽ اپ ٺهي به وڃي ٿو ته پرڏيهي پاليسي خلاف مولوين جي سياست وڌيڪ آهي. جنرل پرويز مشرف جي افغان پاليسي کي تنقيد جو نشانو بڻائي، امريڪا کي ڪافراعظم قرار ڏيئي چوندون کٽيون ويون آهن. جيڪڏهن هن وقت مولوي هيٺ لهي آيا ته پوءِ سرڪش نواز شريف به ته اسٽبلشمينٽ جي پيداوار هو. نيو آپشن قاعداعظم ليگ ۽ پي پي پي جو آهي، جنهن ۾ تمام موقعه پرستي باوجود بينظير پٺو سول سوسائٽي جي بالادستي جي نقطي تي پيش پوڻ لاءِ تيار نه هوندي، قومي اسيمبلي ۾ مخالف ۽ انهيءَ سيٽ اپ ۾ وري سرحد ۽ بلوچستان ۾ مولوين جون حڪومتون، جيڪي افغانستان سان سرحدون رکن ٿيون. ان جا نتيجا سوچي ڏڪٽي وٺيو وڃي. باقي رهيو پي پي پي ۽ مجلس عمل جو اتحاد، اهو اتحاد سرڪار آخر تائين ٽيڻ ڪو نه ڏيندي. هن وقت ته اهي ڳالهيون به هلي رهيون آهن ته قومي اسيمبليءَ جو اجلاس سينيٽ جي چوندن کانپوءِ رکيو ويندو يا ان کي ڪو بهانو بڻائي التوي ۾ رکيو ويندو. پارليامينٽ جو اجلاس التوي ۾ رکڻ جو نتيجو بنگلاديش جي صورت ۾ پاڻ ڏسي چڪا آهيون. واقعي جنرل پرويز مشرف مجبور آهي، اهڙن ماڻهن کي

هو ڪيئن اقتدار ڏيڻ پسند ڪندو جن تي ڪيس اعتماد ڪونهي ۽ جن جي صلاحيتن تي هو ڪالهہ تائين اعتبار ڪرڻ لاءِ تيار نہ هو: ڪرپشن، ادارن جي تباهي، حڪومت جي رٽ بحال ڪرڻ، ڪشمير، افغانستان ۽ ائٽمي پروگرام جهڙا معاملا هو سندن حوالي ڪيئن ڪندو؟ خاڪي بيورو ڪريسي اڄ جيڪڏهن سول قوتن سان اقتدار ۾ ڀائيواري ڪئي تہ اهي ڀائيوار پيرَ ڄمائڻ ڪانپوءِ پنهنجو حقيقي ۽ جائز حصو ڏيڻ جي گهر ڪندا.

جنرل پرويز مشرف جي مجبورين ۽ ضرورتن 2002ع جي پارليامينٽ آندي آهي، جنهن ۾ تمام ڪوشش باوجود قاعداعظم ليگ 76 سيٽون کٽي سگهي آهي. PPP سنڌ ۾ وڏي قوت طور مڃايو آهي. ڏکڻ پنجاب ۽ فوجين جي شهر راولپنڊي ۾ ان جي ٽارزن واري واپسي ٿي آهي. لاهور اڃا تائين نواز شريف جو آهي. سينٽرل پنجاب ۾ يا تہ نواز شريف يا وري بينظير ڀٽو جو ووٽ آهي. 63 سيٽون کٽندڙ پيپلز پارٽي جون بہ پرويز مشرف جيان پنهنجون مجبوريون آهن. اڃا تائين لبرل ۽ روشن خيال ماڻهو انهيءَ بينظير ڀٽو کي ئي ووٽ ڏيندا پيا اچن. امين فهيم جون (ق) ليگ سان ڳالهيون پنهنجي جاءِ تي، پر انهيءَ پارٽي کي ڪجهہ تہ پنهنجي حلقي ۽ ووٽر جو احساس هوندو. جڏهن چونڊيل ايم اين اي بينظير ڀٽو کي اهو چون ٿا تہ سرڪار جي حمايت عيوض جنرل مشرف کي جيڪو ڪجهہ گهرجي، جڏهن اهو پاڻ ڏيڻ جي پوزيشن ۾ ناهيون تہ پوءِ عزت وارو مقام اپوزيشن ۾ ئي آهي. نواز ليگ لاءِ مخالف ڌر ۾ ويهڻ ڪانسواءِ ڪو آپشن ناهي. مولوين جون پنهنجون مجبوريون آهن، ڪين تاريخ ۾ پهريون دفعو پارليامينٽ ۾ ايڏو وڏو حصو مليو آهي. ڪين خبر آهي تہ اسٽيبلشمينٽ سان جڏهن نواز شريف ٽڪرايو تہ 1997ع ۾ ڀاري مينڊيٽ کي 2002ع ۾ قومي اسيمبلي جون چوڏنهن سيٽون ملي سگهيون. هيءَ پارليامينٽ جيڪا اڃا تائين ويهي نہ سگهي آهي، ڪجهہ وقت ڪانپوءِ انهيءَ کي گهر اماڻي سمورا سبب وري ختم ڪري سگهجن ٿا يا ختم ٿي سگهن ٿا، جن جي ڪري مجلس عمل سيٽن جي ففٽي هٽڙ وٺي آهي. مجبور تہ ايم ڪيو ايم بہ آهي، جنهن کي جنرل پرويز مشرف جي حمايت ۾ گهٽتائي آڻڻ جي بدلي يا ڪنهن ٻئي سبب جي ڪري نسرين

جليل ۽ آفتاب شيخ جي شڪست به تحفظ ۾ ملي آهي ته سنڌس حدن اندر مجلس عمل ڪاهي پئي آهي.

ڪراچي جي نين تڪبندين ۾ متحده ڪهڙا نانگ لڪايا هئا؟ اهو هاڻي ظاهر ٿي رهيو آهي. متحده کي خبر هجڻ گهرجي ته تقريباً ڏهه قومي اسيمبلي جا ڪراچي جا اهڙا تڪ آهن، جتي مهاجر اقليت ۾ آهن.

مجبوريون ته سنڌ جمهوري اتحاد ۽ پير صاحب پاڳاري جون به آهن، جن کي مٽي چڙهڻ لاءِ ڏاڪڻ گهرجي، جيڪا رڳو ملڪ جي اسٽبلشمينٽ ئي فراهم ڪري سگهي ٿي، تنهن ڪري ئي ڪنهن بئي طرف ڏسڻ معنيٰ اکيون ڪانگن کي ڪيڏي ڏيڻ جي برابر آهي، سينيٰ ڪان مجبور هن ملڪ جو مسڪين عوام آهي، جنهن جي مجبورين ۽ اٻاڻي حال جو ڪو ڪاٿو ڪونهي، جنهن سان ٿيل اڪيچار ويساهه گهاتين جو ڪو حساب ڪونهي، جنهن سان جهڙي پراون ڪئي آهي، ان کان وڌيڪ ويڙن پنهنجن ڪئي آهي.

هن ملڪ جوعوام سول سوسائٽي جي بالادستي چاهي ٿو لولي لنگڙي ۽ فراڊ سول حڪومت مان ئي سول سوسائٽي ۽ عوامي راڄ جي بالادستي جي راهه نڪري ٿي. هي ملڪ جنرل بجاءِ هڪ پئي جا چنڊا پٽيندڙ سياستدانن جي حوالي ٿيڻ گهرجي ۽ انهن کي به 1958ع، 1977ع ۽1999 ع جي تاريخ مان سبق سکڻ گهرجي. گهٽ ۾ گهٽ بينظير ڀٽو کان اها گهر ضرور ٿيڻ گهرجي ته هن صورتحال ۾ اهڙو ڪو به قدم نه کڻي، جنهن سان سول سوسائٽي ۽ عوامي راڄ جي بالادستي ڏانهن ڪڇيل عوامي امنگن سان هڪ دفعو وري ويساهه گهاتي وارو تاثر اڀري. هر دور ۾ بينظير ڀٽو مان مايوس ٿيل ماڻهو هڪ ڀيرو ٻيهر منجهس ئي اميدون رکيو ويٺا آهن.

23 آڪٽوبر 2002ع

# بينظير جون مجبوريون

فلاحي رياست جو تصور شايد انساني تاريخ جيترو پراڻو آهي، پر فلاحي رياست جي ممڪن عملي شڪل تاريخ ۾ پهريون ڀيرو ڪارل مارڪس ڪميونزم جي فلسفي ۾ ڏني. هن فلسفي کي عمل جو روپ آڪٽوبر انقلاب جي شڪل ۾ لينن 1917ع ۾ سوويت يونين جي قيام سان ڏنو ۽ لينن جي خوابن جي محل کي جوزف اسٽالن وري جيئري جهنم ۾ تبديل ڪيو. آڪٽوبر انقلاب شايد دنيا جي اها پهرين ڪامياب ۽ هاڪاري تبديلي هئي، جنهن ۾ رياست ماڻهن جون بنيادي ضرورتون پوريون ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويئي، پر اها رياست شخصي آزادي ۽ راءِ جي احترام جي راهه جو پٿر بڻجي بند گليءَ ۾ ڦاسي پئي.

سرمائيداراڻي نظام آڪٽوبر انقلاب دوران مغربي يورپ ۾ ماڻهن کي راءِ جي شخصي آزادي ته ڏني، پر روسي سوشلسٽ رياست جهڙيون بنيادي ضرورتون پوريون ڪرڻ ۾ ناڪام ويو. انهيءَ عرصي ۾ مغربي يورپ جي بلڪل ابترين ڪنڊ تي ۽ روس جي انتهائي اولهه ۾، جتي مهينن جا مهينا سج نظر ڪو نه ايندو آهي، جتي جنوري جي سرديءَ ۾ گرمي پد ڪاٽو 50 تائين هليو ويندو آهي ۽ ماڻهو گهرن اندر بند ٿي ويهي رهندا آهن. بالٽڪ سمنڊ جي اتر ۽ اولهه ۾ اسڪينڊنيويا جي رياستن ـ ناروي، سوئيڊن، ڊينمارڪ ۽ فن لينڊ رياستن ۾ هڪ الڳ تجربو ٿي رهيو هو اتي انسانن جون بنيادي ضرورتون به پوريون ٿي رهيون هيون. اتي، لٽي، اجهي، تعليم ۽ روزگار جي ضمانت رياست فراهم پئي ڪئي ته وري اولهه يورپ جي ملڪن جهڙي راءِ جي آزادي ۽ جمهوريت به پروان چڙهي رهي هئي. ماڻهن کي پنهنجي حقن جو ادراڪ هو ۽ ان جي حاصلات به هئي، ته رياست به پنهنجي فرض کان غافل نه هئي. جديد دور جي ٿي پهرين ڪامياب فلاحي رياست جو تجربو انهيءَ اسڪينڊ نيويائي رياستن ۾ پروان چڙهيو ۽ ان ايتري طاقت ورتي جو باقي اُلهندي يورپي ملڪن ۾ آهستي آهستي اها لهر سرائيت

ڪندي وچي آمريڪا ۽ آسٽريليا تائين پهتي. مغربي يورپ جون رياستون ۽ ملڪ گهمي آيل اسان جا ديس واسي انهيءَ خطي کي جنت سڏين ٿا. جتي يقيناً گهٽ وڌايون هونديون، خاميون ڪوتون بہ هونديون، پر ماڻهوءَ جو عزت نفس محفوظ آهي. اتي "جيڪو ڏاڍو سو گابو" واري ايشيائي ۽ برصغيري روايت ڪونهي، نہ وري اتي قانون کي ٽوڙي پوءِ داداگيري ڪرڻ واري روايت آهي. اتي انصاف هرڪو هرڪو ڪنهن جي گهر جي ٻانهي ڪونهي، ملڪ جي بادشاهہ جي موڊ کي ڏسي اتان جون عدالتون فيصلا نہ ڪنديون آهن. هوا جو رخ ڏسي ماڻهو پنهنجو مزاج نہ مٽائيندا آهن

مغربي يورپ ۽ امريڪا پنهنجي پيل دنيا جو استحصال ڪندا رهيا آهن، پر اتان جي عوام جو موڊ ٽئين دنيا خلاف ٿيندڙ ڏاڍاين خلاف پنهنجي حال آهر شامل ٿيندو رهيو آهي. ويٽنام ۾ امريڪا خلاف واشنگٽن ۽ نيويارڪ صداءِ احتجاج بڻجي ويا، لنڊن ۽ پئرس جا روڊ هوچي منهہ جا حمايتي تہ ڪو نہ هئا، پر اهي امريڪي والاريت جي خلاف ضرور هئا. يورپ جي راءِ عام خاص طور تي ۽ امريڪي راءِ عام طور تي صيهونيت جي پيٽ ۾ عربن ۽ فلسطينين جي پاسي بيٺل نظر ايندي هئي. عرب حريت پسندي جا سڀ کان وڏا هيڊڪوارٽر ۽ پرچار جا وڏا مرڪز دمشق، رياض ۽ عمان بجاءِ پئرس، لنڊن ۽ جنيوا ۾ هوندا هئا. ڪجهہ يورپي ملڪن ۾ تہ عام راءِ ايترو اثرانداز ٿيندي هئي، جو اتان جون رياستون فلسطيني رياست جي قيام جو پير تي ڏونڪو هڻي حمايت ڪنديون هيون. يورپ ۽ امريڪا ۾ رڳو سياسي حوالي سان ٿي فضا اهڙي نہ هئي، بلڪ نيويارڪ ۽ لنڊن، پئرس، ايشيا ۽ افريڪا جي مسلمان توڙي عرب ماڻهن لاءِ پنهنجن ملڪن جي آمريت ۽ آپيشاهہ حڪومتن کان ڀاڄ ڪائي جاءِ پناهہ جو ڪم بہ ڏيندا هئا تہ انهن جي روزيءَ جو بہ وڏو وسيلو هئا.

1990ع ۾ سوويت يونين جي ٽٽڻ سان دنيا ۾ هڪ نئين عنصر جي داخلا ٿئي ٿي. ورلڊ ٽريڊ سينٽر تي خودڪش حملا ٿين ٿا. نيروبي ۽ دارالسلام ۾ رت جي راند ٿئي ٿي. مصر جا احرام گهمندڙ يورپي سياحن تي لڪسور ۾ بنا ڪنهن فرق ۽ تميز جي خوني حملا ٿين ٿا، اچي چمڙيءَ وارا ۽ سندن هم مذهب انهن جا آفريڪا ۽ ايشيا ۾ قائم نڪاٽا نشاني تي اچن ٿا.

اهي حملا ڪرڻ وارا ريڊ آرمي، ريڊ برگيڊ ۽ بائيڊر منهاف جا گوريلا ناهن، ڪارلوس ۽ ابو ندال جا ماڻهو ناهن، بليڪ سيپٽمبر ۽ بليڪ پينٿر جا ايجنٽ نہ آهن. ميونخ جي اولمپڪس ۾ اسرائيلي رانديگرن تي ٽيل گهات جهڙا انفرادي واقعا نہ آهن، پر ساڳئي ڏينهن ۽ ساڳئي ٽائيم تي حملن واري هڪ نئين ڪامياب حڪمت عمليءَ جو اظهار ٿي رهيو آهي. هڪ ئي وقت نيروبي ۽ دارالسلام ۾ آپگهاتي ڪار حملو ۽ ان وقت يمني ساحل تي ٽيل امريڪي بحري ٻيڙي ڪول تي هڪ ڪشتيءَ جو خودڪش حملو. اهڙو خود ڪش حملو 11/9 تي جاڙي ورلڊ ٽريڊ سينٽر ۽ پينٽاگون تي بہ ٿيو هو انهيءَ حملي جو چون ٿا ذميوار القاعده ۽ اسامہ بن لادن آهن. هڪ ئي وقت مختلف جاين تي امريڪا، يورپ ۽ يهودي مفادن خلاف حملو القاعده جي سڃاڻپ آهي. يورپ جون سالن جي محنت سان تيار ڪيل فلاحي رياستون هڪ نئين خوف جي گهيري ۾ آهن. اهي ملڪ، جتي سيڪيورٽي لاءِ پوليس بہ ڪو نہ هوندي هئي، اتي نيون بچاءَ جون تدبيرون اختيار ڪيون پيو وڃن. يورپ جا شهر غير محفوظ هجڻ جو خوف ماڻهن ۾ سرائيت ڪندو پيو وڃي. يورپ ۽ امريڪا جو عوام پنهنجن حقن جي ڳالهہ ڪرڻ ۽ ظلم خلاف آواز اٿارڻ بدران جان جي سلامتيءَ ڪي پيش آيل نفسياتي خطرن کان بچائڻ جا رستا ڳولي رهيا آهن. يورپ ۽ آمريڪا جي عام راءِ جيڪا ويٽنام تي آمريڪي حملن خلاف ڪنهن وقت ۾ صداءِ احتجاج بڻجي ويندي هئي، اسرائيل ۽ صيهونيت جي مقابلي ۾ يورپ فلسطين ۽ عربن سان گڏ نظر ايندو هو. ڪشمير جي جهيڙي ۾ جيڪڏهن ڀارت غاصب نہ بہ سڏبو هو تہ ڪشمير جي سياسي جدوجهد کي مڃتا ملندي هئي. اڄ اهو آمريڪا ۽ يورپ هڪ نئين نظر سان شين کي ڏسي رهيو آهي. يورپ لاءِ وقت 180 ڊگري جي ڪلٽي کادي آهي.

يورپ، امريڪا، ڪئناڊا، آسٽريليا ۽ نيوزيلينڊ جون نسبتاً فلاحي ۽ پنهنجي عوام لاءِ خوشحال رياستون، ايشيائي، افريڪي، مسلمان ۽ عربن جي ننڌڻڪن ماڻهن لاءِ پناهہ ۽ روزيءَ جو وسيلو سمجهيو ويندڙ ظلم خلاف ۽ حق جي آواز ۾ آواز ملائيندڙ اهي رياستون اڄ صيهونيت جي خلاف جاري انتفاده کي ڪچلڻ کي جائز قرار ڏيئي رهيون آهن. انتفاده ۾ ڪنهن نہ

ڪنهن روپ ۾ القاعده ۽ اسامہ بن لادن جو رنگ آهي. الجزائر ۾ خانہ جنگي ۾ رياست جو ڪردار دهشتگرديءَ خلاف دفاع وارو آهي. پارٽ لال قلعي، چٽي سنگهہ پوره، ڪالوچڪ ۽ گوڌرا جهڙي دهشتگردي کي منهن ڏيڻ لاءِ رياستي ڏاڍ استعمال ڪري رهيو آهي، جنهن جو بہ رنگ ۽ ڍنگ دفاعي آهي. هن دهشتگردي/ احتجاج ۾ انڊونيشيا جي بالي جزيري ۽ ۽ بنگلاديش جي ميمڻ سنگهہ جي سئينما گهرن تي حملي، ڪان ڪراچي ۾ مقدونيا جي قونصل خاني ۾ تيل حملي تائين، هر هنڌ ڪٿي نہ ڪٿي القاعده ۽ اسامہ بن لادن جي ڪارگذاريءَ جون وچايل ڪڙيون ڳوليون پيون وڃن.

نيروبي ۽ دارالسلام ۾ القاعدہ ورلڊ ٽريڊ سينٽر ۽ پينٽاگون ۾ القاعدہ، الجزائر ۽ مصر ۾ القاعدہ، فلسطين جي انتفاده ۾ القاعدہ، افغانستان، ايران، پاڪستان ۽ ڪشمير ۾ القاعده، يورپ جي هر عرب ۽ مسلمان ۾ القاعده کي تلاش ڪيو پيو وڃي. انهيءَ القاعده ۽ اسامہ بن لادن خلاف جنگ ۾ وڙهندڙ هر ماڻهو امريڪا جا ساٿاري ۽ سپاهي آهن. حسني مبارڪ، حامد ڪرزئي، شهزاده فهد، جنرل پرويز مشرف، اٽل بهاري واجپائي، خليج جا شيخ ۽ ترڪيءَ جا نوان مولوي ۽ جسٽس ۽ ڊيولپمينٽ پارٽيءَ جو سربراهہ مولانا رجب طيب اردغان، امريڪا ۽ يورپ جا القاعده خلاف جنگ ۾ اتحادي آهن. يورپ ۽ امريڪا جمهوريت پسند مسلمانن ڪان گهر ڪري رهيو آهي تہ پرامن يورپ جي شهرن ۽ جمهوريت جي بچاءَ لاءِ دهشتگردي خلاف جنگ ۾ سندن ساٿ ڏنو وڃي. اهڙو ساٿ ذميوار سمجهيا ۽ سڏيا ويندڙ رياستن توڙي رياستي حڪمرانن ڪان طلب ڪيو پيو وڃي، جيئن پاڪستان جو جنرل پرويز مشرف سندن ها ۾ ها ملائي رهيو آهي، پر انهن ڪان وڌيڪ گهر ۽ تقاضا انهن ڪان ڪئي پئي وڃي، جيڪي جمهوري جدوجهد جا مهندار سڏائين ٿا، انساني ۽ شهري آزادين جو پرچار ڪن ٿا. جيئن ترڪيءَ جو رجب طيب اردغان، ايران جو صدر خاتمي ۽ پاڪستان جي بنظير ڀٽو. امريڪا ۽ يورپ لاءِ جنرل پرويز مشرف القاعده خلاف جنگ ۾ مهڙ وارو سپاهي آهي، پر بينظير ڀٽو انهيءَ جنگ ۾ پاڪستان جو سول چهرو آهي، ليڪن هڪ عالمي حڪمت عمليءَ جو حصو هوندي، انهن ٻنهي ۾ تاريخ وڏا ويڇا پيدا ڪري ڇڏيا آهي. ملڪ جي سياست ۾ بينظير جي

ڪردار ڪي انهيءَ منظر ۾ جيڪڏهن ڏسجي ٿو تہ بينظير ڀٽو جي سياست، حڪمت عملي ۽ موقعي پرستيءَ جا گهڻا رنگ برنگا منظر نظر اچن ٿا. هڪ وقت ۾ فرانس جي ڪميونسٽن ۽ جمهوريت پسندن تي عرب دنيا جو دٻاءُ هو تہ اهي الجزائر ڪي فرانس جي چنبي مان آزادي ڏيارڻ لاءِ پنهنجي حڪومت تي دٻاءُ وجهن. اهڙو ئي دٻاءُ هڪ وقت آمريڪا جي جمهوريت پسندن تي هو تہ اهي ويٽنام تي آمريڪا جي والار خلاف جنگ ۾ آواز بلند ڪن.

هندستان جي جمهوريت پسندن ۽ جواهر لعل نهرو تي دٻاءُ هو تہ ڪشمير متعلق اقوام متحده جي قراردادن تي عمل ڪرائيندي استصواب راءِ ڪرائي. ڪنهن وقت ۾ اسرائيلي جمهوريت پسند ۽ روشين خيال لڏي تي فلسطين ۽ عرب دنيا جو دٻاءُ هو تہ فلسطيني رياست قائم ڪرائڻ ۾ سندن آواز ۾ آواز ملايو وڃي. اهڙو دٻاءُ اڄ اسلامي دنيا ۾ دهشتگردي، القاعده، اسامہ بن لادن ۽ بنياد پرستيءَ خلاف جنگ ۾ ساٿ ڏيڻ لاءِ امريڪا ۽ يورپ جي حڪمرانن توڙي اتان جي عام راءِ جو اسلامي دنيا جي روشن خيال ۽ جمهوريت پسندي لڏي تي بہ آهي.

بينظير ڀٽو تي بہ اهڙو ئي دٻاءُ آهي تہ انهيءَ جنگ ۾ جنرل پرويز مشرف اسان جو اتحادي آهي، اهو پنهنجو ڪردار ادا ڪري رهيو آهي، توهان ان سلسلي ۾ پنهنجو ڪردار ادا ڪيو. 1988ع ۽ 1993ع ۾ ٽيل ٽورا لاهڻ جي ڳالهہ ٿي رهي آهي. بينظير ڀٽو جو الميو آهي تہ هن جي لبرل سوچ واري وڪيٽ تي هن وقت قبضو ڪندڙ جنرل پرويز مشرف عالمي ۽ علائقائي بنياد پرستي، انتها پسندي ۽ القاعده خلاف جنگ ۾ امريڪا جو سڀ ڪان وڏو پٽو آهي. ملڪ اندر لبرل سوچ ڪي وڌائڻ ۽ عورتن ڪي ايوانن ۾ نمائندگي ڏيڻ ۾ هن اهم ڪردار ادا ڪيو آهي. هن گڏيل چونڊ نظام ڪي بہ بحال ڪيو آهي، ميڊيا ڪي ڪافي آزاد ڇڏيو آهي. مولوين ڪي بہ هڪ حد ۾ رکيو ويٺو آهي. سرحد ۽ بلوچستان ۾ سرڪار ۽ مولوين ۾ هڪ خاموش معاهدو ٿيو آهي تہ امريڪا جي القاعده خلاف جنگ ۾ رنڊروڪ ناهي وجهڻي. بينظير ڀٽو جنرل پرويز مشرف خلاف صرف 1973ع جي آئين جي اصل صورت ۾ بحاليءَ لاءِ جيڪڏهن ڪجهہ ڪري ٿي تہ ان ڪي انهيءَ جنگ ۾ اتحادي صرف متحده مجلس عمل ئي ملي ٿي، جن سان اتحاد پ پ

جي سياست، لبرل سوچ ۽ جمهوريت پسندي جُي اصُولن خلاف آهي تہ
امريڪا ۽ مغرب جي ان تي ناراضگي الڳ تي ٿئي. بينظير ڀٽو ڪي ملڪ
جي سياست ۾ سرگرم حصو وٺڻ جي لوڙ بہ آهي تہ آصف زرداري جي آزادي
بہ گهربل آهي. القاعده خلاف جنگ ۾ امريڪي اتحاد کي نقصان بہ ناهي
پهچائڻو تہ پنهنجو سياسي اميج بہ ناهي ۽ بچائڻ رکڻو آهي. دنيا آڏو بہ اهو
ظاهر ڪرڻو آهي تہ اسان جمهوري اصولن جا پاسدار بہ آهيون تہ بنياد
پرستي خلاف بہ آهيون. هڪ طرف باهہ ۽ ٻئي طرف پاڻيءَ واري ڳالهہ صرف
ناهي، بلڪ چئني طرفن کان مصيبتون آهن.

سرڪاري ڌر خلاف قومي اسيمبليءَ ۾ مجلس عمل سان گڏ تہ ويهڻ
لاءِ جواز ڏنو ويو تہ ان سان نظرياتي ۽ سياسي اختلاف آهن. بي رحم وقت
سنڌ ۾ مجلس عمل سان اشتراڪ لاءِ پيپلز پارٽي کي گهلي آيو آهي. جنرل
پرويز مشرف سان جنگ وڙهي مولوين کي مضبوط ڪرڻ واري حرڪت
بينظير کي آمريڪا بہ نہ ڪرڻ ڏيندو. جڏهن تہ حالتون ڪجهہ ايڏانهن
پيون وڃن. چون ٿا تہ سال 2002ع ۾ سياستدان بينظير ڀٽو جي جاءِ هڪ
دانشور بينظير ڀٽو والاري آهي. سياستدان بينظير ڀٽو جي پارٽي گڏريل
ڪيترن سالن کان هر حالت ۾ منظم ۽ متحد هئي، جڏهن تہ دانشور بينظير
ڀٽو جي پيپلز پارٽي واريءَ جي گهر جيان ڊهيءِ رهي آهي. "بينظير ڀٽو جو
مخالف ڌر ۾ عقل وڏيڪ ڪم ڪندو آهي" واري ڳالهہ تي سوال ۽ آڱريون
کڄي رهيون آهن. سڀ ڳالهيون چڏي، اقتدار ۾ اچڻ يا مخالف ڌر ۾ ويهڻ لاءِ
امريڪا، جنرل مشرف، مجلس عمل ۽ آصف زرداري جي بحث کان پاسيرو
ٿي جيڪڏهن صرف پارليامينٽ جي بالادستيءَ واري سوال تي اتحاد ۽
مخالفت ٿئي ها تہ، ڇا بينظير ڀٽو جي اصول پسندي ۽ جمهوريت پسندي تي
عوام وٽ سندس ساک اٿين سواليہ نشان ٻڄي وڃي ها، جيئن اڄ ٿيو آهي؟
انهيءَ سوال جا ڪي ڏکيا ۽ پيچيده جواب ڪونهن.

17 ڊسمبر 2002ع

# سوديبازي ۾ سنڌ جو نقصان

پير پاڳاري طرفان ارباب غلام رحيم کي "ڪانءُ" سڏي خوار ڪرڻ جو اصل مقصد هي هو ته ارباب غلام رحيم سرڪاري ڌرين جي اعلانيل ۽ اڻ اعلانيل اتحاد جو سنڌ اندر وڏ وزارت لاءِ سڀ کان طاقتور اميدوار هو. جڏهن ته ان جاءِ تي پير پاڳاري کي پنهنجو ماڻهو آڻائڻ جو اونو هو. پهرين ته اهو ماڻهو سندس پٽ صدرالدين شاهه عرف يونس سائين هو جنهن قومي اسيمبليءَ جي سيٽ سان گڏ صوبائي اسيمبليءَ جي سيٽ به کٽي هئي ۽ قومي اسيمبليءَ جي قسم کڻڻ وقت هن صوبائي سيٽ پاڻ وٽ رکڻ جو فيصلو ڪيو هو پر امڪان گهٽ ۽ ايوانِ سنڌ ۾ طاقت ان کان به گهٽ هجڻ ڪري سندس سموري راند جو آخر ۾ محرڪ اهو هو ته مظفر شاهه سنڌ جو وزير اعليٰ ٿئي. سندس حمايت ۾ دليل ڏنا پئي ويا ته هو هڪ دفعو سنڌ جو وزيراعليٰ ۽ ايوان جو اسپيڪر رهي چڪو آهي. انهيءَ مظفر شاهه کي وزارت اعليٰ تائين پهچائڻ لاءِ پير پاڳاري سڀ کان پهرين پنهنجا اڻ اعلانيل اتحادي ڇڏي پ پ سان ڳالهايو. ڪيس خبر هئي ته سنڌ ۾ پ پ کي حڪومت ملڻ جو ڪو امڪان ئي ڪونهي، ان ڪري چڪو اهو اڇليو ويو ته پ پ سان گڏجي حڪومت ٺاهبي. پ پ وٽ مظفر حسين شاهه واري ڳالهه رکڻ سان گڏ اها ڳالهه به رکي ويئي هوندي ته توهان جا نمبر جيڪڏهن اسان جي گڏجڻ سان پورا ٿين ٿا ته اسان جا ووٽ توهان جا، نه ته اسان پيا نمبر پورا ڪيا ته ڪٽل نمبر توهان پورا ڪندئو. تنهن وقت پ پ جا نمبر رڳو متحده مجلس عمل سان گڏجي پورا ٿي پئي سگهيا ۽ ان وقت متحده مجلس عمل سان گڏ ويهڻ لاءِ پ پ تيار نه هئي، پر پير پاڳاري کي پئي هنڌان به اهڙو اشارو آيو هوندو ته جيئن توهان ڪن کي ابتو پڪڙيو ٿا، اٿين نه ٿيندو. "ها" يا "نه" جي جواب کان اڳ پ پ سان ڳالهه پولهه ختم ڪري متحده جي حمايت جو اعلان ڪيو ويو. اها غير مشروط حمايت به يقيناً اٿين هئي ته ايم ڪيو ايم پنهنجا نمبر پورا ڪري ۽ ڪٽل نمبر فنڪشنل پورا ڪندي

پير پاڳاري کي خبر هئي تہ سرڪار جي آشيرواد ڪانسواءِ متحده پنهنجا نمبر ڪڍهن بہ پورا نہ ڪري سگهندي، ان ڪري پوءِ انهيءَ ٽوري جي جواب ۾ پنهنجي حمايت لاءِ گهر ڪئي ويندي. ائين چئي سگهجي ٿو تہ گرينڊ نيشنل الائنس (GNA) ۾ متوقع ڪنهن ڊيڊلاڪ جي اڳواٽ تياري طور غلام مصطفيٰ جتوئي جي پٽ جو ڪٽو نڪرڻ جا امڪان رئيس وڏي جي ذهن ۾ بہ هوندا. ڄام صادق ۽ لياقت جتوئي موجوده دور ۾ ۽ پاڪستان ٽوڙڻ سنڌ جي نسبتاً غير سياسي دور ۾ ايوب کهڙي ۽ پاڪستان ٺهڻ کان اڳ مير غلام حسين هدايت الله ۽ مير بنده علي ٽالپر جو ڪٽو بہ ائين ٿي نڪتو هو. تنهن ڪري سنڌ جي ڪمزور ايوان ۾ ٿي انهن سنڌ جي گهٽگهرن کي پنهنجا مفاد پورا ٿيندي نظر ايندا آهن ۽ سندن مفاد ڪڏهن پورا بہ ٿي ويندا آهن.

ايم ڪيو ايم جو معاملو سڌو سنئون هو. هن وٽ سنڌ جي وزارت اعليٰ واروضد ڇڏڻ عيوض ڪافي شيون گهرڻ لاءِ موجود هيون ۽ اجا تائين بہ رهنديون، ڇو تہ ايم ڪيو ايم جي 41 ميمبرن جي بلاڪ ڪانسواءِ پيپي کي ٻاهر رکي حڪومت سنڌ هلٽي ناهي. ايم ڪيو ايم سوديبازيءَ ۾ ڏٺي وئي، سنڌ جي وزارت اعليٰ واري فرضي ڳالهہ تان پوءِ هٽ بہ ڪٽي ويئي. اها تہ سنڌ جي وڏيرن ۽ ايم ڪيو ايم جي پنهنجي پنهنجي راند هئي. پر هڪ راند آڪٽوبر چونڊن جا فارم ڀرجڻ دوران ٿي رهي هئي. پيپلز پارٽيءَ کي جيڪڏهن سرڪار ڪجهہ نہ ڏيڻ جو پڪو پهہ ڪري ڇڏيو هو تہ ان وقت باقي وزارت اعليٰ جي اميدوارن ۾ لياقت جتوئي ۽ غوث بخش مهر جو نالو بہ هو، صدرالدين شاهہ جو نالو هو تہ ارباب غلام رحيم ۽ عارف جتوئي جو بہ نالو هو. گڏوگڏ ايم ڪيو ايم جو ڪو اميدوار اچڻ جون ڳالهيون بہ هيون. پر گهوٽڪيءَ جي سردار علي محمد مهر جو نالو پري پري تائين ڪٿي بہ ڪو نہ هو. فارم ڀرائڻ جي آخري ڏينهن خالد لنڊ جي زيادتين جو ذڪر ڪندي علي محمد مهر نہ صرف پ پ جي ٽڪيٽ واپس ڪئي، بلڪ هن قومي اسيمبليءَ جي سيٽ سان گڏ صوبائي اسيمبليءَ تي بہ وڙهڻ جو اعلان ڪيو. سنڌ جي وزارت اعليٰ جو فيصلو ان وقت ٿي چڪو هو جڏهن سردار علي

محمد مهر جيڪو بينظير ڀٽو جو انتهائي اعتماد وارو سمجهيو ويندو هو ان پ پ جي پليٽ فارم تان وڙهڻ کان جواب ڏيندي آزاد چونڊ وڙهڻ جو اعلان ڪيو هو. بلڪل انهن ڏينهن دوران اخبارن ۾ اهي خبرون به ڪڏهن ڪڏهن ايندڙيون هيون ته گهوٽڪي ضلعي جو ضلعي ناظم سرڪار جي حمايت جو اعلان ڪرڻ وارو آهي ۽ هن جا ڪجهه اهم سرڪاري عهدن تي ويٺل ماڻهن سان رشتا ۽ ناتا نهي ويا آهن. واڳ ڌڻين کي خبر هئي ته سنڌ جا وڏيرا سياست سان ڪيترا سچا، سنڌ جا ڪيترا سڄڻ ۽ وقت آڏو ڪنڌ نوائڻ جا ڪيترا پڪا آهن.

پاڪستان ٺهڻ کان گهٽو اڳ جڏهن 1937ع ۾ پهرين اسيمبلي قائم ٿي هئي، تڏهن به ڪنهن کي حڪومت ۾ ڪو سٺيو عهدو مليو ناهي، حڪومت خلاف وٺ وٺان شروع ٿي ناهي. سنڌ جي پارليامينٽ جي سياست ۾ انهيءَ چنڊا پٽ، وٺ پڪڙ ۽ اقتدار بازيءَ ۾ صرف الهه بخش سومرو کي ئي الڳ رکي سگهجي ٿو باقي مير غلام حسين هدايت الله، مير بندهه علي ٽالپر، پير الاهي بخش ۽ محمد ايوب کهڙو کان ويندي اڄ جي پارلياماني سنڌي سياست تائين ڪنهن به شخص تي فخر ته ڇا، پر ان جي ڪنهن ڪم جي تعريف به ڇڻ اجائي ٿي لڳي، ڇاڪاڻ جو ان ۾ به ڪا سنڌ دوستي ۽ جمهوريت دوستي نظر نٿي اچي. انهيءَ سموري سياسي ڪاروبار جو بنياد ۽ ڳر خود غرضي کان وڌيڪ ٻيو ڪجهه ڪونهي. واڳ ڌڻين کي خبر هئي ته پي پي کي جيڪڏهن سنڌ اسيمبليءَ ۾ نمبر پورا نه مليا يا نه ملڻ ڏنا ويا، ته پوءِ سنڌ اسيمبليءَ جو نقشو ڪهڙو هوندو. لياقت علي جتوئي ۽ غوث بخش مهر کي پنهنجي پارٽي ۽ چوڌري شجاعت حسين اڳ ۾ چيو هوندو ته توهان جو نالو وزارت اعليٰ واري موجوده ميوزيڪل چيئر واري راند ۾ ڪونهي.

قاعد اعظم ليگ جي ٻاهر نڪرڻ سان جُهيڙو قومي اتحاد جي اميدوار ارباب غلام رحيم ۽ پير پاڳاري جي ماڻهوءَ ۾ ٿي پيو يا ڪرايو ويو. ايم ڪيو ايم کي سرڪار اڪ ڏيکاري. جتوئيءَ کي پنهنجي سياسي زندگيءَ جو شايد سڀ کان ڪڙو تجربو ٿيو ۽ پوءِ وڙهڻ وارن کي اهو ئي چيو ويو هوندو ته بابا! توهان پاڻ ۾ جيئن ته بئي نهو ڪونه ٿا ۽ توهان ٻنهي جي گڏ

ويهڻ ڪانسواءِ سرڪار نٿي ٺهي، پوءِ يا تہ پ پ سرڪار ٺهندي يا وري گورنر راڄ ايندو. ان ڪري سڀئي نٿي ملي تہ پوءِ اڏ تي راضي ٿيڻ ٿي توهان جي مجبوري آهي ۽ پوءِ بہ مهينا اڳ تيار ڪيل ۽ انهيءَ جهڳ جهڳ دوران غير متنازعہ بڻيل ماڻهو جي سنڌ جي اقتداري ايوان ۾ داخلا ڪرائي وڃي ٿي ۽ اهو ماڻهو هو سردار علي محمد مهر. جنهن اسيمبليءَ جي ايوان ۾ 90 ميمبرن جو اعتماد حاصل ڪري سنڌ جي وڏ وزارت ماڻي. 1993ع ۽ 1997ع ۾ پيپلز پارٽيءَ جي ٽڪيٽ تي قومي اسيمبليءَ جو ميمبر رهندڙ ۽ آڪٽوبر 2002ع جي چونڊن ۾ پ پ ٽڪيٽ واپس ڪري آزاد حيثيت ۾ چونڊ وڙهڻ ۽ ڪامياب ٿيڻ بعد قاعد اعظم ليگ ۾ شامل ٿيندڙ سردار علي محمد مهر سنڌ جو وڏو وزير ٿي ويو. جنهن جي پارٽيءَ کي سنڌ ۾ ڪو بہ نہ سڃاڻي، جيڪڏهن سڃاڻي بہ تہ سرڪار جي پارٽيءَ جي نالي سان سڃاڻي، جنهن جي سياسي يا عوامي جدوجهد واري ڪا روايت ڪانهي. جنهن جو قد ڪاٺ اهو آهي تہ هو فوجي سرڪار جو پسنديده ماڻهو آهي، جيڪو سردار غلام محمد مهر جو پاڻيو آهي. علي محمد مهر تي بہ رڳو ميار ڏيڻ جائز ناهي، سموري چونڊ عمل ۾ اقتداري جوڙ توڙ ۾ ڪٿي بہ سياست نظر نہ آئي. جمهوريت جي تہ ڪنهن ڳالهہ ورلي پئي ڪئي _رهي ويچاري سنڌ، تنهن جو ڪو ڌڻي سائين ڪو نہ هو. گذريل مهينن ۾ چونڊيل سنڌ اسيمبليءَ جي ميمبرن سنڌ ۾ بيروزگاريءَ جي ڳالهہ نہ ڪئي، ڪنهن سنڌ ۾ پاڻيءَ جي اڻاٺ تي اکر بہ نہ ڪڇيو. ڪنهن کي بلا ڪائي وجهي جو ڪنهن سنڌ جو اقتدار اعليٰ سنڌ جي ئي حوالي ڪرڻ جي ڳالهہ ڪئي هجي. هڪ ڌر هئي، جنهن چونڊن کان اڳ، چونڊ دوران، چونڊن ڪانپوءِ ۽ وزير اعظم جماليءَ کي اعتماد جو ووٽ ڏيڻ تائين سنڌ جي ڳالهہ تي ڪئي؛ اها هئي متحده قومي موومينٽ، پر هن جماعت سنڌ سنڌ ڪري ۽ 1940ع جي قرارداد پٽاندڙ سنڌ جي حقن کي حاصل ڪرڻ جي ڳالهہ ڪري اتحاد براءِ بحالي جمهوريت مان نڪري ۽ وري صدارتي ريفرنڊم جي حمايت ڪري چونڊن ۾ حصو ورتو. پر ويرم ئي ڪانہ گذري جو سڀ سيٽون وڪرو ڪري چند وزارتن جي آسري ۽ گورنريءَ جي حصي پٽي ملڻ تي سنڌ توڙي مرڪز ۾ قائداعظم ليگ سان

اقتدار ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ حامي ڀري آئي آهي. الميو آهي جو ڪين بہ خبر ناهي تہ ڪيترا ڏينهن مرڪز ۽ سنڌ ۾ قاعداعظم ليگ سان رهبو سنڌن گورنر ڊاڪٽر عشرت العباد ٿيندو يا نہ۔نہ وري سنڌن آقائن ۽ جوڙيوالن ڪي ئي خبر آهي تہ ايم ڪيو ايم سان موجوده هني مون ڪيترا ڏينهن هلندو پر سنڌ جي ماڻهن ڪي اها خبر ضرور آهي تہ ايم ڪيو ايم جي سموري سياست، شاهہ لطيف جي ڳالهہ ڪرڻ، سنڌ جي دردن جو دارون ڪرڻ جو قصو 1940ع جي قرارداد هيٺ سنڌ ڪي حق ڏيڻ جي ڳنڍيءَ جو مقصد صرف اهو هو تہ وڏيون ڳالهيون ڪري واڳ ڏٿين ڪان ڪا رعايت وٺجي.

مهاجر سياست رڳو رعايت جي سياست آهي. ان ۾ ايترو دم خم ئي ڪونهي تہ اها سنڌي، پشتون ۽ بلوچ حقيقي سياست جيان جوکم ۽ گهاٽي واري سياست ڪري. ايم ڪيو ايم ڪي حقيقت ۾ انهن ڪو نہ سڃاتو جن پنهنجي سياست ايم ڪيو ايم جي حوالي ڪري پنهنجي ٿوري گهڻي بچيل قومپرست سياسي ورثي ڪي هميشہ لاءِ سنڌ جي سياسي ميدان ۾ آئوٽ ڪرائي ڇڏيو آهي. خوشقسمت آهي سردار علي محمد مهر، جنهن ڪي سنڌ جي وزيراعليٰ جهڙي ڪرسي بنا ڪنهن سياسي جدوجهد ۽ متاڪٽ ڪرڻ جي ملي ويئي.

سڀ کان وڌيڪ فائدي ۾ تہ جنرل پرويز مشرف آهي، جنهن ڪي سنڌ جهڙي سياسي جهنجهٽ ۾ قاتل ۽ لساني ٿوڙي سياسي طور تي ورهايل صوبي ۾ پسند جو وزيراعليٰ ملي ويو آهي ۽ سنڌس جان پيپلز پارٽي جهڙي ڏچي مان في الحال تہ ڇٽي پئي آهي. فائدي ۾ تہ وزيراعظم جماليءَ جي حڪومت بہ آهي، جنهن جي پارٽي سنڌ ۾ آهي ئي ڪونہ پر سنڌ ۾ وزيراعليٰ مسلم ليگ قائداعظم جو آهي. نقصان ۾ تہ پير صاحب پاڳارو غلام صطفيٰ جتوئي ۽ ارباب غلام رحيم بہ ناهن. سنڌ جي وزارت سنڌن خاندانن ڪي نہ ملي تہ ڇا ٿي پيو وس وارن جي ڪاوڙ تہ سنڌن پلئہ ڪونہ پئي، ڪجهہ نہ ڪجهہ رعايتون ۽ وزارتون تہ ملنديون. سياست لاءِ جيئن عمر پئي آهي، تيئن وڏ وزارتون بہ نيٺ تہ اينديون. گهاٽي جو سودو تہ ايم ڪيو ايم بہ ڪونهي ڪيو. سنڌ ۾ مهاجرن جي آبادي اڌ کان تمام ٿوري آهي، پر

وزارتون سنڌ حڪومت ۾ ڪين اڌ ڪان به مٿي ملنديون، مرڪزي وزارت ۾ حصو الڳ ۾ ماشاءَ الله گورنريءَ جو چڱو خاصو سٽپو آسرو به موجود آهي، نه ته سنڌ حڪومت ۽ وفاقي حڪومت ڪي ڏاهڻ ۾ ڪا دير لڳندي ڇا؟ فائدي ۾ هجڻ جا دليل ته پيپلز پارٽي به ڏيئي سگهي ٿي، سنڌ جي وزارت اعليٰ نه ملي ته ڇا ٿيو اصول ۽ سياست ته بچي ويئي، جيڪو سياڻي جي سياسي دڪانداري هلائڻ لاءِ وکر جو ڪم ڏيندو.

نقصان ٿيو آهي ته صرف ٿي صرف پنهنجي سنڌ جو ٿيو جنهن جا ڪاچا، ٿر ۽ ٿتا اڄ به اجاڙ ٿي رهيا آهن. ڪاڇي جا ڇتا بوزدار بک ۽ بدحاليءَ ۾ پاڻي نه هجڻ ڪري اجڙي رهيا آهن ۽ ان جا ڇيچ جهان خان ۽ چوهڙ جمالي گيسٽرو جي بيمارين ۾ اسپتالون ۽ قبرستان ڀڄي ويا آهن، جن جي سنڌ جي ايوان ۾ ڪا به نمائندگي ڪانهي. سنڌ اسيمبلي ۾ آصف زرداري جي ماءُ ۽ بينظير ڀٽو جي پڦي لاءِ دعا ته الڳ الڳ گهري وئي، پر چوهڙ جمالي ۽ ڇيچ جهان خان سميت ٿٽي جي 50 ڪان مٿي ماڻهن جي لاءِ دعا به نه گهري ويئي، جيڪو سرڪاري ادارن جي لاپرواهي ۽ عوامي نمائندن جي مجرمانه رويي جي ڪري مري ويا ۽ مري رهيا آهن. ڪرڪيٽ مئچ ۾ ڪو زائديگر ڦڦتي هڻندو آهي ته ان کي مبارڪون ملنديون آهن ۽ ان لاءِ تاڙيون وڄنديون آهن. ٿٽي جا ضلعي ناظم شفقت شاهه شيرازي صاحب! چوهڙ جمالي، ڇيچ جهان خان ۽ احمد خان جت جي وٽن تي قومي اسيمبليءَ ۾ پهتل محمد علي ملڪاڻي ۽ سنڌ اسيمبليءَ ۾ پهتل محمد عثمان ملڪاڻي صاحب! توهان جي ووٽرن جي لاشن جي ڦڦتي لڳي ويئي، توهان کي به مبارڪون هجن.

اي سنڌ ! تنهنجي هر شام شامِ غريبان آهي ۽ تون بذات خود درد جو نوحو ٿي ويئي آهين، ڇو ته تنهنجي ارمانن جو اندازو آهي، نه انهن کي تنهنجي خوشي ۽ غميءَ سان ٿي ڪا غرض آهي. وقت تنهنجا سور گهٽائڻ نه بلڪ انهن کي وڌائڻ جي مهم تي نڪتل آهي.

22 ڊسمبر 2002ع

# نذير عباسيءَ سان وچڙ ڪنڌڙ ڪٿي آهيو؟

ڪوئي مظاهرو ٿي رهيو آهي. ماڻهو مختلف پلي ڪارڊ کنيو نعرا هڻي رهيا آهن. ڪي ماڻهو وري ڪن نوجوانن جون تصويرون هٿن ۾ کنيو بيٺا آهن. رستي جي فوٽ پاٿ تي هڪ طرف ڪجهه پڪيون ۽ پوڙهيون عورتون چند تصويرون هٿن ۾ کنيون بيٺيون آهن ۽ نعرا هڻڻ بجاءِ صرف روئي ۽ مٿي تي ٻڌل رومالن سان ڳوڙها اگهي رهيون آهن. روئي ۽ پٽي ڳاڙها ڳل ڪرڻ واريون پنهنجي پٽن، ڀائرن ۽ مڙسن جي خون ٿيڻ تي احتجاج ڪري رهيون آهن. عورتن جي ٽوليءَ کان الڳ پيرسن عورت هڪ نوجوان جي تصوير کنيو مجموعي پاران لڳندڙ نعرن جي جواب ۾ صرف هٿ مٿي ڪري رهي آهي. پوڙهي کي ڪئميرا جي اک فوڪس ڪري ٿي ۽ پوءِ ڪو صحافي کانئس پڇا ٺو ڪري "اي پوڙهي! هي جنهن جي تصوير تون کنيو بيٺي آهين، اهو تنهنجو ڇا ٿئي، پٽ؟!" پوڙهي ڪنڌ ڌوڻي نه ۾ جواب ٿي ڏئي. "پلا تنهنجو ڀاءُ آهي؟" پوڙهي نهڪر ۾ موٽ ٿي ڏئي. جيسين صحافي وڌيڪ ڪجهه پڇي پوڙهي چوي ٿي ته هي نوجوان منهنجي پاڙيسري عورت جو پٽ آهي. ظالم پنوشي جي ڪارندن ان نوجوان کي 15 سال اڳ اغوا ڪيو هو. 15 سال اها عورت نوجوان پٽ کي ڳوليندي رهي، پر سندس ڪو ڏس پتو نه پيو. جيئن ته اها عورت منهنجي پاڙيسرڻ به هئي ته ساهيڙي به. انساني حقن جي تنظيمن، وڪيلن ۽ صحافين وٽ آئون ساڻس گڏ پٽ جي ڳولا جي سلسلي ۾ ويندي هيس ۽ پوءِ ڳوليندي روئندي هڪ ڏينهن هن نوجوان جي پوڙهي ماءُ مري وئي. سو ٻڌم ته پنوشي کي واپس آندو پيو وڃي. سڀ ماڻهو احتجاجن پنهنجي وڃايل ۽ پنوشي جي ڏاڍ جو شڪار ٿيلن جون تصويرون کڻي آيا آهن. سوچيم هن نوجوان جو هاڻي دنيا ۾ ڪوبه نه رهيو آهي، هن لاءِ هاڻ ڪير احتجاج ڪندو ۽ دنيا کي ٻڌائيندو ته پنوشي جي ظلم جو نشانو هي نوجوان به هو. سو آئون احتجاج ۾ شامل ٿيڻ لاءِ هلي آيس.

چلي جي شهر سانتياگو ۾ جمهوريت جو خون ڪندڙ ٻن ڏهاڪن

تائين ملڪ کي بندوق جي زور تي ٽارچر ڪئمپ بڻائيندڙ سلوادور ۾ هزارين سياسي ڪارڪنن جي خون سان هولي کيڏندڙ جنرل اگستو پنوشي برطانيا ۾ آزادي توڙي انسانيت جي، آواز کان گهبرائجي پنهنجي ملڪ ۾ پناهه وٺڻ اچي رهيو آهي. جتي پنهنجا قانون جوڙيي هن پاڻ کي عدالتن کان بچائڻ جو قرار ڏنو هو پر اڄ سانتياگو ۾ وقت بدلجي ويو آهي. زبانن تي لڳل تالا ٽٽي ويا آهن. ماڻهو مٿس لعنتون وجهي ڪيس پٽڻا ۽ پاراتا ڏيڻ لاءِ جمع ٿيا آهن. پنهنجن پيارن جي خون جو پلاند ڪرڻ ۽ انصاف انصاف جا آواز بلند ڪري رهيا آهن. سانتياگو جيڪو ڪالهه سنڌس اشارن تي نچندو هو، اڄ سنڌس واپسيءَ تي صداءِ احتجاج آهي.

رڳو چليءَ ۾ ئي اهڙين ڪونه ٿي رهيو آهي، پر سرد جنگ جي زماني ۾ ٽارچر ڪئمپ، گئس چيمبر ۽ ڦاسي گهاٽ بڻيل ملڪن ۾ اڄ رستن ۽ گهٽين، عدالتن ۽ پريس ڪلبن ۾ آمرن جي دور ۾ پراسرار نموني وڃائجي ويل سياسي ڪارڪنن ۽ خون ٿي ويل نوجوانن سان انصاف لاءِ آواز بلند ٿي رهيا آهن. بيروت هجي يا استنبول، جوهانسبرگ هجي يا سوويٽو گروزني هجي يا رنگون يا وري ڍاڪا، آمراڻين قوتن کي انساني آزادي ۽ جمهوريت للڪاري رهي آهي. بوسنيا، اوير تيمور ۽ ڪوسووو ۾ انسانيت جو خون ڪندڙ عالمي عدالت انصاف جي جڪڙ ۾ اچي ويا آهن يا اچي رهيا آهن.

ڍاڪا ۾ شيخ مجيب جي خون جو فائيل کلي ويو آهي ۽ ان جا قاتل پنهنجي ڄڃا جي سزا جا منتظر آهن. پر هي عجيب ملڪ آهي، جتي نه ڪير ڍاڪا ۾ ٿيل ڪشت و خون جو حساب ڏيڻ لاءِ تيار آهي، نه وري ڪير اهڙو حساب گهرندڙ طاقتور آواز ئي آهي. نه ڪير ذوالفقار علي ڀٽي جي خون جو حساب ڏيڻ ۽ وٺڻ وارو ئي آهي، نه وري ڪير نذير عباسي جي بي رحماڻي ۽ جوانيءَ جي موت جا ڪاغذ ڦلهورڻ لاءِ آواز ئي بلند ڪري رهيو آهي. نذير عباسي جنهن کي برگيڊيئر امتياز بيرحماڻو تشدد ڪري ماري ڇڏيو. ان ڪيس جي ته فائيل ڳولڻ جي ڪو ڳالهه ئي نه ڪري رهيو آهي، پر پئسا کائڻ ۽ ڪرپشن ڪرڻ جي ڏوهه ۾ هو اڄ جيل ۾ بند آهي.

9 آگسٽ، 2006

# ماضي ميراث يا عذاب؟

پنجاب ۾ نواز ليگ کي اسٽيٽس ڪو واري سياست سمجهڻ ۾ سندس حڪمراني کي ماضي جي آمراڻي ياد راجا رنجيت سنگهه جو "تخت لاهور" سڏڻ جو سلسلو جاري آهي. سمبڙيال ضلعي سيالڪوٽ ۾ هڪ جلسي کي خطاب ڪندي چوڌري پرويز الاهي چيو آهي ته نواز ليگ جي لاءِ ملڪ به"لاهور" آهي ته پنجاب به "لاهور" آهي. سمورا ترقياتي فنڊ لاهور ۾ خرچ ڪيا پيا وڃن. ان جو مثال ميٽرو بس سروس آهي. نواز ليگ جي صوبائي حڪومت ۾ نه صرف لاهور کان ٻاهر ڪا نئين ترقياتي اسڪيم سامهون نه آئي آهي، بلڪ سينٽرل پنجاب جي سيالڪوٽ،گجرات، پوٺوهار۽ ڏکڻ پنجاب جا جاري منصوبا اڌ ۾ روڪي سمورا فنڊ "تخت لاهور" آشيانه اسڪيم ۽ تندور اسڪيم سوڌو مختلف لاهوري اسڪيمن تي لڳائي چڪيا آهن. 70 ارب روپين جي ڳري بجيٽ واري ميٽرو بس سروس اسڪيم انهي جو مثال آهي. سموري پنجاب جو عوام لاتعداد مسئلن جي ور چڙهيل آهي، جڏهن ته لاهور جي ماڻهن لاءِ مفت آرامده ميٽرو بس سروس شروع ڪئي ويئي آهي. پنجاب ۾ نواز ليگ ڪانسواءِ موجود سموري سياست، پنجاب جي سياسي ميدان ۾ پير ڪوڙڻ جي جستجو ۾ مصروف عمران خان ۽ طاهر القادري به ساڳي ڳالهه ڪن ٿا. اهو پڪو سرائيڪي لوڪ ته عرصي کان پٽندا پيا اچن، جڏهن ته انهي نعري کي نئون مفهوم آصف زرداري جي قيادت ۾ بينظير جي ويئي پڄاڻان 2008ع کان پيپلزپارٽي ڏنو آهي، جنهن سرائيڪي، ڏکڻ پنجاب صوبي جو نعرو لڳايو جنهن جو سرواڻ سرائيڪي علائقي مان آيل سندس پارٽي جو نائب صدر ۽ عدالت پاران معزول ٿيل وزيراعظم يوسف رضا گيلاني نروار ٿي سامهون آيو آهي.

پاڪستان ۾ نوازليگ، آل انڊيا مسلم ليگ جي تسلسل طور هڪ ڌر جي حيثيت سان موجود آهي، جنهن جو 30 ڊسمبر 1906ع تي ڍاڪا ۾

جنم ڏيو هو. نوازليگ مسلم ليگ ۽ ان جي سياست جي فڪري جي دعويدار
بہ آهي. اها آل انڊيا مسلم ليگ علي ڳڙهہ تحريڪ جو تسلسل هئي، جيڪا
مسلمانن مقصد ڪي اڳتي وڌائڻ لاءِ محمدن ايجوڪيشن ائسوسيئيشن جي
نالي سان ننڍي کنڊ ۾ منظر تي آئي. آل انڊيا مسلم ليگ ٺهڻ وقت 1905ع
دوران بنگال جي ورهاڱي وارو ڏمچر آهي. "ورهايو ۽ حڪومت ڪريو" جي
سياست جو ننڍي کنڊ ۾ انگريزن پاران اهو آغاز هو بلڪ ڪميونل سياست
انهي قدم سان زهر ٻڌجي داخل ٿي هئي. جنهن جو هاڃو ننڍي کنڊ لاءِ اڄ
تائين ڍيڄهڙو ٻڌيل آهي. توڙي جو آل انڊيا مسلم ليگ جي اڳواڻي محمد
علي جناح جهڙي سيڪيولر ۽ انڊين قومپرست جي هٿ هيٺ رهي. ڇيو ٿو
وڃي تہ جناح اهو ڪجھہ نہ پئي چاهيو ۽ اها هاءِ ڪيس ڪائي وئي، جيڪو 14
۽ 15 آگسٽ 1947ع تي ننڍي کنڊ ۾ ظهور پذير ٿيو. مثال تہ اهي بہ ڏنا وڃن
ٿا تہ جناح روشن خيال هو ۽ هن نئين پاڪستان کي هڪ قومي رياست طور
ڏٺو پئي، تنهن ڪري سندس 11 آگسٽ 1947ع واري انوکي تقرير جا حوالا
بہ ڏنا وڃن ٿا، پر سچ اهو آهي تہ مسلم ليگ جي سياست جي مرڪز ۾ ڪوڙ
ٿيل ڪميونل فڪر ڪيس رستي تان هٽائڻ ۾ جناح سميت ڪنهن جي بہ
هلڻ نہ ڏني. انهي سياست لطيف، سچل ۽ سامي جي سنڌ ۾ مسلم ليگ کي
جنم ڏنو جنهن 3 مارچ 1943ع تي سنڌ اسيمبلي جي هڪ ڏينهن جي
ڪاروائي کي روڪي هڪ اصرار تي پرائيويٽ بل کي زبردستي منظور
ڪرايو تہ "سنڌ جا مسلمان گڏيل وفاق ۾ رهڻ لاءِ تيار نہ آهن، جنهن ۾
غيرمسلمانن جي بالادستي آهي." انهي قرارداد کي بحث هيٺ آڻڻ لاءِ انهي
ڪم لاءِ قائم ڪميٽي جي حوالي ڪرڻ جي ڳالهہ تي، سنڌ اسيمبلي جي
اسپيڪر ۽ ڊپٽي اسپيڪر ڄيٺي سپاهيملاڻي جي رمز ڪنهن بہ نہ سمجهي،
اها قرارداد منظور ڪرائي وئي. جنهن اسيمبلي سيشن ۾ سنڌ اسيمبلي جي
76 ميمبرن مان صرف 38 ميمبر حاضر هئا، انهي ۾ قراداد جي حق ۾ 24 ووٽ
آيا ۽ مخالفت ۾ 3 ووٽ پيا، جڏهن تہ باقي ميمبرن انهي زبردستي ۽ ڏاڍ
مڙسي تي واڪ آئوٽ ڪيو. سنڌ جي انگريز گورنر اها سفارش وائسراءِ
تائين پهچائڻ ۾ ڪابہ دير نہ ڪئي. مسلم ليگ جي تاريخ ڪميونل

سياست سان عبارت هئي. مسلم ليگ جي سياست جي "ڊي اين اي" ڪوڊ
کي ڪنهن جي نيت سان سروڪار نہ هو نہ اڄ آهي. پنهجي ڪردار ۾
ڌاڌائي ۽ رجعتي سياست جو مسلسل وڙجاءُ ٿئي ٿو تہ ان سان الڳ ٻرا ڏيڻ،
الڳ نظر اچڻ باوجود ماضي جا جُڙيل رشتا ڇچندي ڇچندي وري ڳنڍجي
وڃن ٿا ۽ وقت آڏو 106 سال جي مسلم ليگ جي فڪري يڪسوئي ۾ بلا
جي هڪجهڙائي نظر اچي ٿي.

سياسي ورثي ۾ قابض جو اهڙو هڪ مثال پيپلزپارٽي بہ آهي.
پيپلزپارٽي نہ رڳو پاڪستان، بلڪ ننڍي کنڊ جي سياسي تاريخ جي هڪ
مختلف ۽ منفرد پارٽي آهي، جيڪا 1968ع ۽ 1969ع جي تاريخي انقلابي
اُڀار جي پيداوار آهي. انهي تاريخي اُڀار ملڪ جي سياست جا برج اونڌا
ڪري ملڪ جي سياست جو نقشو ئي مٽائي ڇڏيو هو. انهي اڀار ۾ جنم
وٺندڙ پارٽي جي سرشتي ۾ ملڪ جي محنت ڪش طبقي جي امنگن جو
اظهار ۽ تبديلي جي لازوال تڙپ موجود هئي. اها پارٽي 1971ع ۾ اقتدار تي
براجمان ٿيندي ٿيندي پنهجي سياست جي نفي ڪندي ويئي. مٿي هاٿي
ماڻهو سان ويساهہ گهاتي جا نوان داستان گهڙجي ويا. پارٽي جو قائد ڦاهي
جي ڦندي تي چڙهي ويو. انهي جي ٻي قائد پارٽي جي پروگرام کي زميني
حقيقتن جي اپٽڙ سمجهندي مختلف دڳ اختيار ڪندي مفاهمت جو نعرو
ڏنو. سندس موت مثال ڇڏي ويو تہ مفاهمت ماڻهو سان ٿيندي آهي. سندس
مٿي پڄاڻان موقع پرستي جو پيو نالو مفامهت بڻجي ويو. اها پارٽي عوام جي
نالي وٺڻ واري رسم کان بہ جدا ٿي ويهي رهي، پر انهي پارٽي جي تخليق ۾
جنهن ڪوڊ ڪردار ادا ڪيو هو اهو پارٽي کي پنهنجي ماڻهو کان ڪٽجڻ
کان روڪي ٿو. اهو ڪردار ڪيس اقتدار جي سياست جي بازيگرن وٽ ڪيس
مشڪوڪ بہ بڻائي ٿو. اها پارٽي فيبروري جي هيرالڊ ميگزين جي سروي
مطابق عوام پاران مسترد ٿيڻ باوجود اڄ بہ سنڌن پهرين چوائيس بڻيل آهي.

1843ع کان 1951ع تائين سنڌ 108 سالن تي ٻڌل هڪ بغاوت
جي باهہ ڏٺي هئي، جنهن جو مرڪز ڳٽنگ بنگلو ۽ مُکي بيلو هو ۽ جنهن
جي سيڪ ننڍي کنڊ جي راجستان کان احمد نگر تائين موجود ڊيپ سارڙي

چڙهيا هئا. هو انهي بغاوت جي مرڪز ۾ ڊي اين اي جو ڪردار 33 سالن جو ڳڀرو نوجوان صبغت الله شاهه راشدي ادا ڪري هو. انهي تحريڪ کي ڪُچلڻ لاءِ مرڪزي ڪردار کي گرفتار ڪري حيدرآباد جيل ۾ ڦاهي چاڙهيو ويو. گڙنگ بنگلي ۽ مُکي ٻيلي ۾ بارود پرجي ويو. ڪک پن ۽ ڪاني لاءِ جانور سڪي رهيا هئا. پاڪستان ٺهڻ ڪانپوءِ به انهي تحريڪ جا ڪردار سانگهڙ سينگاريندي بچو بادشاهه، پيرو وزير بڻجي 1951ع تائين انگريزن جون قائم ڪيل ڪنسٽرڪشن ڪيمپون "لوڙها" آباد ڪندا رهيا، پر بعد ۾ هڪ واءُ گُهليو، هڪ دور آيو. انگريز رياست جا باغي حُر هڪ ٻي رياست جي سرحدن جا رکوال بڻجي ويا. واري جي پٽن جي وشال ساگر جي سرحد جي رکوالي جو معاوضو انگريز عهد جي قائم "لوڙهن" ۽ "ڪنسنٽريشن ڪيمپن" کان مضبوط سنگهرءِ پيرڪڙيون بڻجي ڪين وڪوڙي ويا. گڙنگ بنگلا برباد ۽ مکي ٻيلي ۾ مروان موت ملوڪان شڪار ٿي ويو. سرڪش ڊي اين اي وارو ٻيج پاڳارا جو نعرو ڪميونل سياست جو حصو بڻجندو رهيو. مکي ٻيلي جي باغين جون ڳاڙهيون اکيون اڄ به جوالا بڻيل آهن ۽ وقت سڀ ڪجهه دفن ڪرڻ لاءِ تيار نه آهي.

انسان ۾ هڪ اندازي موجب 5 کان 50 کرب جيو گهرڙا يعني (Cells) آهن. هر جيو گهرڙي ۾ هڪ ڊي اين اي موجود آهي، جيڪو ئي ماڻهو جي پوري شخصيت، سندس ڪردار ۽ گُفتار جو ڪوڊ هجي ٿو. اهو ٻج هجي ٿو جنهن مان هڪ ڏينهن وشال وڻ جي چانو ٿيڻي آهي. سائنس ثابت ڪيو آهي ته اهو ڊي اين اي ڪيئي، جيڪڏهن ڪنهن عورت جي بيضي جي مرڪز کي ڪڍي انُ ۾ داخل ڪجي ته هڪجهڙا لاتعداد ماڻهو پيدا ڪري سگهنجن ٿا، جن ۾ ڪو به فرق نٿو هُجي. سياست، تحريڪ ۽ تنظيم جي تشڪيل ۾ مرڪزي فڪر ۽ خيال انهي ڊي اين اي جهڙو ئي ڪردار ادا ڪري ٿو.

ست هزار سال اڳ واري 12 لک 60 هزار ڪلوميٽرن تي پکڙيل مهرڳڙهه، هڙپا ۽ موهن جو دڙو جي سنڌو ماٿري جي سڀيتا، جيڪا اولهه ۾ مڪران ۽ بلوچستان جي سامونڊي ساحل تائين، اتر ۾ اتر اوير

افغانستان،اوير ۾ گنگا ۽ يمنا دريا جي وسيع پٽن تائين، ڏکڻ ۾ مهاراشترا جي "دائم آباد" تائين وشال هُئي، ان جو به هڪ ڪردار آهي، جنهن جي من ۾ سمبارا ناچڻي اڄ به لنڊن جي مادام تسائو عجائب گهر ۾ امن ۽ محبت جا ڳيچ ڳائيندي پانسجي ٿي ۽ ٻندس چوگرد سنڌو سيپتا جا متوالا مڏ جا ڪٽورا هٿ ۾ کڻي جئيدرٿ ۽ ڏاهرجي بهادري جا قصا ڳائي رهيا آهن.جنهن جي ڪردار سان ڪشت جي هڪ ڏکهي تاريخ ديبل بندر تي 712ع ۾ شروع ٿئي ٿي، مسجد منزل گاهہ 3 مارچ 1943ع سنڌ اسيمبلي تائين پيچو ڪندي نظر اچي ٿي. 1947ع وارو منظر ئي اهڙو نهار ۾ اچي ٿو جيڪو جناح جي خوابن جي تعبير به نہ هو. سنڌ جا مومل راڻا، ڪيچ ۽ پُنج، سورٺ ۽ راءِ ڏياچ، سما ۽ سومرا، پکا ۽ پنهوار، پيل ۽ ڪولهي، هندو ۽ مسلمان ويچوڙي جو آلاپ ورنائيندا رهجي ويڻ ٿا. هڪ سنڌ درد ڀٽجي مسقبل واري پنهنجي واڳ ڪان ئي وانجهجي ويئي، جڏهن تہ هڪ سنڌ شرٽارتي ڀٽجي الهاس ننگر، ممبئي، اندور ۽ دهلي جا ڏڪا کائڻ تي مجبور تي ويئي. ڪميونل سياست جي فڪر جو ڊي اين اي 30 ڊسمبر 1906ع کان تخت لاهور تائين مسلسل مُتحرڪ آهي. ڏسجي تہ سنڌ جي سمبارا جي سرشت ۾ ڇَپ هٽي وينل مهراڻ جي سينڌ ۾ سندور ڀٽجي جرڪندڙ ڪشمور کان ڪيٽي بندر تائين لطيف جي فڪر جو ڊي اين اي ڪڏهن ڪر موڙي ڪارونجهر جي ڪور ۾ نهار ڪري ٿو.

5 سيپٽمبر، 2009

# سنڌ جو در نئين دستڪ جو مُنتظر

اسيءَ جي ڏهاڪي ۾ جڏهن سائين جي ايم سيد مُهاجرن ڏانهن تعاون جو هٿ وڌايو هو ته اُها سندس انهي قومپرست سياست سان بلڪل ٽڪراءُ ۾ هُئي، جنهنجو بنياد "مُهاجر هڪ ته پانئج ڏون، پنجابيءَ ڏون ترا هو گهر اِهو ٿون" تي رکيل هُو سندس جيئي سنڌ محاذ ۾ ڪجهه مُهاجر دانشور به شامل ٿيا. اُن بعد مُهاجر سياست جڏهن پنجاب جي بالادستي خلاف نعرو ڏيئي نروار ٿي ته اُن کي مُهاجرن کان ٻاهر صرف سيد وٽان ئي حمايت ملي، الطاف حُسين کي سنڌ يونيورسٽي ۾ آمد تي سيد جي حمايت جو چرچو ٿيو ان تي تنقيد به ٿي.

جڏهن الطاف جي سياست سنڌ جي ماڻهن جي رت ۾ رتول پئي ٿي ته، انهي الطاف حُسين جي پارٽي ۾ ڪاڀي ڊُر جي سياست جو پسمنظر رکندڙ دانشور علي احمد بروهي شامل ٿيو. ياد رهي ته سندس پاءُ اي ڪي بروهي ذُوالفقار ڀُٽي کي ڦاسي ڏيارڻ لاءِ سندس خلاف ڪيس وڙهي چُڪو هو. ايم ڪيو ايم کان سنڌي ماڻهو اڳ ۾ ئي وٿيرڪا، انهي ڊُر تي سنڌين جي خُون جا ڇنڊا، مٿان وري ڀُٽو جي ڦاسي ۾ اي ڪي بروهي جو ڪِردار سنڌي ماڻهن لاءِ علي احمد بروهي به قابِل نفرت بڻجي ويو. سيد جي سياست ۾ ذات کي جنهن شخص سڀ کان وبجهو ڏٺو اهو عبدالواحد آريسَر هُو هن به اِنهي سوچ کي سگهه ونرائي ته مُهاجر هتان جا سنڌ ڌٽي آهن، تنهنڪري سنڌين کي انهن سان گڏ بيهي پنجاب خلاف جنگ جوٽڻ گهرجي. جڏهن به سنڌي مُهاجر ڪشمڪش ۾ تيزي آئي،آريسر کي مُهاجرن ۾ الطاف جي حمايت جي الزام ۾ پنهنجن جي لفظن جا مهڻا ۽ تير سهڻا پيا. پر سنڌ جي قومپرست سياست جي وسيع اثر رکندڙ بشير قُريشي جو سنڌي ـ مُهاجر يڪجهتي ۾ آيل آواز ئي اهو ڀرپور آواز هو جنهن هر گهڙي مُتوقع ڪشمڪش کان

سنڌي مهاجر جهيڙي کي پڪي ٿاريو. بشير خان قُريشي جي انهي سمجهه جو نتيجو هيڪ پيو به نڪتو جو سنڌ ۾ ان جي قومپرست سياست جي گُونجار، سيد جي ڳُهاڙي جي ڏاڻي جي جمنڪار پوءِ ڪراچي ۾ به ڏسڻ ۾ ٻُڌڻ ۾ آئي. چون ٿا اها گُونجار ڪجهه ڪنن کي نه وڻي ۽ بشير خان قريشي جو مُبينا قتل ٿي ويو.

توڙي جو لساني ۽ قومي تفريق ڪانسواءِ سياست جي ڳالهه پي پي پي ۽ مُلڪ جي ڪابي ڊُر به پڪي ڪيئي آهي، پر قومپرست سياست طرفان انهي پڇ تي اچڻ جي پنهنجيءَ هڪ الڳ ۽ سگهاري اهميت آهي. انهي قومپرست سياست جو مقصد سنڌي ـ مُهاجر جهيڙي واري ڪيفيت مان سنڌ کي اُڪارڻ ڪانسواءِ ٻيو ڪجهه به نه هُو پر سچ اهو آهي ته سنڌي مُهاجر سياست ۾ وڇوٽي وڌيڪ گهري ۽ وسيع آهي، جنهن کي پرڻ لاءِ بلا جي ڏاهپ گهرجي.

انهي سياست جو مرڪزي ميدان ايشيا جي راڻي، سنڌ جي راڄڌاني ڪراچي آهي، جيڪا وري پاڪستان جي معيشت جي شهه رڳ آهي. اها ڪراچي، جيڪا ڪنهن وقت ۾ بلوچ مُهاڻن جي ننيڙي وسندي هُئي، ميرن جي عهد ۾ جڏهن حيدرآباد 50 هزار ماڻهن جو شهر ۽ سنڌ وطن جو دارُالخلافه هو، ڪراچي صرف ڏهه هزار ماڻهن جو ننيڙو شهر هو جنهن کي انگريزن آباد ڪري سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ ۽ايشيا جي راڻي بڻايو. تنهن وقت به ڪراچي اهڙو شهر هو ۽ ڏيک به هڪ بين الاقوامي پُرامن شهرجهڙو ڏئي رهيو هو جنهن ۾ عُموماً پارسي، هندُو، غير سنڌي ۽ آسپاس جي خطن جا واپاري آباد هئا. هن شهر جو ڪامياب ميئر جمشيد نسروانجي مهتا پارسي هو.

پاڪستان ٺهڻ کانپوءِ ڪراچي ملڪ جي معاشي مرڪز بڻجڻ سان مُختلف مفادن ۾ جهيڙن جو ڪارڻ بڻجي پيو جيڪا بعد ۾ ڪراچي شهر جي بدقسمتي بڻجي ويئي. پڌڻ ۾ اچي پيو ته ڪراچي هن وقت ڏيڍ ڪروڙ آدم جو شهر آهي، جتي هرسياست جو مفاد ۽ هرجُرم جي پناهه آهي. ڪجهه سال اڳ دعوي ڪئي پئي ته هي شهر مهاجر اڪثريت جو شهر آهي، پر هاڻي جا ڪجهه مُستند اهڃاڻ آهن ته ڪراچي ۾ اردو ڳالهائيندڙ آبادي

جو هاڻ رڳو 40 سيڪڙو آهي، جن ۾ اُهي ميمڻ ۽ ڪاٺياواڙي به شامل آهن، جيڪي ورهاڱي کان اڳ سنڌ ۾ آباد هئا. جڏهن ته پناهه 25 سيڪڙو، سنڌي ۽ بلوچ 25-25 سيڪڙو، پنجابي 8 سيڪڙو جڏهن ته باقي 2 سيڪڙو ۾ ٻيون نسلون ۽ قومي اقليتون اچي وڃن ٿيون.

ڪراچي ۾ هاڻي قومي اسيمبلي جُون ويهه جڏهن ته سنڌ اسيمبلي جون 42 سيٽُون آهن. هاڻوڪي قومي اسيمبلي جُون 17 سيٽُون ايم ڪيو ايم وٽ آهن، باقي 3 پ پ پ وٽ آهن. مُشرف جي هٿ هيٺ ٿيندڙ 2002ع جي عام چُونڊن ۾ سنڌ جُون قومي اسيمبلي جون سيٽون 46 مان 61 ڪيون ويون. وڌايل 15 سيٽن مان 6 سيٽُون صرف ڪراچي ۾ وڌائڻ اهڙي سياست کي ظاهر ڪري ٿو جنهن جي ڏوهه جي مفادن جا نيش ڪراچي ۾ کُتل آهن. انهن چونڊن جا نتيجا به دلچسپ آهن. ڪراچي جي ويهه سيٽُن مان 11 ايم ڪيو ايم، 5 مجلس عمل، 3 پ پ پ، جڏهن ته هڪ سيٽ ايم ڪيو ايم حقيقي جي حصي ۾ آئي. جيڪڏهن مُسلسل چونڊ عمل هُجي ته ايم ڪيو ايم جي ڪاتي ۾ اج جي ايوان واريون 19 سيٽون به ناهن رهڻيون. پر جڏهن جمهوريت جي ڳالهه ڪجي ته پوءِ هر ماڻهو جو حق آهي ته هو تاج حيدر کي ووٽ ڪري يا فارُوق ستار کي، اهو قبول نه ڪرڻ ۾ ڪو مَنطق ڪونهي. طاقت ته شخصيتن بجاءِ ادارن وٽ هُجي ٿي، جنهن کي سگهارو بڻائڻ جي ضرُورت آهي. پر مفاد پرست سياست ۽ جُرم جي دنيا ڪراچي جو جيڪو چهرو بگاڙيو آهي، ماضيءَ ۾ هن شهر جو اهڙو چهرو ڪڏهن به نه رهيو.

ورهاڱي کان اڳ ڪراچي ڪو سنڌي اڪثريتي شهر نه هو پر اهو شهر تبديلي جي تڙپ ۽ انقلابي تحريڪ جو ڳڙهه ضرور رهيو جهازين جي بغاوت جي شهر جو گواهه ڪامريڊ سوڀو گيانچنداڻي به هوندو.

1968ع ۽ 1969ع جي انقلابي لهر جو ڪراچي قلعو هو جتي بنا ڪنهن رنگ نسل جي فرق جي پورهيتن سرمائيدار طبقي جي ننڊ حرام ڪري ڇڏي هُئي، انهي تحريڪ جي سرواڻ عُثمان بلوچ جي اکين ۾ اڄ به روشني موجُود آهي، لياري ۽ لالُو کيت جي ڪمان سندس هٿن ۾ هُئي.

1970ع ۾ جڏهن اليڪشن ٿي تہ انقلابي تحريڪ جي سرواڻ جو ڪردار ادا ڪندڙ پي پي پي ڪراچي ۾ سڀ کان گهٽا ووٽ کنيا هئا. معراج محمد خان سميت لاتعداد نوجوانن ڪالهہ جي ملّن ۽ اڄ جي ايم ڪيو ايم جي ڳڙهہ مان چند هزار ووٽن تان هارايو هو. 1988ع جي عام چُونڊُن ۾ فاروق ستار واري چُونڊ تڪ تان پي پي پي جي ٽڪيٽ تان امير حيدر ڪاظمي چونڊ کٽي ويو هو. ڪالهوڪي ايم ڪيو ايم جي ڳڙهہ مان پيپلز پي پي جي ٽڪيٽ تان آفاق احمد ڀِهاري ڇُونجي ويو جڏهن بينظير پنهنجي جلاوطني ختم ڪري 18 آڪٽوبر 2007ع تي ڏيهہ ۾ پير پاتا تہ 30 لک ماڻهن جي سمونڊ سندس پرتپاڪ استقبال ڪيو جنهن مان 80 سيڪڙو ماڻهُو ڪراچي جا هئا. ڇا اهي سمُورا ماڻهُو لياري ۽ ملير جا هئا؟ عورتُون ۽ ٻار جن "ٻجان تير ٻِجان" تبديلي جا گيت ڳايا ۽ روٽي ڪپڙا مڪان جا نعرا بلند ڪيا، سي سمورا بلوچ ۽ سنڌي هئا.

سچ آهي تہ ڪراچي جي مُهاجر آبادي کي استيبلشمينٽ پنهنجي مقصدن لاءِ استعمال پئي ڪيو آهي، ڪراچي جي ماڻهو کي ڪڏهن مذهب، فرقي ۽ زبان جي بُنياد تي ورهائي ۽ ويڙهائي جرم جي جهان وسيلي پنهنجو جهان پئي ٺاهيو آهي. پر هي بہ سچ آهي تہ جنهن آبادي کي استعمال پئي ڪيو ويو آهي، انهي پاڪستان ٺهڻ کان اڳ جهازين جي بغاوت، 1968ع ۽ 1969ع جي انقلابي اُيار، 1970ع ۽ 1988ع جي عام چُونڊن، 18 آڪٽوبر 2007ع جي لهر ۾ بار بار تبديلي جا مُتبادل جا اشارا پئي ڏنا آهن، پر پي پي سوڌو ڪنهن بہ قومپرست ڌُر سندن دل جي دروازي تي دستڪ نہ ڏني آهي. جيڪڏهن حيدرآباد، سکر، نوابشاهہ ۽ ميرپور خاص جي مُهاجر پنجابي مُنڊي جي قانون جي زيراثر پاڻ کي تبديل پئي ڪيو آهي تہ پوءِ ڪراچي جي دل تي ٺڪ ٺڪ ڇو نہ ٿي آهي؟ اسان هندُن کي سنڌي سمجهُون ٿا، ڇٺُون ٿا تہ مُهاجر، پنجابي سنڌي سڏائين، پاڻ اهو حوصلو پيدا ڪيو آهي تہ رضا رباني، تاج حيدر، شهلا رضا، فارُق ستار ۽ ڪشنچند پارواڻي کي سنڌ جي وزير اعليٰ طور قبُول ڪريون. جيڪڏهن اهي ووٽ

ذريعي وزيراعليٰ يا وزير داخلا ٿي پيا تہ ڇا سنڌ جي ڪنهن حصي جي
چڪي پٽي ٻاهر ڪڍي ويندا؟

پاڻ ارباب غلام رحيم، لياقت جتوئي ۽ علي محمد مهر جهڙن ماڻهن
کي قبول ڪريون ٿا، قائم علي شاهہ کي پنهنجو سمجهُون ٿا، جيڪو ڳالهہ
هڪڙي ٿو ڪري تہ سندس واتان نڪري ٻيو ڪجهہ وڃي ٿو. جمهوريت
ڪندي ڪندي پنهنجون نڙيون خُشڪ ٿيو وڃن، پر ووٽ ذريعي جيڪڏهن
حيدرآباد جو نالپوارو وڪيل ظفر راجپُوت چُونڊجي اچي ۽ وزير داخلہ، وزير
تعليم، حيدرآباد جو ميئر ٿي اچي تہ سنڌ خطري ۾ اچي ٿي وڃي. پاڻ اڄ
تائين ڪنهن هندو کي ڪڏهن ڪنهن سنڌ جو ضلع ناظم ٿيڻ جي جُرائت
ڪندي ڏٺو آهي؟ ڪيستائين سنڌ ۾ تجربو ٿيندو رهندو ۽ وري روئي پٽڪو
ڪري ساڳي ڳهاڙي ساڳيو ڳن واري ڪِرت جاري رهندي. سنڌ جو ڪهڙو
وزيراعليٰ آهي، جنهن سنڌ جي حقدار جي نڙيءَ تي لت ڏيئي پنهنجا نہ نوازيا
هُجن. 1970ع کان هيل تائين جي عرصي تي نظر ڊوڙائبي ۽ ڏهيسر سنڌ
ممتاز ڀٽو کان قائم علي شاهہ تائين ليکو ڪيو وڃي، تہ سنڌ تي عوام جي درد
کان نا آشنا شاهن، بادشاهن، ميرن، پيرن ۽ وڏيرن جي حُڪمراني ئي رهي
آهي. جڏهن تہ سنڌ جي جهولي خالي، دامن درد سان تار تار ۽ اکيون آليُون
آهن. سنڌ کي پنهنجي مفاد لاءِ هڪ ميثاق جي ضرورت آهي، ڪنهن الڳ ۽
مُختلف سوچ جي ضرورت آهي.

ڪنهن جي قوميت ۽ سڃاڻ زوري تبديل ناهي ڪئي ويندي، نيڪ
آهي سنڌ ۾ هر ماڻهو کي چئون تہ پاڻ کي سنڌي سمجهي ۽ سڏائي، پر ان کي
مانُ ڏيئي اهو حق بہ تہ ڏيون، جيڪو پنهنجي لاءِ گهُربل آهي. انهي تي بہ عمل
نہ ڪرڻ سنڌ جي سِر تي ورهاڱي جو عذاب هجڻ آهي. انهي مُصيبت مان
ڇوٽڪارو تڏهن مُمڪن آهي، جڏهن قائم علي شاهہ پير مظهر، منظور وساڻ،
رسُول بخش پليجو ۽ عبدالواحد آريسر سان گڏ رضا رباني، تاج حيدر، فارُوق
ستار، ظفر راجپُوت ۽ ڪشنچند پارواڻي لاءِ بہ ٻانهون کوليون وڃن.

اجاين خُوابن مان نڪري ڏسجي تہ زميني حقيقت اها آهي تہ سنڌ

هر انهي ماڻهو جي آهي، جنهن کي هتي رهڻو ۽ مرڻو آهي. اها سنڌ جيڪا بنا ڪنهن زبان، رنگ، نسل، مذهب ۽ فرقي جي ڪراچي کان ڪشمور ۽ ڪينجهر کان ڪارونجهر تائين رياستي اتياءُ سان گڏ اسان جي اعمالن جي ڪري مري به ساهه کڻندي رهي آهي.

ڳالهه ڏکي آهي، ليڪن پرخلوص ڪوشش ڪجي، روايتن ۽ ماضي جي مزارن کان بغاوت ڪجي، هڪل ڪري هڪ سڏڙو ڏجي، سڀ کي ساڻ کڻي هلجي، ته جن لاءِ اڄ جي سنڌ جهنم بڻيل آهي، شايد سنڌ جي آبادي جي جياپي جو سامان ڪو ايترو اوکو ۽ پري به ڪونه هوندو. سنڌ جي ساجاهه جُڙي پوي ته سنڌ جا خواب ڪسڻ ناممڪن نه، ته تمام ڏکيا ٿي پوندا.

22 آڪٽوبر 2009

# مسلم ليگ ۽ سيد جي سياست جو اتحاد

توڙي جو صدر آصف زرداري جي اڳواڻي ۾ حڪمراني ڪندڙ پيپلزپارٽي ملڪ جي هر دَر کي سان پاڻ کي ملائي رکڻ ۾ وسان ڪين گهٽايو آهي، جنهن کي زرداري مفاهمت جو نالو ڏنو آهي ۽ حڪومت کي بچائڻ ۾ اهو گُر ڪارگر به ثابت ٿيو آهي، پر مفاهمت واري اها دوا سنڌ جي قومپرستن تي يا ته آزمائي نه وئي آهي يا وري انهن تي اثرانداز ناهي ٿي، نتيجي ۾ سنڌ جي قومپرست سياست جا سمورا ڌڙا هڪ ٻئي ڌرتي سان واسطو رکڻ باوجود پيپلزپارٽي کان وڌيڪ ۽ نواز ليگ کي ويجهو آهن. نتيجي ۾ چاليهه سال اڳ وفاقي سياست کي خدا حافظ چئي ڪنفيڊريشن جي سياست واري ڳالهه ڪندڙ ممتاز علي ڀٽو نه صرف پنهجي سياست تان هٿ کڻي ويو بلڪ پنهنجي پارٽي کي نواز ليگ ۾ ضم ڪري ڇڏيائين. تازو 19 جولاء تي سنڌ جي انتهائي اهم قوم پرست ڌر سنڌ يونائيٽيڊ پارٽي سان نواز ليگ اتحاد جو اعلان ڪيو آهي. سنڌ يونائيٽيڊ پارٽي جي ٻين قوم پرست ڌرين کان اهميت انڪري به مختلف آهي ته انجو اڳواڻ جلال محمود شاهه جديد سنڌي قوم پرست سياست جي باني سائين جي ايم سيد جو پوٽو آهي، هو نه صرف مسلسل چونڊون وڙهندو رهيو آهي، بلڪ سندس چوڻ آهي ته سنڌ جي حقن جي حصول جي واٽ چونڊ عمل کانسواء ٻي ڪونهي. سيد جي پوٽي جو پنهنجو چونڊ تڪ به آهي، جنهن ڪيس اهو به فائدو حاصل آهي ته چونڊ وڙهڻ دوران هميشه ڪيس سيد جي وڏي پٽ سيد امير حيدر شاهه جي حمايت ۽ تائيد به حاصل هجي ٿي، سندس ڪيترن حصن ۾ ورهايل قوم پرست ڌرين ۾ عزت، مرتبو ۽ ميڙ قائم آهي. توڙي جو جيئي سنڌ جي سياست چونڊ عمل کي فضول قرار ڏئي پاڻ کي اهڙي سياست کان پاسيرو رکيو آهي، پر سن جا سيد پنهنجي چونڊ تڪ تان هميشه چونڊ وڙهندا پئي آيا آهن ۽ ائين سيد جي فڪر جا وارث آخر ۾ سيد جي چونڊ وڙهندڙ اميدوار جي مدد ڪري پنهنجي سياست کي پٺي ڏيئي امير حيدر شاهه امداد محمد شاهه ۽ جلال شاهه کي

ووٽ ڪندا ۽ ڪرائيندا پئي رهيا آهن.

ووٽ ونڻ وارو ڪم آخر ۾ امير حيدر شاهه جي حوالي هوندو آهي، جنهن کي ڪو به جواب نه ڏيندو آهي. جيڪڏهن جلال شاهه سان انهي فيصلي ۾ امير حيدر شاهه به گڏ آهي ته پوءِ انهي جو امڪان آهي ته 40 سال اڳ جڏهن سيد قوم پرست سياست کي نئون لاڙو ڏنو ۽ ان جي نتيجي ۾ هن وقت انهي سياست ۽ فڪر سان سلهاڙيل ماڻهو پوري سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ موجود آهن، اهي ڇڱو خاصو ڪردار ادا ڪري سگهن ٿا. ڀلي جيئي سنڌ جا مختلف حصا اهو چون ته هو چونڊ سياست جي خلاف آهن، پر حقيقت اها آهي ته جڏهن ميلو مچندو آهي ۽ چونڊن جو چٽوپول هوندو آهي ته پوءِ ان کان ٻاهر ڪو به نه رهي سگهندو آهي. هونئن به قومپرست سان سلهاڙيل ووٽ پ پ جي حصي ۾ روايتي طور ڪونه ايندو آهي. هاڻي شايد وڏيڪ منظم انداز ۾ اهو ووٽ نواز ليگ ـ ايس يو پي جي اتحاد جي نتيجي ۾ استعمال ٿيڻ جا امڪان پيدا ٿي پيا آهن. اهو سياسي اتحاد جنهن جي پٺڀي تي ئي نواز ليگ ۽ قومپرست ڪارڪنن ۾ بدمزگي پيدا ٿي، انهي ناهه تي صحيحون ڪرڻ کان پوءِ جلال شاهه ۽ نواز شريف پاڻ ۾ هٿ ملائڻ بدران ميڊيا آڏو ممتاز ڀٽو ۽ نوازليگ جي اڳوڻي اڳواڻ ۽ سنڌ يونائيٽيڊ پارٽي جي سينيئر نائب صدر شاهه محمد شاهه کي ڏيکاريو ويو جنهن جي سياسي حوالي سان ڪا غير معمولي اهميت ڪونهي.

نواز شريف معاهدي تي ڳالهائيندي نواز ليگ کي سنڌ جي ضرورت قرار ڏنو. هن چيو ته هڪجهڙو منشور رکندڙ پارٽين کي پاڻ ۾ گڏ ٿيڻ گهرجي، جيڪڏهن ملڪ ۾ صوبن سان ڪٿي اڻ برابري آهي ته ان کي حل ٿيڻ گهرجي. اين ايف سي ايوارڊ ۽ 1990ع جي پاڻي ناهه تي عمل ٿيڻ گهرجي. نواز شريف ملڪ ۾ جاري ڪرپشن تي ڳالهايو. سنڌ جي وحدت کي ڇيهو رسائڻ جي مخالفت ڪئي. تقريب کي خطاب ڪندي جلال شاهه اعتراف ڪيو ته صوبن ۽ قومن جي خوداختياري جي حوالي سان هي ڪو وڏو ڪم ناهي، پر انهي مقصد کي حاصل ڪرڻ لاءِ اهم قدم ضرور آهي. اسان سمورا معاملا ملڪ جي آئين هيٺ افهام تفهيم سان حل ڪرڻ چاهيون ٿا، پاڻ محب وطن آهيون، غدار ناهيون. هن ناهه ۾ آئينده گڏجي چونڊ وڙهڻ،

سنڌ کي نواز ليگ جي ضرورت سڌڻ ۽ ننڍين صوبن کي وڏيڪ حصو ملڻ جون ڳالهيون ڪرڻ سوڌو سياسي بيان بازيون به ٿيون، اتي اتحاد جي باري ۾ نواز شريف جو اهو چوڻ به عجيب لڳو ته "کيس جلال شاهه سان هٿ ملائڻ سان ڪو عار محسوس نه ٿيو." هي جملو ان جي ادائگي ۽ ان جي مفهوم ۾ رعونيت ۽ وڏائي آهي، جيڪا نواز شريف جي ذات سان منسوب آهي. سنڌ يونائيٽيڊ پارٽي سان اتحاد ڪانپوءِ جتي ڪجهه قوم پرست اڳواڻن جي نواز ليگ ۾ شموليت جا اعلان ٿيا، اتي سنڌ ترقي پسند پارٽي جو اهو ردعمل سامهون آيو آهي ته نواز ليگ سان الڳ الڳ اتحاد مناسب ناهي. سنڌي قوم پرستن جي اتحاد "سپنا" جي هڪ ٻي ڌر عوامي تحريڪ سان نواز شريف اڳ ۾ ئي رابطي ۾ آهي ۽ عوامي تحريڪ ڪراچي ۾ لياري جي پيپلز امن ڪميٽي سان گڏجي ريليون ڪڍي رهي آهي. نواز شريف پيپلز امن ڪميٽي جي اڳواڻ عذير بلوچ سان رابطي ۾ آهي. نواز شريف جي ڪوشش آهي ته پيپلز پارٽي ۽ ايم ڪيو ايم ڪانسواءِ سمورين سياسي ڌرين توڙي قومپرستن کي پنهنجي ڇٽي هيٺ آڻي اينڊڙ چونڊن وڙهيون وڃن.

نواز ليگ جي اڳواڻي ۾ اهو اتحاد ايم ڪيو ايم جو ته شايد ڪجهه نه بگاڙي سگهي، پر اتحاد جي ڪاميابي جي نتيجي ۾ ٻن حصن ۾ ورهايل اڄ جي سنڌ اسيمبلي جو ايوان سياڻي ٽن حصن ۾ ورهائجي ويندو ۽ وري به ڪا اڪيلي ڌر سنڌ ۾ حڪومت نه ٺاهي سگهندي. سياڻي جي سنڌ حڪومت مان پ پ کي ٻاهر رکڻ ايم ڪيو ايم کي ساڻ رکڻ کان سواءِ ممڪن ناهي. اڄ جيڪا پ پ حڪومت ووٽ پورا هجڻ باوجود ايم ڪيو ايم آڏو لاچار آهي ۽ کيس ڪراچي حيدرآباد ۾ پهچڻ به نه پئي ڏئي، سياڻي نواز ليگ جي اڳواڻي ۾ ايم ڪيو ايم آڏو ڪيتري سگهاري هوندي، اهڙي مثال وارو تماشو جنرل مشرف جي دور ۾ سنڌ ڏسي چڪي آهي، جڏهن سنڌ تي نالي ۾ علي محمد مهر ۽ ارباب غلام رحيم وڏا وزير هئا. پر عملي طور ايم ڪيو ايم سنڌ جي حڪمران هئي ۽ ايم ڪيو ايم جا وزير ڪشمور ۽ گهوٽڪي تائين سنڌ جي ڪامورن کان ڀتو وصول ڪندا هئا.

پيپلز پارٽي جي ناقص حڪمراني ڪانپوءِ سنڌ جي عوام کي يقيناً

متبادل گهرجي، پر ڇا متي ڄاڻايل متبادل سنڌ جي حق ۾ آهي؟ ان جو جواب "نه" ڪانسواءِ ڪوبہ نہ آهي. ايم ڪيو ايم ۽ نواز ليگ جي ڇتي هيٺ سنڌ جي آئيندي جي حڪومت ۾ هڪ پاسو اچا بہ غور طلب آهي، جنهن تي بہ سندس اتحادي سنگ کي غور ڪرڻ گهرجي. نواز شريف جيڪو اڄ بہ نہ رڳو رسمي طور ٿي وڏيڪ صوبائي خودمختياري جي ڳالهہ ڪرڻ کان بہ ڪيٻائي رهيو آهي، انهي اين ايف سي ايوارڊ ۾ سنڌ ۽ بلوچستان کي ملندڙ جائز حق تي بہ اعتراض واريا هئا.

1991ع جي پنهنجي ڪيل ٺاهہ تي نہ رڳو عمل نہ ڪيو بلڪہ پي پي پي جي هاٺوڪي حڪومت ۾ انهي پاڻي ٺاهہ تي عملدرآمد آڏو اسٽيبلشمينٽ ۽ نواز ليگ رڪاوٽ بڻيل رهيون. نوازليگ سرائيڪي ۽ هزاره صوبي کي حق ڏيڻ لاءِ تيار ناهي. سنڌ جا قوم پرست سنڌ جي دردن جي درمان لاءِ پ پ جي متبادل طور جنهن نواز شريف کي آڏڻ جي تياري پيا ڪن، اهو انهي سياسي فوجي اسٽيبلشمينٽ جو حصو آهي، جيڪا نہ صرف جمهوريت کي وڏڻ ويجهڻ نتو ڏئي، بلڪہ جيڪا ننڍين صوبن جا حق گوڏن هيٺان ڏيو ويني آهي. ڪڏهن فوج تہ ڪڏهن عدليا جي صورت ۾ اها اسٽيبلشمينٽ ئي آهي، جنهن پردي اڳيان تہ ڪڏهن وري پردي پويان جمهوريت سان جنيون ڪيون آهن. پيپلز پارٽي ۽ جمهوري حڪومت کي ناهي هلڻ ڏيڻو ڳالهہ اتان شروع ٿي ۽ اتي ئي ختم ٿي وڃي ٿي. نواز شريف جي اعلان تي ويساهہ ڪرڻ وارن کي غور ڪرڻ گهرجي تہ ميثاق جمهوريت تي صحيح ڪرڻ واري همراهہ اي پي ڊي ايم واري اتحاد ۾ سيني ڪان 2008ع واريون چونڊون نہ وڙهڻ جو قسم ورتو پر پاڻ ڪنهن کي ٻڌائڻ ڪانسواءِ چونڊن ۾ ڪاهي پيو. پ پ ۽ زرداري حڪومت وٽ صرف هڪ شرط رکيو تہ چيف جسٽس ۽ اعليٰ عدليا جا جج بحال ڪيا وڃن. چيف ۽ سندس جج بحال ٿيا، صدر کي چيو ويو تہ پنهنجا اختيار پارليامينٽ حوالي ڪري، اڄ صدر وٽ نالي ماتر اختيار آهن. نواز شريف ميثاق جمهوريت هيٺ ماضيءَ کي دفن ڪرڻ جي ڳالهہ ڪئي، پر اڄ سوئس عدالتن وٽ ڪيس کولڻ لاءِ سڀ کان سگهارو آواز نواز شريف جو آهي. انهي شخص

چيو هو تہ صدر کي آئين تحت ڇوٽ آهي، پر اڄ سوئس عدالتن کي خط لکڻ واري مهم جو سرواڻ آهي ۽ سنڌس ڀاءُ شهباز شريف آصف زرداري کي صدر تسليم ڪرڻ لاءِ تيار نہ آهي.

نواز ليگ جو ماضيءَ ۽ حال سيني جي اڳيان نہ آهي، پر جنهن مسلم ليگ جو نواز شريف تسلسل آهي، ان جي ويساهہ گهاتين جي تاريخ سمجهڻ لاءِ قومپرست ٿنڪ ٽينڪ کي سائين جي ايم سيد جي "جنب گذاريم جن سين" جا 298 کان 312 تائين وارا 15 صفحا ضرور پڙهڻ گهرجن. جنهن ۾ شائين سان الله بخش سومري جي گفتگو جو تت آهي. اڄ جي سنڌي قوم پرستن جيان سائين جي ايم سيد بہ ان وقت جي ڪانگريس پارٽي، هندو سيٺين، وياجين جي مسلم ليگ ۽ محمد علي جناح کي سنڌ وٽي آيو هو سائين جي ايم سيد کي ڪاوڙهئي تہ سنڌ جي وزير اعظم الله بخش سومرو ڪانگريس ۽ هندن جي هٿ ۾ ڪٺ پتلي هو. هندو سنڌي مسلمانن کي مليڇ چوندا هئا، هندو وياجين وٽ 80 سيڪڙو سنڌي مسلمانن جون زمينون گروي رکيل هيون، الله بخش سنڌي آبادگارن تي ڍل وڌائي ڇڏي هئي. نہ اڳ ۽ نہ پوءِ ڏسي سائين جي ايم سيد، علي محمد راشدي جهڙي شاطر ماڻهو جي راند جو حصو بڻجي سنڌ مان ڪانگريس کي بہ نيڪالي ڏني ۽ سنڌي هندن کي بہ جرمني مان يهودين جيان ڪيڏي ڏيکاريو. الله بخش کيس سمجهايو تہ "مسلمان ڪا قوم ناهن، 1940 واري ٺهراءُ جي ڪا ضمانت ڪونهي ۽ نہ سنڌ لاءِ ان جي اهميت آهي. ڪانگريس واقعي بہ سنڌ لاءِ صحيح جماعت ڪونهي، پر مسلم ليگ چا آهي ان جو پتو توکي هڪ ڏينهن ضرور پئجي ويندو. تون خيالن جي دنيا ۾ رهين ٿو معاهدن کي عملي سياست ۾ ڪو بہ نہ پڇندو آهي". پوءِ سائين جي ايم سيد اعتراف ڪيو تہ ڪانگريس جي مخالفت جي جوش ۾ مسلم ليگ ۾ شامل ٿياسين. نفرت جي باهہ ۾ هندو مسلم نفاق جو ڪارڻ بڻياسين ۽ هاڻي "ڪنڌي ساريان ڪانہ... امن امان.........!"

جيئن سائين جي ايم سيد جو رد عمل وقتي، شخصي، عهدن جي تقسيم جي تابع هو ۽ هو اهڙي راند کي سچائي نہ سگهيو جيڪا انگريز ڪانگريس ۽ مسلم ليگ وچ ۾ هلي رهي هئي. ڪانگريس جو متبادل مسلم

ليگ بلڪل نہ هئي ۽ ائين اڄ پيپلز پارٽي جو متبادل نواز ليگ بلڪل بہ نہ آهي. مسلم ليگ سائين جي ايم سيد جي آزمايل آهي، نواز شريف کي گذريل 35 سالن ۾ پوري سنڌ آزمايو آهي. ورهاڱي کان اڳ سن جي سياست سنڌ کي هميشہ لاءِ هيٺو ۽ ڪيس الهاس نگر، ممبئي ۾دربدر ٿيڻ تي مجبور ڪيو پر اڄ جي بہ سن واري سياست انهي رستي تي هلي پئي آهي، جنهن کان "جنب گذاريم جن سين" ۾ خبردار ڪيو ويو آهي. 19 جولاءِ 2012ع تي ڪراچي ۾ نئين سياست جي راند تي سنڌ کي چرڪ اچي رهيا آهن.

22 جولاءِ 2012

# اي ڪراچي!... هاءِ ڪراچي...!

جنهن ڏينهن سنڌ اسيمبلي ۾ سنڌ ڪي تڪراري بلدياتي نظام جي قانون بڻجڻ جي خبر ٻڌائي پيئي ويئي ان ڏينهن انهي اسيمبلي ۾ ئي سنڌ جو وزير اعليٰ ٻڌائي رهيو هيو تہ اڄڪلهہ اسان جو سمورو ڌيان محرم الحرام دوران ڪراچي ۾ امن امان قائم رکڻ سان آهي.ڪراچي جيڪو هڪ عرصي کان رت ۽ باهہ جي راند جو شڪار آهي. نومبر جي پهرين پندرهن ڏينهن ۾ دهشتگرديءَ جي تازي لهر ۾ 5 پوليس اهلڪارن سميت 142 ماڻهو مارجي چُڪا آهن. ڪراچي ۾ ٽارگيٽ ڪلنگ ۽ تشدد ۾ هلندڙ سال هڪ سئو جي لڳ ڀڳ پوليس ۽ رينجرس جا اهلڪار مارجي ويا آهن.ڪراچي جي هڪ صحافي ولي خان بابر جو 2011ع ۾ قتل ٿيو جيستائين انجي ڪارڻ جي خبر پوي سندس خون جا ڇهہ شاهد قتل ٿي چُڪا آهن.سندس قتل ۾ ملوث هڪ دهشتگرد 15 فيبروري تي لاهور مان گرفتار ٿيو آهي.ڏسجي تہ ان وٽان ڪو سراغ ملي ٿو يا اهو بہ باقي شاهدن جيان ڪنهن ازغيبي گولي جو ڪاج ٿئي ٿو. اڳ ۾ اها راءِ هُئي تہ ڪراچي ۾ ايم ڪيو ايم جي مرضي کانسواءِ پن بہ ڪونہ ٿو چُري سگهي ، ايم ڪيوايم جي قيادت ۽ سندس صفن ۾ موجود ماڻهن جي پريشاني کي ڏسجي ۽ سندن چهرا پڙهجن تہ اصل حقيقت ڪجهہ ٻيو داستان بيان ڪري ٿي.ڪراچي جي ڏينهون ڏينهن خراب ٿيندڙ صُورتحال کي منهن ڏيڻ لاءِ سينيٽ ۾ بحث دوران ڪراچي جي حل لاءِپارليامينٽ۾ قومي سلامتي ڪميٽي جي قائد سينيٽر ميان رضا رباني8 نڪتا ڏنا آهن، جن ۾ هن چيو آهي تہ "اهي دهشتگرد جيڪي پڪڙيا وڃن ٿا اهي پوليس اسٽيشن تان نہ ڇڏڻ گهرجن، بلڪ اهو اختيار عدالت کي هجڻ گهرجي.اهي ماڻهو 24 ڪلاڪن اندر مئجسٽريٽ وٽ پيش ٿيڻ گهُرجن، جنکي آرٽيڪل 10 ۽ 10 ,A مطابق فيئر ٽرائيل جو حق، پوليس سميت تفتيشي ايجنسين کي موبائيل ٽريڪنگ سهوليت ڏيڻ، سٽي پوليس ليازان ڪميٽي وچ ۾ بهتر رابطو شامل آهي. "ڪراچي جي

ڳنڀيرتي جوڳي صورتحال متعلق15 نومبر تي وزير اعظم هائوس ۾ وزيراعظم ۽ مُتحده جي وفد سان ڪهڙيون ڳالهيون ٿيون سا خبر تہ خُدا کي آهي، ليڪن وزيراعظم راجا پرويزاشرف جو اهو چوڻ تہ "ڪراچي جون حالتون چند ڏينهن ۾ ٺيڪ ٿي وينديون،حُڪومت امن امان قائم ڪرڻ لاءِ ڀرپُور قدم کڻي رهي آهي،ليڪن عوام مُحتاط رهي." اهو ٻڌائي رهيو آهي تہ سڀ ڪجهہ ٺيڪ ناهي. گُذريل جمع مُحرم مهيني جي پهرين ڏهاڙي صُبح 10 بجي کان شام 6 بجي تائين موبائل سروس بند رکڻ جو اعلان ڪيو ويو. اُنسان گڏ وفاقي وزير داخلا رحمان ملڪ اهو اعلان بہ ڪيو تہ جيئن تہ پهرين محرم جي ڏهاڙي ڪراچي ۾ دهشتگردي جو پڪو پُختواطلاع آهي، جيڪا موٽر سائيڪل ذريعي ٿيڻ جا امڪان آهن. انڪري ڪراچي ۽ ڪوئيٽا ۾ موٽر سائڪل سواري تي بندش وڌي وئي آهي.انهي غيرمعمولي ڳالهہ جتي افراتفري ڦهلائي، اتي انهي قدم سان ڪراچي جي 15 لک موٽرسائيڪلن سان جُڙيل مفاد بہ حرڪت ۾ آيا، نتيجي ۾ سنڌ هاءِ ڪورٽ بار جي صدر انورمنصور خان جي پٽيشن تي ڪارروائي ڪندي سنڌ هائيڪورٽ جي چيف جسٽس انهي قدم کي غيرقانوني قرار ڏيندي گهرو کاتي جي سيڪريٽري، آءِ جي پوليس ۽ سنڌ جي ايڊووڪيٽ جنرل کي گهرائي ورتو.وزيراعظم جي سڀ ڪجهہ ٺيڪ ٿي ويندو واري ڳالهہ جي نفي لاءِ نہ صرف پنهنجون ڪيل ڳالهيون ڪري رهيون هيون، بلڪہ رحمان ملڪ جي اعلانن تہ مورڳو ڪراچي جي ماڻهن جو ساهہ مُٺ ۾ ڪيو. جڏهن تہ باقي عوام کي حيران ڪري ڇڏيو تہ واقع صورتحال اَيڏي خراب ٿي وئي آهي.ليڪن انڪان بہ وڌيڪ ڇرڪائيندڙ ڳالهہ تازو ڪراچي مان جاري ٽيل چينل جي نالي واري اردو اخبار ۾ ناميارې صحافي رئوف ڪلاسرا جي اسٽوري آهي، جنهن مطابق وزيراعظم جي صدارت هيٺ وفاقي ڪابينا جي اجلاس جي خبر آهي، جنهن ۾ جاڻ ڏني وئي آهي تہ "قوم ۽ ملڪ وڌيڪ قتل ۽ غارت لاءِ تيار رهي.ڪراچي ۾ جاري لينڊ مافيا ۽ ٻئي مافيا جي جنگ ۾ ٻاهريون هٿ ملوث آهي، گهرو کاتي جي هڪ رپورٽ مُطابق خبردار ڪيو ويو آهي تہ ڪراچي ۾ دهشتگرد انتهائي ڳجهي انداز ۾ عدالتن ۾ ويٺل ججن کي ڌمڪيون ڏيئي پنهنجن سوين ڏوهاري ساٿين کي ڇڏائي چُڪا آهن،نتيجي

۾ پوري قوم محرم جي مُقدس مهيني ۾ قتل ۽ غارتگري لاءِ تيار رهي،جو تہ هڪ ڪالعدم تنظيم ديوبند فرقي جي ماڻهن جا قتل ڪرڻ ۽ وڏيڪ خون خرابو ڪرڻ جا اعترافي بيان ريڪارڊ ڪيا ويا آهن.“ انهي اجلاس ۾ اهو بہ ٻڌايو ويو تہ پاڪستان ڪجھ برادر اسلامي ملڪن جي پراڪسي جنگ جو ميدان بڻجي چڪو آهي، جيڪي پنهنجي فرقي جي جنگ هٿيار ۽ پئسا ورهائي پاڪستان جي معاشي انجڻ ڪراچي ۾ وڙهي رهيا آهن.انهي رپورٽ ۾ اهو بہ چيو ويو آهي تہ وزيراعظم تي زور ڀريو ويو تہ هوايم ڪيو ايم، اي اين پي ۽ جماعت اسلامي تي زور رکي انهن کي گڏ ويهاري انهي مونجهاري جو حل ڪڍي.انهي اجلاس ۾ اها ڳالھ بہ ڪئي ويئي تہ ان سلسلي ۾ ملڪ جي خفيہ ادارن کان بہ پڇا ڪئي وڃي، جنڪان ڪراچي جي جرم جي جهان سميت ڪجھ بہ ڳجھو ناهي.انهي رپورٽ ۾ رحمان ملڪ جي تفصيلي بريفنگ جو ذڪر آهي، جنهن ۾ رحمان ملڪ چيو آهي تہ توڙي جو قبائلي علائقن ۾ طالبان خلاف جنگ م کين ڪمزور ڪيو آهي، ليڪن حقيقت اها آهي تہ انهن طالبان جا همدرد ئي ڪراچي واري جنگ ۾ ملوث آهن.انڪري انهي جنگ جي شدت م اچڻ جا امڪان بہ آهن تہ انهي نتيجي ۾ ملڪ ۽ ڪراچي ۾ قتل ۽ فساد ۾ واڌ جا امڪان آهن. جنهن جي ڪري نہ صرف تياري،بلڪہ انهي کي منهن ڏيڻ لاءِ حڪمتعملي جوڙڻ جي ضرورت آهي. گهرو وزير چواڻي انهي سموري ويڙھ ۾ هڪ ڪالعدم مذهبي تنظيم ملوث آهي.قانون نافذ ڪندڙ ادارن سوين ماڻهو پڪڙيا هئا، ليڪن اهي عدالتن مان صرف ٽن مهينن ۾ آزاد ٿي جنگ وجدل ۾ شامل آهن.جڏهن جاچ ڪئي ويئي تہ خبر پيئي تہ ڏوهاري ۽ پيشيور قاتلن جي پوئيوار ڪندڙن، ججن کي ڌمڪيون ڏنيون. خوف ۾ ورتل ججن نتيجي ۾ انهن جون ضمانتون منظور ڪري کين آزاد ڪري ڇڏيو آهي.انهي اجلاس ۾ قانون جي وزير فاروق نائيڪ ئي ڏکندڙسوال رکيا تہ ٽارگيٽ ڪلنگ جي پويان ڪير آهي؟،انهن ڏوهارين کي اڃا تائين ڇو نہ پڪڙيو ويو آهي؟.ڪراچي ۾ امن امان ڪيئن ٿيندو؟ ليڪن رحمان ملڪ انهن جو واضح جواب نہ ڏيڻ ۾ پنهجنو ڀلو سمجهيو.ڪراچي جو هڪڙو نقشو اهو آهي.جيڪو جيترو خوفائتو آهي، اوتري انهي ۾ سنجيدگي جي بہ ضرورت آهي.ليڪن ڪراچي

۾ جيڪو ڪجهه ٿئي پيو ان ۾ گھٽا ڪجهه سبق موجود آهن.جنهن جو مقصد اهو نڪري ٿو تہ ڪراچي ۾ جهيڙو رڳو ايم ڪيو ايم،اي اين پي ۽ پيپلز امن ڪاميٽي جو ناهي،انهي جهيڙي ۾ صرف مهاجر،پٺاڻ،سنڌي ۽ بلوچ تڪرار ناهي، بلڪہ انهي جنگ ۾ تمام گهٽا فريق آهن ۽ ان ۾ مختلف فريقن جا ايتراٽي مفاد بہ جُڙيل آهن. حقيقت ۾ سياسي،نسلي،فرقي جي نالي ۾ تڪرار ۽ جهيڙو جُرم جي جهان جي هڪ گنڀير ۽ پيچيده جنگ آهي.جنهن سان هتان جي خفيہ ادارن جو رشتو ناني ڏهٽي وارو آهي تہ جيئين ملڪ ۾ امن امان جي صورتحال خراب هُجي،بيوسي ۽ مايوسي جي ڪيفيت هُجي تہ ماڻهو مدد ۽ رحم لاءِانهن ڏانهن واجهائين. ڪجهہ ڏينهن اڳ پتا خوري ڪان تنگ اچي ڪراچي جي واپاري برادري ڏرڻن جو اعلان ڪيو هيو.وفاقي حُڪومت وچ ۾ آئي،سنڌ حُڪومت ڳالهيون ڪيون ليڪن ڪو ڪڙ تيل نہ نڪرڻ تي تاجر برادري احتجاج جو پڪو پُختو اعلان ڪيو ليڪن سنڌ جو گورنر عشرت العباد وچ ۾اچي تاجر برادري ڪان هڪ مهيني جي مُهلت ورتي، جيڪا مهلت ختم ٿي ويئي ۽ انهن جا مامرا سڌا ڪونہ ٿيا، جڏهن تہ واپارين پتا ڏيڻ شُروع ڪري ڇڏيا.اهو قصو انهي جو اظهار آهي تہ مامرا ايم ڪيو ايم جي وس ڪان چڙهيل آهن،ايندڙ عام چونڊون نسبتن آزاد ٿيڻ ڪري سياست جي ميدان ۾ شڪست جو خوف تہ ڪيس اڳ ۾ ٿي نند ڪرڻ نہ ٿو ڏئي هاڻي تہ ڪانٿس جرم جي دُنيا مان بہ ڪراچي پدري سامهون آهي.ڪراچي پاسو ورايو آهي.ليڪن ڪراچي جي پاسي ورائڻ ۾ ڪراچي، سندس سنڌ ۽ انجي عوام جي ڀلي ۾ وجي، انجا امڪان بلڪل ناهن.ڪراچي جنهن تي 3 فيبروري 1839ع تي انگريزن قبضو ڪيو تہ انهي ۾ سنڌي،بلوچي،مڪراڻي ۽ گُجراتي آباد هئا. جڏهن پاڪستان ٺهيو تہ انهن ئي نسلي ماڻهن تي مُشتملڪراچي جي آبادي صرف 4 لک هُئي. جمشيد مهتا ۽ هوشنگ ڊنشا جي محنت ۽ پورهئي ۾ پوئيل ڪراچي کي پاڪستان ٺهڻ کانپوءِ سنڌ کان کسيو ويو،انمان ڌرتي واسي ڌڪي ڪڍيا ويا ۽ انجي لساني ۽ نسلي طور اهڙي بيهڪ بڻائي ويئي، جو محنتڪشن جو شهرحُڪمرانن جي راند جو مُهرو ٿي ڪم ڪري،انهي حرڪت کي پاڻي ڏيڻ لاءِ ون يونٽ قائم ڪري سنڌ جي وجود کي ميسارڻ،ڪراچي کي رُجعت

جي سياست حوالي ڪرڻ جي حرڪت ڪئي ويئي.ليڪن بدمعاشين، بندشن باوجود 1968ع ۽ 1969ع ۾ ڪراچي جي بغاوت مُلڪ جي مظلوم ۽ پيڙهيل طبقن لاءِ جدوجهد جي مشعل بڻجي ويئي، جنهنجو ڪردار عُثمان بلوچ اڃ بہ زنده آهي.انهي ڪراچي کي "اردو جي ڏوم سان ٽڪرندڙ جنازي" واري راند ۾ باقي سنڌ سان ٽڪراءُ ۾ آڻي کيس بہ قومي صوبو قرار ڏنو ويو ضياءالحق جي اونداهين دور ۾ ڪراچي روشنين جي شهر بجاءِ سنڌ،جمهوريت،عوامي جدوجهد لاءِ هڪ ڏائڻ جي روپ ۾ سامهون آندي ويئي،ليڪن جڏهن ڊگهي ننڊ ڪانپوءِ بني آدم بيدار ٿيو تہ 18 آڪٽوبر 2007ع ۾ ڪراچي تبديلي جي لاءِ شاهراه فيصل تي سجدو ڪري رهي هُئي، جنهن کان انتقام وٺڻ ۾ ڪا دير ئي نہ ٿي.تبديلي جي تڙپ ۾ نڪتل ڪراچي انهي شام ڪارساز وٽ رت ۾ وهنجاري ويئي.مُلڪ جي سياست سميت سنڌ جي سياست انهي ڪارسازُ وٽ ٽُٽل تند ۽ رشتي کي جوڙڻ جي ڪوشش جي اُٿهوند ۽ غيرسياسي ۽ غير سائنسي تناظر ۾ ڪراچي کي اڄ ان راهہ تي پُهچايو آهي، جو نہ اها ڪراچي عوام جي آهي نہ سنڌ جي آهي.اها ڪراچي ڊرگ مافيا ۽ لينڊمافيا جي ڳُجهي راند جو هڪ وسيع ميدان آهي، جنهن ۾ڪنهن وقت لنڊن مان پُتلي تماشو ٿئي ٿو تہ ڪنهن ويل باچا خان جي لال ٽوپي پائي بيشرمي سان ڪراچي تي دعوي داخل ٿئي تہ ڪنهن ويل شيعہ سني راند سندن وديشي آقا وڙهندي نظر اچن ٿا ۽ ڪراچي جيڪا عوام جي هُئي،محنتڪشن جي آهي،سنڌ جي آهي،لال لهو جي سرگرم تي رقص ڪري ٿي ۽ غدارن جا منهن نہ لال ۽ پيلا ٿين ٿا، نہ وري ڪنهن ۾ ڪا ڦڪائي ئي پاسجي ٿي ۽ پاڻ جنهن ڪراچي کي پنهنجو نہ سمجهي سگهياسين نہ پنهنجو بڻائي سگهياسين، انهي مشڪري ۾ هُش ۾ خوش آهيون تہ ڪراچي جيڪا ايشيا جي راڻي آهي، اها سنڌ جي بہ آهي.

17 نومبر، 2012

# جا هُئي ڪراچي سا ئي آهي ڪراچي...!!!

پير علي محمد راشدي 1956ع ۾ "ڪراچي، مشرق جي ملڪ سنڌ جي مارئي" جي نالي سان هڪ آرٽيڪل لکيو. جنهن ۾ هن اڄ کان هڪ سئو سال اڳ واري ڪراچي جو نقشو بيان ڪيو آهي. 1930ع ۾ جمشيد مهتا ڪراچي ميونسپل جو صدر هو.علي مُحمد راشدي ڪراچي جي هڪ رستي جو اکين ڏٺو واقعو بيان ٿو ڪري ته، هڪ بيمار زخمي گڏهه کي جانورن جي اسپتال نيو پئي ويو. جمشيد مهتا جي گاڏيءَ. سندس ڊرائيور پويان ڪاهيون پئي آيو. جمشيد مهتا جانورن جي اسپتال ۾ ڊاڪٽر وٽ پهچي انهي گڏهه جي ملم پٽي ڪرائي، علاج ڪرايو. گڏهه کي پنهنجي خرچ تي اسپتال ۾ داخل ڪرايائين. ڊاڪٽر جي في ادا ڪيائين، گڏهه جي مالڪ کي رهڻ پٽي ۽ ڪيس ڪجهه روپيا ڏيندي چيائين ته "جيستائين گڏهه چڱو ڀلو نٿو ٿئي، تيسين پنهنجي مزدوري جو حساب مونکان وٺجاءِ ليڪن هن بي زبان جانور کي ٺيڪ ٺيڪ ٺيڪ ڏجانءِ"

جمشيد مهتا ڪو اصلوڪو سنڌي نه هو بلڪ پارسي هو. اهي پارسي، باهه جي پوڄا ڪندڙ زرتشت، جيڪي ايران ۾ اسلام جي آمد ڪانپوءِ امڪاني ممڻ کان بچڻ لاءِ پرامن ۽ هر ڪنهن جي جان کي امان ڏيندڙ شهر ڪراچي ۾ اچي پناهه ورتي. علي محمد راشدي ساڳئي مضمون ۾ هڪ ٻئي پارسي جو اکين ڏٺو واقعو به ٻڌائي ٿو ته الفنسٽن اسٽريٽ، جنهن کي هاڻي زيب النساءَ اسٽريٽ سڏيو وڃي ٿو اتي هڪ ماڻهو پوليس جي مدد سان ڪنهن ڪوچوان کي گرماگرم بحث ۾ سمجهائيندي چئي رهيو هيو ته "سندس گهوڙو بيمار آهي، ان کي خوراڪ ۽ آرام جي ضرورت آهي.جيسين اهو چاڪ نه ٿئي تيسين ڪانئس ڪو پورهيو نه ورتو وڃي." ڪوچوان جي نهڪر ڪرڻ تي، اهو ماڻهو جيڪو فرسٽ ڪلاس ميجسٽريٽ به آهي، ڪوچوان کي ٽاڻي ۽ گهوڙي کي ٽانگي مان آجو ڪرائي جانورن جي اسپتال موڪلي ٿو. انهي پارسي شخص جو نالو جهانگير پنٿڪي هو. اها انهي وقت

ويهين صديءَ جي شروعات جي ڪراچي آهي، جنهن ۾ ڪٽڪ جو هڪ مڻ هڪ روپيو سارين 12 آنا هڪ مڻ، ڪڪڙ جي بيدي جو مُلهه هڪ پئسو ۽ سندس بيگم ڇهه آنا، چيلو هڪ روپيو سچي گيهه جو سير ٻه آنا هوندو هو. تنهن وقت ۾ ڪراچي جي مشهور ايلفنسٽن اسٽريٽ جا سمورا دُڪان ميمڻن، پارسين، انگريزن ۽ ڪجهه هندن جا هوندا هُئا. ننڍي ڪنڊ جي مشهور بندر گاهه "مانڊوي" سميت گجرات، مان لڏي آيل ميمڻن مان هڪ ميمڻ، ابوبڪر اينڊ سنز جو انهي اسٽريٽ تي مرداني توڙي زناني ڪپڙي لٽي جو هڪ وڏو دوڪان هو.انهي سان گڏ هڪ ٻئي ميمڻ "عدن والا" جو دوڪان هو جنهن ۾ سگريٽن ۽ چُروٽ جو وڏو ڪاروبار ٿيندو هو. اڄ به بندوق والا ۽ جاپان والا سميت ڪراچي ۾ رهندڙ جيڪي سيئي "والا" آهن، انهن جو حسب نصب ڳولبو تہ رشتو انهن "گُجرات والا" سان وڃي جُڙندو.

انهي اسٽريٽ سميت باقي ڪراچي جي واپار ۾ پارسين جي ڪاروبار جو ڏاڪو هو. سنڌ ۾ ان وقت اهڙي ڪنهن ماڻهو جو ڪاروبار ڏنڏو ڏاڙي نظر نہ ايندو جنهن کي پاڻ اڄڪلهه اصلي سنڌي چئون ٿا. ڪراچي تي هڪ سئو سال اڳ انهي وقت جن نالن جو راڄ هو اهي جمشيد مهتا، سر حاجي عبدالله هارون، سيٺ غلام حُسين قاسم، طيب علي علوي، حاتم علي علوي، جهانگير پنٿڪي، سر جهانگير ڪوٺاري ۽ سر ڪائوسجي جهانگيرهئا. علي محمد راشدي چوي ٿو تہ ان وقت جي اصل يعني ٻهراڙي واري سنڌ مان 1924ع ڌاري ئي سر شاهنواز ڀُٽو خانبهادر محمد ايوب کُهڙو ۽ جناب جي ايم سيد ڪراچي ۾ اچي بنگلا ٺهرائي رهڻ لڳا۽ روايتي سنڌ ڪراچي ۾ سٽر، ايڪهتر ڪلفٽن، ڪنگري هائوس، بلاول هائوس جهڙا بنگلا ٺهرائي رهڻ واري روايت برقرار رکي، جيڪا اڄا تائين جاري آهي. جڏهن تہ دُڪانداري، واپار وڙي، ڪاروبار ڪان اصلوڪا سنڌي لوڪ ڏُور ئي رهيا آهن. اهو عنصر يعني معيشت، جنهن تي سياست جي عمارت بيٺل هجي ٿي، ان کان سنڌي لوڪ پري ئي رهيا.

1947ع کان اڳ ٻهراڙي جي سنڌ جي صرف بنگلا ٺاهي رهڻ واري روايتي سنڌي مسلم ڪيپ هڪ ٻيو ڪم بہ ڪيو. سنڌ جي ڪجهه سنڌي هندن ڏيارام جيٺمل، ڊي جي ڪاليج، اين جي وي هاءِ اسڪول۽ لا ڪاليج

نهرايا. پر مسلمانن پاران نهرايل تعليمي ادارن سوڏو سنڌ مدرسته الاسلام جا
پرنسپال به جڏهن ڪي هندو ٿيا، ته نه صرف شهري بلڪ ڳوٺاڻي سنڌ جي
مسلم سياست کان اهو هضم نه ٿيو سا هندن جي اثر کي گهٽ ڪرڻ ۽
سندن خلاف مذهب جي نالي ۾ سازش جو حصو بڻجي، انهن خلاف ماحول
ٺاهڻ بعد مسلم ليگ ٺاهڻ جي چڪر ۾ جنبي ويئي. نتيجي ۾ 14 آگسٽ
1947ع کانپوءِ سنڌ اهڙي ڪراچي ڏٺي، جنهن جي ڪاروهنوار ۾ نه پارسي ۽
هندو شامل هئا، نه وري گُجراتي ميمڻن جي ايڏي وڏي شرڪت هُئي. جيڪي
نه صرف سياسي طور تي ختم ٿي ويا، چڻ ته سندن وجود ئي عدم ۾ تبديل ٿي
ويو. مذهبي مت ڀيد هندن کي ڪراچي مان ڪڍيو انجي ڪري پارسي
نڪتا، جڏهن ته روزمره جي رتوڇاڻ گُجراتي ميمڻ جي پويان پيل آهي.
نتيجي ۾ ڪراچي ڪنهن به اهڙي ڏر جو شهر ناهي رهيو جيڪا ويهين
صدي جي ابتدا ۾ ڪراچي جي جاڻ سُڃاڻ هُئي.

الميو آهي جو ڪراچي انهن جي به نه ٿي سگهي، جيڪي ڪراچي
۾ بنگلا ۽ ملڪيتون خريد ڪري مسلم ليگ ۽ محمد علي جناح جي قيادت
۾ گڏ ٿي ان تي حُڪمراني جا خواب ڏسي رهيا هُئا. اڄ جي ڪراچي 4 لک
ماڻهن جي بدران هاڻي ذري گهٽ به ڪروڙ ماڻهن جو ڏونڊ شهربڻجي ويو
آهي، جتي جرم جو هڪ وسيع جهان آباد آهي. جنهن ۾ جڳ جهان جا لُچ
لوفر، ڊرگ، لينڊ ۽ ڪلاشنڪوف مافيائون، پتي خور، جهاد جا سوڙا ڪيڏاري،
مُلڪي ۽ غير مُلڪي ايجنسين جون ڪارستانيون موجود آهن. پر انهن ۾ نه
عبدالله هارون آهي، نه هرچند راءِ وشنداس، جيٺي سپاهيملاڻي ۽ نه وري
سندن ڪانگريس پارٽي آهي. ڪراچي ميونسپل جو صدر جمشيد مهتا به
ڪونهي، جيڪو ڪراچي جي ڪنهن راهه تي ڪنهن زخمي گڏهه جي واهر
ڪندي سندس ملم پٽي به ڪرائيندو هو ته گڏهه جي مالڪ جي چلهه به
اجهامڻ نه ڏيندو هو نه وري اهو ڪراچي جو فرسٽ ڪلاس مئجسٽريٽ
جهانگير پنٿڪي ئي آهي، جيڪو ڪمزور بيمار گهوڙي کي ٽانگي ۾ جوٽڻ
تي بي حس ڪوچوان کي جيل ۽ بيمار گهوڙي کي جانورن جي اسپتال
موڪلي ڇڏيندو هو. انهي نسل جا آخري چشم و چراغ اردشير ڪائوسجي،
آگسٽ 1947ع ۾ ٺهيل پاڪستان کي جناح جي 11 آگسٽ جي تقرير ياد

ڏياريندي پاڳل بڻجي منافقي، انتهاپسندي، ٺڳي، دوکي ۽ دولاب کي گارين ۽ رهڙون ڏيندي مري ويا. پر ڪراچي انهن جي خوابن جي تعبير ته پري سندن رهڻ جي لائق به نه رهي. نه انهن جي رهي آهي، ڪراچي انهن جي به ناهي رهي، جن ڪراچي جي ستر، ايڪهتر ڪلفٽنن، منزلن، هائوسن، بنگلن کي گهر بجاءِ مهمان سراءِ طور استعمال ڪيو. ڪراچي ۾ وڻج واپار نه ڪيو جنهن جي نتيجي ۾ سندن معاشي مفاد نهن ته سياست جا بنياد به پون ها، نه وري ڪنهن کي انهي طرف اچڻ جي صلاح ئي ڏني، نه وري اصلوڪي سنڌ جا اهڙا اسٽيڪ ئي پيدا ڪيا، جيڪي ڪراچي جي ڌرتي سان ڪين جوڙي رکن.

جديد دور جي معيشيت جي تعمير نه ان جي سياست جي تعبير ئي ڪئي، نه ڪراچي سان ماءُ جهڙو پيار ڪري ڪيس ڏک سُک ۾ شامل رکيو. جيڪو رت جمشيد مهتا، جهانگير پنٿڪي، راءِ وشنداس ۽ هريچند ولوڙيو ان ۾ اصلوڪي سنڌ نه پاڳو وڌو. وقت ڪنهن جو انتظار نه ڪندو آهي ۽ خلا ڪڏهن به خالي نه رهندو آهي. 1943ع جي اپريل مهيني ۾ وچايل وقت کي اسان ساري چمار اتي ڳولي رهيا هئاسين، جتي اهو 1947ع ۾ اسانجي هٿن مان نڪري چڪو هو. جيڪا ڪراچي جمشيد مهتا، جهانگيرپنٿڪي جي مرڻ ۽ هرچند راءِ وشنداس جي وڃڻ سان خالي ٿي، ان کي پرڻ بجاءِ پاڻ خواب خرگوش ۾ رهياسين ۽ اجا تائين انهي ڪراچي ۾ سنڌ پنهنجا اسٽيڪ پيدا نه ڪري سگهي آهي. ڪراچي رت ۾ وهنجاري وڃي ٿي، ڪراچي پتي خوري حوالي ٿئي ٿي، ڪراچي ملڪي ۽ غير ملڪي بدمعاشن، مافيائن جي راند جو ميدان بڻجي ٿي، ڪراچي درد جي درمان لاءِ جڏهن واجهائي ٿي ته اسان جي ڏاهپ جو عالم اهو آهي ته پاڻ ڪراچي جي دل جوئي ڪرڻ بجاءِ انجي چوگرد گهيرو ڪري پسگردائي ۾ خندقون کوٽي مورچه زن ٿيل موت، هيروئين، ڪلاشنڪوف جي لال ۽ سبز ٽوپي پاتل سوداگرن سان پٽ تي انڌ ۽ بدلي جي باهه ۾ سڙي، سوچڻ بنا پنهجي ڪراچي کي پنهنجو ڪرڻ کان انڪار ڪندي نظر اچون ٿا ۽ اهڙي راند جو حصو ٿيون ٿا. جيڪا نه اسانجي آهي، نه جمشيد مهتا، هري چند وشنداس، پرنسپال بٽاڻي، ڊاڪٽر گربخشاڻي ۽ ڏيارام جيٺمل جي آهي ۽ نه اها ڪراچي حيدر منزل مان ڊگهي عرصي تائين جبر سان جهيڙيندڙ جي ايم

سيد جي آهي.

ڪڙو سچ اهو آهي تہ شطرنج جي بساط تي ڇيڙيل پرائي سياسي راند تي اسانجي سياسي ڏاهپ پنهجي سنڌ کي پنهنجي ڪراچي سان جوڙڻ بجاءِ ان کان دور ڪرڻ جو سبب بڻجي رهي آهي ۽ اسان پنهنجي ڪراچي ۾ قانون ۽ سنڌ جي ڪراچي جي حُڪمراني بجاءِ فوجي آپريشن جهڙا ڇسا ۽ اُبهرا مطالبا ڪندي ماٺهو ڪلائينديءَ نظر اچون ٿا. هي تہ سنڌ جي ڪراچي جي سرشت جي سُگنڌ ۽ سونهن مري مري، وري پوڻ وارو مزاحمتي ڪردار آهي تہ 1948ع ۾ سنڌ کان ڇنڻ باوجود نٽي ڇجي. 1956ع دوران ڳچي ۾ پيل ون يونٽ جو ڳٽ توڙي پنهنجي ماءُ سنڌ جي ڇاتيءَ کي چنبڙي پئي ٿي، پنجابي والار پسند کي نسلي تنظيمن ٿاهڻ کان توبهہ ڪرائي ٿي، اردو ۽ مهاجر قوم جي نعري جي يلغار سان جهيڙيندي ڪائنئن سنڌيءَ هجڻ جو اقرار ڪرائي، ڳچي ۾ اجرڪ جو ڳٽ وجهرائي سوڳنڌ وٺي ٿي. ناظمن جي نظام سميت هرتوڙ جو توڙ پاڻ ڪيڍي ڏئي ٿي ۽ اسان اڄ بہ سٺ جي ڏهاڪي وارو علي محمد راشدي بڻجي ڪراچي جي پستونجي اسٽريٽ جي گهر نمبر 239 ۾ ويهي پٽئو پٽيندي نظر اچون ٿا تہ ڪراچي ايشيا جي ملڪ تہ آهي، پر مارئي بہ آهي، جيڪا قيد ۾ آهي. جنهن کي عمر جي قيد مان آزاد ڪرائڻ جي ذميواري الله ۽ سنڌ جي مارئي ڪراچي تي ڇڏي ڏيون ٿا.

2 ڊسمبر 2012

# ڪراچي نئين سفر جي منتظر

"3 فيبروري 1839ع جي صُبح جڏهن هندي سمنڊ ۾ شديد هوائون پئي لڳيون، ان ويل تاج برطانيه جو جنگي بحري ٻيڙو "ويلزلي" ڪراچي جي منوڙي جي قلعي تي لنگر ڪري رهيو هو. ٻيڙي جي شاهي سالار ڪراچي جي قلعي منوڙا ۾ موجود اهلڪارن کي حُڪم ڏنو ته "هٿيار ڦٽا ڪيو اهو تاج برطانيه جو حُڪم آهي." قلعي مان جواب آيو "مان بلوچي ٻچو آهيان، قلعي کي خالي ڪرڻ بجاءِ موت قبول آهي." تاج برطانيه جي نانءَ ۾ حُڪم تي بارود جي باهه ڀڙڪي پئي ۽ چند گهڙين ۾ منوڙي جو قلعو فتح ٿي ويو. قلعي جو ڦاٽڪ کُليو. قلعي ۾ هڪ پيرسن، هڪ نوجوان ناريءَ ۾ هڪ ابهم ٻاڙو موجود هو. اهڙي شاندار ۽ زبردست فتح ۽ تاج جي فوج جي سرفروشانه، دليرانه جنگ تي ڪلڪتي مان گورنر جنرل جو واڌاين وارو پيغام پهچڻ ۾ ويرم ئي نه لڳي. منوڙي جو بندر نالي ۾ ئي بندرگاهه هو. 3 فيبروري جي انهي صُبح ڪراچي جي سمنڊ ۾ شديد طوفان موجود هو. منوڙي جي قلعي جي فتح ڪانپوءِ سمنڊ ڪناري سر ڪرڻ جي ڪوشش ۾ تاج برطانيه جي فوج جي ڪمانڊر جي ٻڪري پاڻي ۾ ٻڏي وئي، جنهن کي بچائڻ جي ڪوشش ۾ ٽي ڪارا سپاهي سمنڊ ۾ ٽپي پيا، ٻڪري ته ڪونه بچي پر هڪ ڪارو سپاهي به ٻڏي مري ويو پر وقت ايندو ته ڪراچي جو بندرگاهه نهندو ۽ پوءِ پنهنجي ڪنهن فوجي ڪمانڊر جي ٻڪري ٻڏي ڪونه مرندي." اهي جملا برطانيه جي هڪ گُمنام سپاهي جي ڊائري جا آهن، جنهن کي ناليواري ڪاموري قدرت الله شهاب ڪوٽ ڪيو آهي. فيبروري جي 3 تاريخ جي انهي صُبح جڏهن سمنڊ ۾ ذري گهٽ طوفان جو راڄ هو. ان بعدڪراچي ڪنهن خاص مقصد هيٺ سهاڳڻ جي نالي ۾ هميشه لاءِ پنهنجي ۽ پنهجي سنڌ لاءِ ڏهاڳڻ بنجي وئي. ڪراچي ڪڏهن ڪي خواب پنهنجا ۽ سنڌ جا به ڏٺا نه ته ڪيس ياد آهن نه سندس سنڌ ۽ ان جي ساڃاهه کي ياد آهن. هڪ ڊگهي ننڊ ڪانپوءِ سنڌ جي ڪراچي جي اکين ۾ نوان خواب اچڻ شروع ٿيا آهن جڻ ڪجهه

غير معمولي ۽ يقين ۾ نہ ايندڙ فلمي سين شروع ٿي ويو آهي، جنهن جو انٽرو لکجي رهيو آهي. ملڪ جي اعليٰ عدالت جو حُڪم آهي تہ ڪراچي ۾ اهڙيون تڪبنديون ٿيڻ گھُرجن، جن تي ڪنهن کي اعتراض نہ ٿئي. انهي حُڪم نامي کي نہ مڃڻ جي ڳالهہ بہ ٿي ۽ فيصلي کي نہ مڃڻ جو اعلان ٿي ويو پر بدلجندڙ پاڪستان ۾ جڏهن اصغر خان ڪيس جهڙا فيصلا ٿي سگهن ٿا. ريلوي جي 141 ايڪڙ زمين جي ليز جا قصا کُلي سگهن ٿا، اين ايل سي ڪيس ۾ جوابدار نامزد ٿي سگهن ٿا، آقا پڪڙ ۾ اچي سگهن ٿا تہ پوءِ جڪڙ ۾ سندن پالڪا ڪيئن نہ ٿا اچي سگهن. فيصلي نہ مڃڻ جون ڌمڪيون منجي ويون، لهجن جي ڪڙاڻ گھٽجي ويئي. ايم ڪيو ايم هاڻي چوي ٿي تہ "ڪراچي جن جي ڪالهہ هئي، انهن جي حق ۾ ئي فيصلو ايندو".
سپريم ڪورٽ جو حُڪم ٿيو اليڪشن ڪميشن ۾ موجود فخرالدين جي ابراهيم بہ چيو تہ نہ رڳو نيون تڪبنديون ٿينديون، بلڪ ڪراچي جي 68 لک ووٽرن جي تصديق بہ ٿيندي. ان سلسلي ۾ ملڪ جي هر اداري کان مدد حاصل ڪئي ويندي. 14 ڊسمبر تي اعليٰ عدالت جي 3 رڪني بينچ زبان درازي تي الطاف حسين کي توهين عدالت جو نوٽيس جاري ڪندي ڪيس روبرو پيش ٿيڻ جو حڪم جاري ڪيو آهي. جڏهن تہ ايم ڪيو فاروق ستار جي سربراهيءَ هيٺ رجسٽرڊ ٿيل آهي، تنهنڪري ان کي بہ پيش ٿيڻ جو حُڪم ٿيو آهي. پر انهي وچم ڪجهہ پيو بہ ٿيو آهي. لنڊن جي علائقي ايجوير ۾ قائم ايم ڪيو ايم جي آفيس جي روزانو خانا تلاشي ٿئي ٿي، جتي ايم ڪيو ايم جي اهم اڳواڻ عمران فاروق جي قتل جا پيرا گم ٿيا آهن. ڳالهہ ڦاٽي پئي تہ معاملو تمام سنجيده نوعيت اختيار ڪري ويو تنهن ڪري رحمان ملڪ بہ چوي پيو تہ ايم ڪيو ايم سندن حُڪومت جي اهم اتحادي جماعت آهي، تنهنڪري کين ان تفتيش جي معاملي ۾ اپ ڊيٽ رکيو وڃي.

پاڪستان ۾ هڪ الڳ سڃاڻ رکندڙ طالبان خلاف ديده دليري سان مهاڏي جي هام هڻندڙ ملالا جا ڏينهن ملهائيندڙ ملڪ کان ٻاهر سيڪيولر روشن خيال تاثر رکندڙ ايم ڪيو ايم جو دامن تار تار ٿي ويو آهي. ڪراچي ۾ عدليہ جي حُڪم جي تعميل لاءِ اليڪشن ڪميشن جي ڪارڪردگي کي

پر لڳي ويا ۽ ڪراچي جي ڳچي مان ڳٽ نڪرڻ جو سامان سڄي ويو ۽ ماحول ٺهي رهيو آهي. ڪراچي جنهن کي غُنڊه گردي ۾ 30 سيڪڙو اردو ڳالهائيندڙ آبادي جي نام نهاد ڏاڍ تي يرغمال ڪري رکيو پئي ويو، تنهن داستان جي خاتمي جي شروعات ٿي رهي آهي. ڪراچي جيڪو پاڪستان جي معيشيت جي انجڻ آهي، تنهن ۾ قومي اسيمبلي جون 20 سيٽون آهن. جنرل مشرف جي وقت ۾ اهڙي نموني سان تڪبندي آندي وئي، جنهن ۾ ڪراچي ڪوڙڪي ۾ ڦاسائي ڪوئن جي حوالي ڪئي وئي. روزاني ڊان جي هڪ رپورٽ مطابق ڪراچي ۾ اين اي 239 کان اين اي 258 تائين ٽوٽل 20 سيٽون آهن، انهن ۾ ڏهه سيٽون اهڙيون آهن، جن ۾ اردو ڳالهائيندڙ آبادي جا 50 سيڪڙو کان مٿي ووٽرز آهن، جڏهن ته باقي 10 تڪن مان ڪنهن به تڪ تي ڪنهن بي لساني توڙي ثقافتي ڌُر جا ووٽ 50 سيڪڙو به ناهن. هڪ هڪ تڪ ۾ سنڌي ۽ پٺاڻ 41 سيڪڙوآهن، پنجابي 9 تڪن تي 14 سيڪڙو کان مٿي آهن، ٽن تڪن ۾ 10 سيڪڙو کان وڌيڪ سنڌي ووٽر آهن، جڏهن ته ڪراچي جي هڪ تڪ ۾ سنڌي ۽ هڪ تڪ ۾ بلوچ زيرو آهن. جڏهن ته اردو ڳالهائيندڙ پنجابي، پشتون هر تڪ ۾ موجود آهن، بلوچ صرف هڪ تڪ ۾ 22 سيڪڙو جڏهن ته باقي سمورن تڪن ۾ بلوچ ڪٿي به 10 سيڪڙو نه آهن. اردو ڳالهائيندڙ سنڌي، پنجابي ۽بلوچ کان سواءِ باقي نسلي اقليتن جا ووٽ 4 تڪن ۾ ويهه سيڪڙو کان مٿي، جڏهن ته 8 تڪن ۾ 10 سيڪڙو کان وڌيڪ آهن. ڪراچي ۾ اردو ڳالهائيندڙ41 سيڪڙو، پنجابي 14 سيڪڙو، پٺاڻ 11 سيڪڙو، سنڌي 7 سيڪڙو ۽ باقي نسلي اقليتون 27 سيڪڙو آهن. اردو ڳالهائيندڙ قومي اسيمبلي جي 17 تڪن ۾ اڪثريت ۾ آهن، جڏهن ته اردو ڳالهائيندڙ تڪ نمبر248 ۾ 8 سيڪڙو، تڪ نمبر239 ۾ 14 سيڪڙو جڏهن ته تڪ نمبر 258 ۾ 10 سيڪڙو آهن. اهي ٽيئي تڪ موجوده قومي اسيمبلي ۾ پ پ پ جي کاتي ۾ آهن. اهو تڪبندي جو نمونو جنرل مشرف جي 2000ع واري دور جي ڊيلميٽيشن جو نتيجو آهي، جنهن دوران هر تڪ ۾ انهي آبادي جا بائينڊنگ فورس جهڙا ووٽ ناهي ڪافي سارا مقصد حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نظر اچي ٿي. 20 مان 17 قومي اسيمبلي جي سيٽن ۾ اردو آبادي جو هڪ مضبوط ووٽ ناهي

مخصوص لساني تشخص رکندڙ ڏر کي ڪراچي جي واڳ ڏني ويئي آهي ۽ ٻين لاءِ اهو پيغام ڇڏيو ويو آهي تہ ايم ڪيو ايم سان نهي هلڻ ۾ سندن ڀلا آهي. ڪراچي ۾ هڪ وقت ۾ متحرڪ پنجابي نسل جي اقيلت کي ائين ايم ڪيو ايم سان جوڙي چپ ڪرائي پنجابين کي پنجابي پختون اتحاد جهڙي سياست کان توبہ ڪرائي ويئي آهي. ٻيو مفاد اهو حاصل ڪيو ويو تہ باقي قومن کي ننڍڙن حصن ۾ ورهائي فيصلائتو ڪردار ادا ڪرڻ جي سگهہ کانئن کسي وئي آهي. ان کانسواءِ اڳ ۾ مذهبي ڌرين ذريعي ڪراچي جي شهر کي جمهوريت ۽ تبديلي جي تحريڪ خلاف استعمال ڪيو ويندو هو پر ان کي بدلجندڙ وقت ۾ ايم ڪيو ايم ذريعي ڪرايو پيو وڃي. ائين بہ ڪيو ويو تہ ڪراچي، جيڪو پاڪستان ٺهڻ کانپوءِ بہ ڪافي عرصي تائين ريڊيڪل سياست جو ڳڙهہ هو انجي اها شناخت ئي ختم ڪئي ويئي.

1970ع کانپوءِ جي ڪراچي جي سڃاڻ رجعت جي ڳڙهہ لينڊ مافيا، ڊرگ مافيا، هٿيار ۽ بارود مافيا کانسواءِ ٻيو ڪجهہ بہ ناهي. ڪراچي هڪ درد جو داستان ۽ هڪ جرم جي ڪٿا بڻجي پنهجي جيون کي پنهنجي ڪلهن تي سجائي يروشلم جي يسوح مسيح جيان مصلوب بڻجي پنهجي صليب کي گهلڻ جي علامت بڻجي ويئي. اها نہ صرف جمهوريت ۽ تبديلي کان ٽڪائي ويئي، بلڪہ سنڌ کان بہ ڪٽجي پنهجي ضمير جي بوجهہ هيٺ جيئندي ۽ مرندي پئي رهي آهي. ملڪ جي رجعتي ڌرين جي منشا تحت ايم ڪيو ايم ڪراچي جي ساهہ جي ناليءَ تي اهڙي لت ڏيئي ويهي رهي، جو سندن مرضي کانسواءِ سندس ساهہ بہ کڻڻ ناممڪن بڻجي ويو. ماضي قريب ۾ تہ اهو تاثر بہ جُڙي ويو جو انهي هٺ ٺوڪئي ايم ڪيو ايمي مينڊيٽ کي ڏسڻ وائسڻ ماڻهن جمهوريت پسندن، انساني حقن جي علمبردارن، ماضي جي سُرخن ايم ڪيو ايم جي مدح سرائي ۾ ڪراچي جي مصنوعي مينڊيٽ کي جمهوريت جو سچ ۽ ڪراچي جي راءِ جو فرمان سمجهيو. پر اهو تہ ڪالهوڪو سچ آهي تہ 2008ع جي چونڊ نتيجن کي تيستائين ميڃڻ کان انڪار ٿيندو رهيو جيستائين ايم ڪيو ايم کي ڪراچي ۾ مرضي واري مينڊيٽ جو سرٽيفڪيٽ نہ مليو. پيپلزپارٽي کي سنڌ جو ايترو مينڊيٽ حاصل هو جو اها اڪيلي سر سنڌ حُڪومت ٺاهي ۽ هلائي سگهي پئي. پر

پوءِ ڪراچي ۾ اها ڏر ڇا ڇا نہ ڪرڻ جو ماضي رکي ٿي، جنهن جو اقتدار جي
حرص ۾ ورتل پي پي پي کي ڪيترو نہ ڏپ هو. انهي ڪراچي کي شانت، رکڻ
جي خوف ۾ بليڪ ميل ٿيڻ جي انتها تڪراري بلدياتي نظام آهي، جنهن
خود سنڌ ۾ پي، پي پي لاءِ حشر جو سامان پيدا ڪري ڇڏيو ۽ اسريءَ ٽائون
حيدرآباد جيءَ ميهاڻي واري ميدان تي برپا ٿيل پيرپاڳاري جي"سبز" شو
سندس آئينده جي سياسي مسقبل کي ڏيجهڙو ڏيئي ڇڏيو آهي.

ترڪي ۽ مصر ۾ تبديلي جون تيز هوائون گهُليون، خطي جي
سياست جا اُلارَ ۽ نقشا تبديل ٿي ويا. جمهور جو آواز طاقت وٺي ويو.
چونڊيل ادارن ۽ عدالتن ۾ اصغر خان جا ڪيس آيا، اين ايل سي جا قصا
ظاهر ٿيا، ريلوي زمين ليز جي اسڪينڊلن سچ تي ڏيکاريو ۽ پوءِ انهن پرده
نشينن جا پردا چاڪ ٿي ويا، جن جي پارسائي ڪانسواءِ بي ڪا شناخت نہ
هئي. پاڪستان ۾ ڪو انقلاب تہ ڪونہ آيو پر پاڪستان ۾ اهي هٿ
هٿيڪا ڪرڻ جي رسم شروع ٿي ويئي، جن ايم ڪيو ايم کي ڪراچي جي
چوڪيداري ۽ مالڪي ڏني هئي. ڪراچي جي ڪنڌيءَ جي لهرن ڪر ڪڻ
شروع ڪيو آهي، ڪراچي جي اکڙين آرس ڀڳو آهي. فيبروري جي مهيني
تائين ڪراچي جي 68 لک ووٽرن ۽ اصلوڪن مالڪن جي سُڃاڻ ٿيڻي
آهي ۽ اينڊڙ ووٽ ۾ پنهنجي ڪراچي جو فيصلو ڪرڻو آهي. انهي فيبروري
مهيني ۾ تيز ساموڏي هوائن ۾ منوڙي جي قلعي کي 173 سال اڳ هڪ
پيرسن، هڪ نوجوان ناريءَ ۽ هڪ ابهم ٻارڙي کان تاج برطانيہ ڪراچي
فتح ڪري شاباس ورتي هُئي. جنهن جي ڊائري هڪ گمنام سپاهي لکي
هئي تہ هڪ ڏينهن ايندو، جڏهن ڪراچي جو بندر ٺهندو ۽ سندس انگريز
ڪمانڊر جي ٻڪري سمنڊ جي تيز هوا ۾ موت حوالي نہ ٿيندي. وقت چڪر
ڪاٽي منوڙي جي ڪراچي کي هڪ نئين موڙ تي وٺي آيو آهي ۽ انتظار
موت نہ بلڪ سنڌ کي آهي، منوڙي جي ڪراچي کي آهي، جن جي ڏکهي
عرصي کان ننڊ پيل، خماريل ۽ گهبرايل اکين ۾ خوابن آرس ڀڳو آهي، جن
آڏو ڏکڻ اولهہ ۾ وشال نيرو هندي سمنڊ نيڻ نهار تائين ٻانهون ڦهلائي سندن
انوکي ۽ نئين مستقبل جو منتظر آهي.

3 سيپٽمبر، 2013

## ”پُوروپيل“ ۾ سنڌ ۾ سيڪيولرازم تي اٿندڙ سوال

اها سنڌ جي لاڙ جي وسندي پنگرئي جي تاريخ جَي معمول کان ڏکي ڪاڙهي جي 6 آڪٽوبر آچر جي انوکي صبح هُئي، جڏهن لاڙ جي ڪلرائي ڌرتي ۾ دفن تيل هڪ لاش بوجهه بڻجي پيو هو ۽ پوءِ سنڌاوگر ڏني، هيانءَ تي طور بڻيل هڪ ڍوندڻ کي اوڳاڇيو ته ان جو نانءُ ڪو بيو نه بلڪ پُوروپيل تي پيو. اهو پوروپيل ڪيترن ڪلاڪن تائين لاڙ جي ڪُلرائي، ڪچ جي ڪڙهائي ۾ ڪاڙهي ۾ ڪڙهندو رهيو. پوروپيل جنهن سان جُڳن کان ڪراهت ۽ نفرت جو داستان ڪو نئون ناهي. اها ئي تيل ڪڙهائي ۾ ڪٽيي بڻجي ڪاڙهي ۾ ديبل بندر تي 715ع واري ڪڙهي ته اڄ سوڏو دم تي آهي، جيڪا دم تان لهڻ جو نالو ئي نٿي وٺي. شاهه لطيف جي مدن سان سنگت ۾ شاعري تي هڪ سيد سڳوري جنهن جو نانءُ ڏيڻ موچڙن کي دعوت ڏيڻ کان گهٽ ڪونهي، ان کان ڪنهن خليفي پڇيو ته جيڪڏهن اسلام ۾ دين اهو آهي، جيڪو توهان ٻڌائين ٿو ته پوءِ لطيف کي ڪهڙي خاني ۾ رکندئو ته انهي مرشد سڳوري فرمايو ته ”ڪنول ئي ته گدلي پاڻي ۾ ٿيندو آهي.“

يعني ته ڪلهوڙن جي بادشاهي ۾ ناپسنديده ۽ مغلن جي آڻ نه مڃيندڙ مت پيد واري سماج جي باغي، لطيف جي عظمت سندس تخليق، سندس ڪردار پاڻ کي عام سان جوڙڻ ۽ ساري سنڌ کي پرين جو پاڇو بڻائڻ ناهي، بلڪ سيد هجڻ ئي سندس عظمت آهي. ڪلهوڙا ويا سنڌ کي واهه جو گدڙن ڪاڏو لڪيو ۽ ڇٽيو. ٽالپرنمل جا پير پيرسني ۾ اچي ڏاڙهي ۾ ڏوتيون لالو لال ڪري هميشه لاءِ غدار قرار ڏنا ويا. لوڪ رمندو رهيو سنڌ ڏسندي رهي. انهن غدارن انگريز آندا. مسلمان تاريخ ۾ هڪ دفعو ٻيهر پاڻ کي ٻئي درجي جو شهري سمجهڻ لڳا. نتيجي اُس ۾ لڪيءَ جي ڌرم شالي ۾ مانجهاندي جو ماڳ نه مليو جنون ۾ انتقام ساڃاهه وڃائي ڇڏي ته سنڌ کي هڪ ڀيرو ٻيهر 712ع جي عهد ۾ وني اچڻ جا عهد ٿيا. نعرا لڳا ۽ واهه جو وقتائتا ۽ ڪارائتا لڳا ته ”سنڌ مان هندو ائين ڪڍيا، جيئن جرمني مان يهودي

نڪتا.“ ۽ پوءِ ائين ئي ٿيو. سنڌ مان هندو ائين نڪتا، جيئن جرمني مان ، يهودي ڪڍيا ويا. الله بخش سومرو جي وزارت عظميٰ هتائڻ جو بهانو ته منزل گاهه جا فساد بڻيا، پر انهي سنڌو ڪپ تي 1939ع ۾ منزل گاهه تي متل مسخري جي نالي ۾ ٽريجڊي جو اڳيون پڙاءُ ۽ سنڌ جي تابوت ۾ آخري ڪوڪو اپريل 1943ع ۾ سنڌ اسيمبلي ۾ ٺنبيو ويو. جيئني سپاهيملاڻي جون اکيون باهه جا اُلا بڻيون، موهن ڪلپنا غداري جي سيج سينگاري ڇڏي ۽ جرمنيءَ مان يهودين جي ڏيهه نيڪالي جيان سنڌ پنهنجي ئي سنڌي کي پچندي، ڪرندي، روز جيئندي ۽ روز مرندي ڏسندي رهي.”ٿرڊ رائخ“ جي تاراج ٿيڻ سان ئي جرمني ۾ يهودي مار لعنت بڻجي ويئي، پر سنڌ مان هندو ڪيڻ جي ڪرت اڃا جاري آهي. هن رياست هندو سنڌي کي گهنشام پرڪاش بڻائي سنڌ نيڪالي ڏئي دهلي پيڙو ڪري ڇڏيو. سنڌ جو ڪراچي، حيدرآباد، سکر ۽ ميرپور خاص سميت سموري سنڌ لاءِ اجنبي بڻجي ويا. سنڌ جي گهوٽڪي، جيڪب آباد، ڪشمور، ڪنڌ ڪوٽ جا ڀاڳيا، ٺلريجا، ڪارڙا، ڇاٻڙيا، لنڊ، آهوجا ۽ گيانچنداڻي ڪيڻ جي ڪرت سان سنڌ ڇايا لڳل آهن. اڄ سوڍو سنڌ مان، هڪڙي سنڌ جي راڄ جي ڀاڄ جو سلسلو زور شور سان جاري آهي.

ستر جي ڏهاڪي ۾ سنڌ ڳاڙها جهنڊا کنيا، اجرڪن جا پٽڪا، کهاڙيون، ڏاتا سندس نعرا، بينر ۽ جهنڊا آدرش بڻيا. شاهه لطيف جا شعر نئين معنيٰ سان سامهون آيا ته اياز ۽ استاد بخاري بڻجي پيا. سنڌ ڪنڌ ورايو ته ڳُنل ڪونج ۾ ولر جي سار نظر آئي، پر سنڌ جي سيني تي ڳاڙهن جهنڊن جي رات صرف رات ئي بڻجي سگهي، نه ڪا پرهه ڦٽي ۽ نه ڪوئي سوجهرو ٿيو نه ڪا سپنن جي ساڀيان ئي ٿي. ڳاڙهن بيرن جي رُت آئي ۽ اُڪري به ويئي ۽ پوءِ ٿيو ائين جو زخمي ڪونج ولر کان اهڙي وڇڙي جو شاهه لطيف جي وائي جو آلاپ بڻجي مومل ٿي، ڪاڪ تي چڙهي، پاڳلن جيان رنيون ڪندي باهه ۾ ڪري پئي ۽ هميشه لاءِ درد جو داستان بڻجي ويئي. سسئي کي ڏونگرن ۾ پنهون نه بلڪ عزرائيل جڏهن ساهه ڪيڻ لاءِ سجاڳ پئي ڪيو ته پوروڙيءَ سسئي ڪيس پنهون سمجهي ويئي. مومل کي راڻو نه مليو ڪاڪ ڪڙهي، وڻ به ويا ته لُڊاڻو به لُوساٽجي ويو مومل ۽ سندس ڪاڪ

خاڪ بڻجي ويا.

ستر جي ڏهاڪي واري سنڌ جو پورڙوپٽو به ڊسمبر 2012ع وقت ڪجھ اٿين ڏٺو. ڏاتن، هتوڙن، اجرڪن ۽ کهاڙين جي ڳاڙهن ڀڄندڙن واري سنڌ پنهجا سمورا جهنڊا ور ۾ ويڙهي جڏهن حيدرآباد جي مياڻي ۾ هوشو جي قتل گاھ آڏو آئي ته سنڌ 712ع، 1943ع ۽ 1947ع جيان هڪ دفعو وري سائي سبز ٿي رهي هُئي. اها سنڌ لطيف کي قبولي به پئي ته ان جو ڪارڻ سندس سيد زادو هجڻ ٿي ته هو. سنڌ سائي سبز ٿي ته آهي، جنهن جو سڏ پراڏو بار بار ڪنن کي ٽڪرائي ٿو ۽ هاڻي ته اڪيون به پسن ٿيون ۽ اها سائي سنڌ جي وسندين ۾ روز پسجي پئي. سچل جي مزار ۾ عرس کي ڏسي اچو. سچو جو عشق به هاڻي ٻُڏو ٿي ويو آهي ۽ سچل صوفي مان پڪو مسلمان ٿي ويو آهي. شاھ عنايت جو گادي نشين جڏهن ڳالھ ڪري ٿو ته عنايت شاھ جي قبر کي ڪوئي جلال نه ٿو اچي. لطيف جي مزار تي ٿيندڙ عُرس هڪ واپار آهي، ان کي هڪ سودو بڻايو ويو آهي، جن هن کي پنائي مان پٽ ڏٺي نه بلڪ حضرت شاھ عبداللطيف ۽ روضه ڏٺي بڻائي ڇڏيو آهي. مٿس ساوا پڙ پون ٿا ۽ سندس مزار کي پُٽ ڏيڻ ۽ من جون مرادون پوريون ڪرڻ وارو ذريعو بڻايو ويو آهي. 712ع ۾ سائي سرسبز ٿيل چانو جي پاڇي ۾ ٿي ته سنڌ ساھ کٽي رهي آهي. سنڌ جي ڳوٺ ڳوٺ ۾ تبليغي جماعتن جو ديرو ۽ جٿي جٿي ڪارآهي، ڪو سوال ڪونه ٿو ٿئي ۽ جيڪو ڪجھ ٻُڌايو وڃي ٿو ان کي سنڌ قبول ڪري وٺي آهي. بازار ۾ جيڪا شئي وڪامندي آهي، ان جي هٽي جو وقت هوڪو ڏيندو آهي.

پاڻ انگريزي ۽ اردو ميڊيا توڙي قومي سياست کي مهٽو ڏيون ٿا ته ان جو رويو تعصباڻو آهي. واقعي رويو تعصباڻو هوندو پر سچ اهو آهي ته لوڪ جيڪو چاهي ٿو اهو ئي ميڊيا ۾ اچي ٿو. عام ماڻهو لوڪ ناهي، لوڪ اهو آهي، جنهن جي سماج تي ڇاپ آهي، جنهن جي ڳالھ ۾ سڪو هلي ٿو جنهن جو وکر وڪامجي ٿو. سنڌ ايڪسپريس ڪانسواءِ باقي اخبارن ۽ ميڊيا "پوري پيل"کي پورو نه بلڪ ڪارو سمجهي اٿين ڪنيو جيئن اهو لوڪ يعني پنگرٿي جا عابد قريشي ۽ خميسو لغاري چاهين ٿا. جنهن کان سپ ڊڄن ٿا. نتيجي ۾ سنڌ جي قومپرست سياست جو ردعمل ميار لاهڻ جهڙو

آهي تہ دلير ناني ۽ بهادر امڙ جي اولاد بلاول ڀٽو جو بيان ڀاڙيائپ ۽ موقع پرستي جو زبردست مثال آهي.

جڏهن ڀوري ڀيل جي الميي اخبارن ۾ جاءِ والاري تہ ڪجھ ساڃاھ وندن، جيڪي 712ع واري سنڌ جو سڏ پڙاڏو آهن، انهن منجھ بحث ڇڙي پيو ۽ پوءِ اها ڳالھ چئي تہ قبول ڪئي ويئي تہ مسلمانن جي قبرستان ۾ غير مسلم جو پورڻ جائز ناهي. ائين ڀوري ڀيل جي لاش کي قبر مان ڪڍي بيعزت ڪرڻ عين اسلامي آهي. اسلام انهي جي اجازت تہ ڏئي ٿو تہ غير مسلم سان هڪڙي ڇت هيٺ رهي جيون گهاري سگهجي ٿو، پر موت ڪانپوءِ سنڌن شريرهڪ قبرستان ۾ گڏ نٿو رهي سگهي. اهو قبرستان جنهن کي دان ڪرڻ وارو بہ ڪو مسلمان ناهي ۽ جتي اڳ ۾ ئي ڪجھ ڀيل دفن بہ ٿيل آهن. اڄ جي سنڌ انهي ڏگر تي هلي پئي آهي، جنهن پنڌ تي باقي مسلمان هلي رهيا آهن. جڏهن تہ لطيف ۽ سچل جو اصلوب واپس ڪرڻ جي ڳالھ تي رهي آهي.

پاڪستان جي عمر تہ صرف 66ع سال آهي. چون ٿا ان جي ٺهڻ ۾ قانون ۽ جمهوريت جي چاڙهو محمد علي جناح جي آئيني، قانوني ۽ جمهوري جنگ جو وڏو عمل دخل آهي. انهي جمهوري بنياد تي ٺهندڙ ملڪ ۾ عوامي جمهور جي واپسي ۾ هزارين جانين جا رت جا ڏيئا ٻارڻ پٽيا. نظير عباسي جو بي گورو ڪفن لاش قبر ۾ پڪاري رهيو آهي، پر برگيڊيئر امتياز اڃا زنده آهي. ذوالفقار علي ڀٽي جي ڳڙهي اڃا اُجاري آهي، پر سندس قتل جا جوابدار اڃا آزاد آهن. جمهوريت جي اڌوري واپسي لاءِ بينظير کي چاڙهي واڙهي موت جي منهن ۾ ويٺو پئجي ويو. اڄ جي سستي ۽ بي فيض جمهوريت جو ملھ ايڏو مهانگو آهي تہ پوءِ 712ع کان 5 آڪٽوبر 2013 تائين لوڪ جي ريت پٽيل روش ۾ جڏهن لاڙ جي پنگريءَ جي ڪلراٺي ڌرتي ڀوري ڀيل جي لاش کي اوڳر ڏيئي چوٽوڪاري ڇڏيو. انهي سنڌ جي اصلوب جي واپسي ۽ لطيف کي سيد کان سواءِ سندس حقيقي سڃاڻ جي واپسي جي قيمت ڪيڏي وڏي هوندي، ڪنهن شايد نہ سوچيو آهي. ڪنهن ۾ همت آهي تہ رت جو ايڏو ۽ اهڙو رت جو دريا پار ڪري ڏيکاري، اهڙا همت جنهن جو بيو نالو خودڪشي آهي، جنهن ۾ صرف رياست ۽ سياست سان جهيڙو ناهي، بلڪ ٺٽي، بدين، دادو ۽ ڄامشوري ۾ بہ جهيڙو آهي، جتي اها سوچ پڪي پختي ٿي ويئي آهي تہ مدن

فقير جي لطيف سان سنگت اجائي هُئي ۽ پوري پيل سميت ڪنهن غير مسلم جي تدفين مسلمانن جي قبرستان ۾ جائز ناهي. اها جنگ وڙهڻ جي ڳالهه تي رهي آهي، جيڪا سنڌ تيرهن سئو هڪ سال اڳ ديبل جي بندر آڏو محمد بن قاسم هٿان هارائي چڪي هئي ۽ ڌرتي لاءِ ساهه ڏيئي ڪجهه نه ڇڏي ويندڙ ويچارو ڏاهر ڪافر سڏي ماريو ويو هو ۽ سنڌ ڏسندي رهجي ويئي.سنڌ پوري پيل جي ڪاري ڪيل لاش لاءِ جاءِ نه ڏني، پر ڪيس ڪيترا ڪلوميٽر پري پنگاڻ ۾ پنهنجن کان ڏار اوپري وسندي ۾ مڙيوئي بس پوريو ويو ۽ سنڌ انهي هُش ۾ خوش رهي ته سندس قبر تي ڪهاڙي واري سن جي سيد وارو ڳاڙهو جهنڊو لڳي ويو آهي ۽ پيل کي سنڌ جي مالڪي ملي آهي.

. سوشل ميڊيا تي به هڪ ڪمزور مهم شروع ٿي ويئي آهي ته "مان پيل آهيان". سنڌ ائين نڪري پئي، جيئن 27 ڊسمبر 2007ع ۾ هڪ قتل تي نڪتي هُئي، هڪ زوردار رڙ ڪنن جا پردا ڦاڙي گونجار بڻجي ته "هائو مان پيل آهيان"، جيڪو 712ع کان اڳ جي ورثي جو به وارث آهي، تڏهن ئي سنڌو جي الهندي ڪپ تي آباد وسندي سيتا ۾ ڪنهن پاڳل کي تيلي نه لڳي سگهندي ۽ پنگرئي ۾ ڪنهن پوري کي ڪارو ڪري قبر مان ڪڍي قيامت برپا ڪرڻ جي ڪا همت نه ٿي سگهندي.

12 آڪٽوبر 2013

# "پنجابي، مذهبي قومپرستي"
# واري اتحاد جو الميو

پاڪستان ۾ سياست جي تبديلي جي اسپيڊ راڪيٽ جي اسپيڊ کا بہ تيز ٿي ويئي آهي، اها اسپيڊ سٺي آهي يا بُري، انهي بحث کي پاسيرو رکندي چئجي تہ پيپلزپارٽي جي حڪومت کي الوداع ٿيندي ڪي چار مهينا ٿيا آهن. پر انجي مقابلي ۾ بيٺل اتحاد جنهن جو نالو پاڪستاني، پنجابي ۽ اسلامي نيشنلزم هجڻ گهرجي، اهو پاڻ سان جهيڙي رهيو آهي. جنهن جو تازو مظهر نوازليگ جو باقي سياسي ڌرين سان گڏجي قومي اسيمبلي ۾ اها متفقہ قرارداد آڻڻ آهي تہ عدالت ۽ اليڪشن ڪميشن پاران ڏنل تاريخ تي مڪاني چونڊون ڪرائڻ ممڪن ناهي. "پارليامينٽ ئي سپريم آهي"واري ڳالهہ گڏريل ڏينهن چيف کي نہ وڻي هُئي، انهي ڏوهہ ۾ يوسف رضا گيلاني وزارت عظميٰ جي ڪرسي وڃائي هُئي، ساڳي ڳالهہ سُرباتن ۾ اڄ سعد رفيق سميت سموري نواز ليگ ڪري رهي آهي. بلڪہ هاڻ تہ وڏي واڪي چيو پيو وڃي تہ اعليٰ عدالتون حڪومت ڪرڻ ئي نٿيون ڏين. ڪوبہ آرڊر جاري ڪرڻ کان اڳ هزار ڀيرا بار سوچڻو پوي ٿو تہ متان عدالت ڪنهن جي اپيل تي اسٽي جاري نہ ڪري ۽ ڪم ئي رُلي ويندو. چيف جي اصل ۾ ناراضگي هڪ ڪيس دوران عدالتي رولنگ ۾ بہ ظاهر ٿي رهي آهي تہ "ملڪ ۾ حڪمرانن جي مٿن مائٽن، ڀائيٽين، ڀاڻيجن، سئوٽن ماساتن ۽ نائين جي حُڪومت آهي." اها راءِ ڪنهن يادگيري ۽ اشاري کان وڌيڪ هڪ زوراٽتو حملو آهي. ملڪ جي دفاع واري سيڪريٽري 164 ڪري جان ڇڏائي تہ ڇانوڻين ۾ موجود علائقن ۾ مڪاني چونڊ ڪرائڻ سندس اختيار نہ آهي، پر هو توهين عدالت جي پڪڙ ۾ اچڻ ڪانپوءِ حڪومت جي راهہ يعني ميان نوازشريف جي راهہ ۾ ڪنڊا وڇائي ويو آهي. چيف سان لاهور هائيڪورٽ بہ پٺ ٻڌجي ساٿس همراهي جو اعلان ائين

ڪيو تہ پنجاب حڪومت پاران صوبي ۾ غير جماعتي بنياد تي مڪاني چونڊ جي قانون کي غلط قرار ڏئي ڇڏيو ۽ جماعتي بنياد تي ُچونڊ ڪرائڻ جو فرمان جاري ڪيو.

ڪاوڙ جا ڪارڻ تہ ٻيا بہ ٿي سگهن ٿا، پر جنهن طريقي سان بلدياتي چونڊ ۾ عدليہ ۽ حڪومتن وچ ۾ ڇڪ ڇڪان ۽ رسا ڪشي هلي پئي، ان جو مقصد چونڊ شيڊيول کي گهٽ ۾ گهٽ ڊسمبر 2013 کان پوءِ تائين ملتوي ڪرائڻ آهي، ڇو تہ ڊسمبر 2013 جو مهينو پاڪستان جي تاريخ ۾ هڪ ڪارساز مهيني طور ياد ڪيو ويندو جنهن کان اڳ بلدياتي چونڊ تي هيڏي مُتاڪت ۽ آرڊر جاري ڪرڻ باوجود هٿئين خالي رهجي وڃڻ ڪنهن الميي ۽ ڏيڇهڙي کان گهٽ ناهي. سال جي پڇاڙي ۾ چيف کي رُخصت ٿيڻو آهي، جڏهن تہ سيپٽمبر ۾ ملڪ جي سياست جو تڪراري ڪردار آصف زرداري بہ اقتداري ايوان کي الوداع چئي ويو ۽ حيرت آهي تہ آصف زرداري، جيڪو ملڪ جي سموري سياست ۽ خود پنهنجي پارٽي ۾ تمام گهڻو تڪراري رهيو انهي جي رخصتي ماناٽني طريقي سان ٿي آهي. سندس صدر جي ڪردار تي لاتعداد تبصره ۽ هاڪاري بحث ٿيا تہ هن ڪهڙي ريت پارليامينٽ کي پنهنجا اختيار منتقل ڪري ڇڏيا، سندس سڀ کان اهم سياسي حريف نواز شريف سندس مانُ ۾ الوداعي پارٽي ڏني ۽ سندس انهي ڪردار کي ساراهيو. گڏوگڏ سندس ٿڌي مزاج جي واکاڻ ڪئي.

ملڪ جي چيف آف آرمي اسٽاف جنرل پرويز اشرف ڪياني جي بہ هلندڙ نومبر مهيني ۾ رخصتي ٿيڻ وڃي پئي. سندس دور جي پڇاڙي تي سندس جهولي ۾ ميڊيا لاءِ داغ ڳولڻ اجايو ڪم آهي، ڇو تہ ايڏي طاقت واري عهدي کي ڇڏڻ ئي گلا جي گهانگهي کان بچڻ لاءِ ڪافي آهي. پر ملڪ جي مشهور چيف (افتخار چوڌري) جي رُخصتي شايد مختلف انداز ۾ ٿيڻ وڃي پئي، جيڪا ملڪ جي انتهائي تڪراري شخص ۽ سندس حريف آصف زرداري جي پيٽ ۾ بنهہ مختلف نظر اچي ٿي. آصف زرداري جنهن جي پارٽي فڪري ۽ نظرياتي پسمنظر ۾ نواز ليگ ۽ چيف جي پاڪستاني، پنجابي ۽ اسلامي قوم پرستي کان مختلف آهي.

پيپلزپارٽي جي فڪر جو مخالف فڪر، سوچ ۽ اتحاد، جيڪو 80 جي ڏهاڪي کان ملڪ ۾ مسلسل وڌي رهيو آهي، انجي وڌي واڌ ڪانپوءِ ائين انتشار جو شڪار ٿيڻ نئين بحث کي جنم ڏيئي رهيو آهي. انهي فڪر جو فطري اتحادي، اهم جوڙيوال عمران خان هو جنهن جا لاڳاپا ٻه چيف ۽ سندس عدليه سان 11 مئي 2013 کان اڳ جهڙا نه رهيا آهن. عمران خان پاران قومي اسيمبلي جي چئن تڪن جي آڱوٺن جي چڪاس اجا آڱوٺي هيٺ آهي ۽ ڪيس اجا به آڱوٺو ڏيڪاريل آهي. توڙي جو عمران خان جي ڪاوڙ کي پنهجي سٺ جي غلطي سمجهي عدالت ڪيس درگذر ڪري پاڻ کي ڏر ۽ تڪراري بڻائي ڇڏيو پر عدالت ۽ سندس فڪري جوڙيوال ۾ معاملا صاف ناهن. جنهن جو نتيجو اهو نڪتو ته ملڪ جي سياست ۾ هڪ ديو جهڙو اثر رکندڙ چيف جو حمايتي هاڻ ڳولي نٿو لڀي. گذريل پنجن سالن ۾ پاڪستان جي منظرنامي ۾ اها وڏي تبديلي آئي آهي. انهي چيف ۽ انهي فڪر تي وارَ عاصمه جهانگير به جاري رکيو پئي اچي، جنهن جو هڪ مظهر سپريم ڪورٽ بار ۾ چيف جي حامي پينل جي بدترين شڪست ۾ به پسي سگهجي ٿو. انهي فڪر جو هڪ اهم اهڃاڻ طالبان ۽ نواز ليگ ۾ بدگماني جو وڌڻ کان پوءِ دشمني ۾ تبديل ٿيڻ ۾ به آهي.

موجوده حڪومت انهي مڳي ۽ عزم سان آئي هُئي ته پنهجي سنگت طالبان کي رام ڪري سگهجي، پر اهڃاڻ ابتڙ نظر اچي رهيا آهن. توڙي جو چوڌري نثار ڪوشش ڪئي ته هزارين بيگناهه شهرين جي سفاڪ قاتل طالبان اڳواڻ حڪيم الله محسود کي هيرو ڪري پيش ڪيو وڃي، پر طالبان ۽ سندن نئين چونڊيل امير نه رڳو حڪومت سان ڳالهيون ڪرڻ کان انڪار ڪيو بلڪ بنا ڪنهن رک رکاءُ جي چئي ڏنو ته حڪيم الله جو موت آمريڪا ۽ پاڪستان حڪومت جي ڳنجوڙ جو نتيجو آهي. مُلا ريڊيو جي نالي سان مشهور طالبان جو نئون امير مُلا فضل الله سوات جي مولانا صوفي محمد جو ناٺي آهي. هن ڳالهين کان نپ انڪار ڪندي اعلان ڪري ڇڏيو ته طالبان جي ايندڙ حملن جو نشانو پرامن پنجاب ۽ نواز شريف جي حڪومت جا ڪارنده هوندا. عمران خان ۽ نواز شريف طالبان تان گهور پيا

وجن، پر طالبان جي اهڙي نياپي معاملن کي مُنجهائي ڇڏيو. حڪيم الله محسود کي هيرو نہ سمجهڻ وارن فيس بوڪ تي طالبان جي سفاڪي ۽ درندگي جو سامان سجائي رکيو آهي، جنهن ۾ طالبانن کي فوجي جوانن جا سر قلم ڪري شهيد ڪندي ڏيکاريو ويو آهي. ان ڪانسواءِ ملڪ جي ايجنسين، طالبان ۽ غير ملڪي ادارن سان الڳ الڳ راند ڪيڏندڙ جهاد افغانستان ۾ وڏو ڪردار ادا ڪندڙ ڪرنل امام جي ظالماڻي قتل واري وڊيو بہ فيس بوڪ تي موجود آهي، جنهن ۾ جهاد ۽ اسلام جي ڏکمي راڳ ڳائڻ ڪانپوءِ حڪيم الله محسود ڪيس بيرحميءَ سان قتل ڪري رهيو آهي.

توڙي جو سوات جي طالبان رهنما ۽ سوات مان پاڪستان جو جهنڊو لاهيندڙ ملا فضل الله جي طالبان جي امير طور مقرري، هڪ انساني جذبن کان خالي، سفاڪ ۽ بيرحم اڳواڻ جي حيثيت سان ان ڪري اهميت واري آهي جو طالبان وڌيڪ اڪيلائي جو شڪار ٿيڻ واري رستي تي هلندا. ان ڪانسواءِ هي بہ اهميت واري ڳالهہ آهي تہ، طالبان مزاحمت ۾ ڪرنگهي جي هڏيءَ واري حيثيت رکندڙ محسود قبيلي مان نئين امير جي مقرري نہ ٿيڻ مان ظاهر ٿئي ٿو تہ هاڻي شايد طالبان کي اتر وزيرستان ۾ اها حمايت نہ ملي، جيڪا بيت الله محسود ۽ حڪيم الله محسود جي وقت ۾ کين حاصل هئي.

هڪ پاسي فڪري هم خيالن عمران خان ۽ نواز شريف وچ ۾ وڌندڙ ويڇا انهي فڪر واري لڏي لاءِ پريشاني آهي، تہ ٻئي پاسي نواز شريف ۽ طالبان ۾ وڌندڙ فاصلا بہ سندن لاءِ ڪنهن خوف کان گهٽ نہ آهن. انهي سوچ لاءِ خراب ڳالهہ هي بہ آهي تہ، جهڙي انداز ۾ مُلا فضل الله جي طالبان جي امير طور چونڊ ٿي آهي، اها پاڪستان جي رياست سان بغاوت جي چارج آهي. هن سري عام پاڪستان جي جهنڊي جي بيحرمتي ڪئي، ۽ فوج جي سپاهين جون سِسيون وڍيون. ان ڪري ئي جنرل ڪياني جي ڪمان هيٺ ڪم ڪندڙ فوج سوات آپريشن ڪانپوءِ مُلا ريڊيو مٿان 5 ڪروڙ انعام بہ رکيو هو.

طالبان پاران ڳالهيون نہ ڪرڻ، رياست سان وڌيڪ جهيڙڻ ۽ نواز شريف کي سندس پرامن پنجاب ۾ ڇ؟لينج ڪرڻ ڪانپوءِ پيپلزپارٽي جي

رهنما ۽ قومي اسيمبلي ۾ مخالف ڌر جي اڳواڻ خورشيد شاهہ جو ردعمل بہ سامهون آيو آهي تہ نواز حڪومت جيڪو بہ لائحہ عمل جوڙيندي، پيپلز پارٽي ساڻن گڏ آهي. هونئن بہ طالبان رهنما جي قتل تي نسبتاً معتدل، عقل وارو، انسانيت وارو ۽ فضيلت پريو ردعمل بہ صرف سنڌ مان ئي آيو آهي. سنڌ اندر مذهبي حلقن جي ترجمان جماعت سني تحريڪ بہ حڪيم الله جي قتل تي سنڌ جي عوامي ردعمل جي ترجماني ڪئي آهي. سنڌ نہ رڳو انهي قتل کي هڪ سفاڪ شخص جو قتل قرار ڏنو آهي. بلڪ پيپلز پارٽي جي سربراهہ بلاول ڀٽو جنهن جي پارٽي جي سياسي طاقت جو مرڪز سنڌ آهي، هن بہ انهي قتل کي هڪ ظالم جو قتل قرار ڏيندي ڪيس شهيد ڪوئيندڙن کي خبردار پڻ ڪيو آهي.

آڪٽوبر مهيني ۾ پوري ڀيل جي لاش جي بيحرمتي کي جهڙي طريقي سان سنڌ پنهنجي ورثي ۽ تاريخ جي بحرمتي طور پيش ڪيو آهي، اهو مظهر بہ عجيب و غريب خطي جي ڏِک ڏيندڙ پاڪستان ۾ غيرمعمولي ڳالهہ ڪان گهٽ نہ آهي. پاڪستان جي رياست جنهن فلسفي تي ڪاربند آهي، انهي فلسفي جي ڪڍ جيڪا پوک پوکي ڪيپ تيار ڪئي ويئي، اها ڪيپ ئي هن رياست جون پاڙون ڪمزور ڪرڻ ۾ مصروف آهي. جنهن جهادي فڪر جي آبياري ٿي، اهو وڻ ايڏو تہ وشال ٿي ويو جو ان جي شاخن، تارين ۽ لامن جو بوجهہ انهي وڻ جي ٿُڙ کان برداشت نہ ٿي سگهڻ جو ڪارڻ پاڙُن جو پاتال مان ٽٽڻ آهي.

ٿڙ تي بار پيل انهن شاخن، تارين ۽ لامن کي ڪاٽڻ لاءِ ڪتب ايندڙ ڪهاڙو سنڌ جي صورت ۾ موجود آهي، پر هن وقت انهي ڪهاڙي کي وقت جو زنگ لڳي ويو آهي ۽ اهڙين قوتن جي هٿ ۾ آهي، جنهن انهي ڪهاڙي کي تاريخ جي حق ۾ استعمال ڪرڻ بدران اقتدار جي حاصلات لاءِ هڪ ڏاڪڻ طور استعمال ڪيو آهي.

اسٽيبلشمينٽ جو هڪ حصو جاٺايل فڪر کان ڇڄي ڪيترو ڌار ٿيو آهي، اهو هڪ سوال آهي. پر اصل ۾ ان فڪري، نظرياتي ۽ سياسي جنگاڻ ۾ جنهن فڪر ۽ سوچ جي ضرورت آهي، ان جو مرڪزي

ڪردارسيڪيولر سنڌ کان ٻاهر ناهي. روايتن کي امين ٻڌائجي ته جيڪڏهن ڪنهن مک پارٽي جو ڪردار به انهي دهشت، انتها پسندي، مذهب جي نالي ۾ غنڊه گرديءَ خلاف بيهي ٿو جيڪا ملڪ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ موجود آهي ته اها 1968ع ۽ 1969ع جي انقلابي اُڀارن مان جنم وٺندڙ ذوالفقار علي ڀٽو جي سيڪيولر ۽ سماجي تبديلي جي نعري واري پيپلزپارٽي ٿي آهي، جنهن کي هن ملڪ جي عوام سندس غير عوامي ڪردار ڪارڻ تياڳ ته ڏنو آهي، پر سندس من جو راڱو اجا ڪو ٻيو نه ٿي سگهيو آهي.

10 نومبر 2013

# لطيف ۽ اڄ جي سنڌ

سماج ۾ مروج ريتون رسمون ڏاڍو دير سان تبديل ٿين ٿيون ۽ ائين سماج محاوي هيرو به هڪ ديو مالا ڪردار بڻجي عوام لاءِ اتساهه جو ڪارڻ بڻجي سماج تي راڄ ڪندا آهن.اهي هيرو جيڪڏهن عوام لاءِ هاڪاري ڪردار ادا ڪندا آهن ته لازوال بڻجي ويندا آهن. هٺ ٺوڪيا هيرو محمد بن قاسم بڻجي عوام جي دلين تان ميسارجي ويندا آهن، جڏهن ته عوامي امنگن جا ترجمان شاهه لطيف بڻجي سنڌ جي عوام جي دلين تي راڄ ڪندا آهن. جن جو خيال ۽ فڪر تبديلي هيٺاميدن ۾ جيئندڙ مخلوق لاءِ مسلسل اتساهه جو ڪارڻ هجي ٿو.تبديلي جي اميد ۾ اها مخلوق پوءِ انهن هيروز کي عجيب وغريب قسم جا مفهوم ۽ معني ڏيندي آهي ۽ ڪين انوکي قسم جا ويس اوڍائي ڪين مايوسي جي غيرانقلابي عهد ۾ پيرفقير بڻائي ڪانئن من جون مرادون پوريون ڪرائيندي آهي.رجعت هيٺ ساهه کڻندڙ سماج ۾ تبديلي، سماج ۾ اڻ برابري خلاف جدوجهد جا انقلابي خيال گناهه ليکيا ويندا آهن، ليڪن عوام جي دلين تي راڄ ڪندڙ لطيف جهڙن هيروز جو فڪر ٻُڌي ۽ ٻُڌائي سگهبو آهي. خدا جي خلق روايتن منجهان ٿي پنهنجي خيالن ۽ روايتن ۾ آباد هيرو منجهه پنهنجا مسيحا تلاش ڪندي آهي.جيئن ڪارل مارڪس چيو آهي ته "پيڙهيل ماڻهو پنهنجي روايتن جا قيدي هوندا آهن.هو مسيحا جو انتظار به ڪندا آهن، ليڪن پنهنجن خيالن ۾ آباد هيرو کي پنهنجي مرضي ۽ خواهش جا نوان ويس وڳا پارائي ڪين ياد ڪندا آهن، سندن مقدر ۾ تبديلي سندن خيال مطابق اتان ئي ٿيڻي هجي ٿي ۽ جيستائين انهي روايت کي وقت جي ڪا سگهي ۽ وڏي وير گهر پيڙو نٿي ڪري، سماج ۾ موجود روايتن ۽ ڪردارن ۾ عوام پنهجو مسيحا به تلاش ڪري ٿو ۽ انهن جي ڪيد به لڳي ٿو."

سنڌ ۾ اهڙي هڪ روايت ۽ هيرو شاهه لطيف آهي، جيڪو توڙي جو اڄ جي جهان ۽ ميڊيا ۾ حضرت شاهه عبداللطيف رحه جي صورت ۾ سامهون

آنديو وڃي، جنهن جي نانءُ جو وڪر هڪ جضرت، پير، ولي ۽ بزرگ سندس روضي جي صورت ۾ سامهون آهي، ليڪن جنهن جو اصلي ۽ حقيقي تعارف اڄ جي ماڻهو خاص طور سنڌ جي نوجوان کان بنهه اوجهل آهي. شاهه لطيف جنهن جي شاعري ۾ مليل پيغام نه صرف آفاقي آهي، پيڙهيل طبقن جو آواز آهي، بلڪ اهو سمورين نفرتن ۽ ڪدورتن کان آزاد آهي. سنڌ جنهن ۾ اڄ سيتا جهڙي پرامن وسندي ۾ ڪنهن مجذوب کي پيٽرول هاري ساڙيو وڃي ٿو پنگرئي ۾ ڪنهن پوڙي پيل جي لاش کي اباڻي قبرستان مان ڪيڍي گهلي، بيحرمتي ڪري ڦٽو ڪيو وڃي ٿو سيڪيولر سوچ رکندڙ ماڻهن کي سوچي سمجهي ڳالهائڻو ۽ لکڻو پوي ٿو ته ڪٿي ڪا تهمت لڳائي جيئڻ جنجال نه ڪيو وڃي ۽ اهڙي بدعت جنهن جا آنڊا گونڊا وري سياست ۽ فڪر سان ڳجڙيل پئي رهيا آهن. تنهن بين ماڻهن سميت خود رياست ۽ ان ۾ ڪم ڪندڙ نسبتاً آزاد خيال سياست کي سرجي لاٽي ڏني آهي. انهي جنگ مان نڪرڻ جون راهون تلاش ٿي رهيون آهن. هتي اها ڳالهه اهميت جوڳي ته سماج ۾ موجود هيرو ۽ روايتن سان خدا جي خلق جيڪڏهن ڳجڙيل آهي ته اتي ڪارگر هٿيار اهي هيرو آهن، جيڪي ماڻهن جي دلين تي راڄ ڪن ٿا. شاهه لطيف جي شاعري ۽ فڪر اهو ڪارگر هٿيار آهي، جنهن سان ماڻهن ۾ موجود رجعت خلاف جهيڙو ڪري ۽ کٽي سگهجي ٿو لطيف نه رڳو مذهبي هم آهنگي جي ڳالهه ڪري ٿو انساني آزادي ۽ نجات جو پيغمبر آهي ۽ عورت جي آزادي جو علمبردار آهي، بلڪ محبت جي رشتن جو سونهون پڻ آهي. سوا ٽي سئو سال اڳ جنهن ماحول جو شاهه لطيف ذڪر ڪري ويو آهي، سنڌ اڄ به ذري گهٽ ساڳين ئي چيلينجن کي منهن ڏئي رهي آهي. اڄ جڏهن لطيف جي 270هين ورسي ميلي جي صورت ۾ ملهائي رهي آهي، تڏهن به شاهه جي شاعري ۽ سندس فڪ، متي ذڪر ڪيل براين ۽ بيمارين خلاف ڪامياب هٿيار جي صورت ۾ موجود آهي، ڇوته عوام انهي جي نانءُ تيل شاعري کي قبول ڪري ٿو جڏهن ته بديءَ جون قوتون وري لطيف جنهن جي سنڌ جي سماج تي گهري ڇاپ آهي، ان خلاف سامهون نه بيهي سگهنديون. مذهبي دهشتگردي ۽ مخصوص فرقي جي سوچ هيٺ زبردستي ساهه پوساٽيندڙ رياست ۾ اسلام هڪ مخصوص سوچ جي

عملداري جي صورت ۾ سامهون آندو ويو آهي. پر لطيف انهن پارسائن، پاڪباز ۽ پرديدارن جي پيٽ ۾ ڪنهن ٻئي طرف ٻيڻل نظر اچي ٿو. جڏهن هو چوي ٿو:

سي سٽيون ٻن ٻون، جي ويڙهيو ويڙهن پاڻ کي،
سي لنڊيون لڪ لهن، جنين عالم آسرو.

شاهه جي فڪر سان سلهاڙيل سندس لاتعدا ۽ لازوال شاعري آهي، جنهن ذريعي رجعتي سوچ ۽ بدعت خلاف جنگ جو ٿي سگهجي ٿي، جنهن طالبانيت جو روپ اختيار ڪري سماج ۾ ساهه ڪڍڻ مشڪل بڻائي ڇڏيو آهي. اڄڪلهه سنڌ جي ڳوٺ ڳوٺ ۽ وستي وستي ۾ تبليغي جماعتن جو ديرو آهي، جيڪي مسلمانن کي نئين سر مسلمان ڪري اصل ۾ انهي اسلام جي ترويج ڪري رهيا آهن، جنهن جو حقيقي ۽ هتان جي مسلمان جي سوچ، خيال ۽ فڪر سان ڪوئي واسطو ڪونهي، جيڪو ميثاق مدينه ۽ لڪم دينڪم ولي دين جي اصول تي ڪاربند رهي مذهبي هم آهنگي جو باعث پئي رهيو آهي. لطيفي فڪر ۾ تبليغي قسم جي سوچ بجاءِ مذهب هر ڪنهن جو ذاتي معاملو آهي جي ڳالهه ٻڌايل آهي ۽ پيغام اهو آهي ته الله کي پاڻ ۾ ڳوليو رولڙا نه ڪيو.

جي پانئين جوڳي ٿيان ته رِلي ڪٽي نه رُل،
ويڙهي ويهه وجود سان سندو هيڪڙائي هل
آهين پاڻ املهه چو ٿو پنين پينانگن ڪان.

اڄ جي سنڌ نه رڳو مذهبي بنيادن تي تقسيم ٿي رهي آهي، بلڪ سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ فرقيواريت، سني، شيعا، وهابي جو راڳ آلاپجي رهيو آهي. سنڌ نئين سر قبيلن ۽ ذاتين جي بنياد تي ويڇا قائم ڪري ورتا آهن، جيڪو چئلينج سنڌ آڏو اڄ ٻيهر اٿيو آهي، جيئن 300 سال اڳ هو.

سنڌ محبت جي زمين ۽ رواداريءَ جو وطن ته هئي، پر سنڌ اڄ جنهن ڏاڍ ۾ وڏيره شاهي هيٺ ساهه پئي کڻي، ان تي جيترو پڻ ڪو ڪجهي اوترو گهٽ آهي، ڇو ته اسان جي نصابن مان شاهه جو فڪر ڪي بهتر نمونې جاءِ نه ملي سگهي آهي ۽ پاڻ ڪانئس ڪوهين ڏور هليا ويا آهيون. الميو هي به آهي ته پاڻ تبديلي جي اهڃاڻ سنڌ جي لطيف کي سمجهيو ئي نه آهي.

هلو هلو ڪوريئين نازڪ ڇن جو نينهن،
نڪا رات نه ڏينهن، سڀ ڪا پسي پرين کي.

****

هلو هلو ڪاڪ تڙ جت پلجي نينهن
نڪا رات نه ڏينهن، هر ڪا پسي پرينءَ کي.

****

هلو هلو ڪاڪ تڙ جتي نيهن اُڇل
نڪا جهل نه پل هر ڪا پسي پرينءَ کي.

****

هلو هلو ڪاڪ تڙ جتي نينهن پچار
ڪانهي ٻي تنوار هر ڪا پسي پرينءَ کي

****

شاهه لطيف جي شاعري ڪيتري سگهاري ۽ همه گير آهي، ان جو اندازو سندس شاعريءَ کي پڙهڻ ۽ سمجهڻ ڪانپوءِ ئي ٿيندو. پر ماڻهن آڏو اهو لطيف آڻڻ جي ڪوشش ئي نه ڪئي وئي آهي، جيڪو سماج ۾ ڏاڍ ۽ جبر، مذهبي نفرت ۽ دين ڌرم جي نالي تي ورهاڱي کان آزاد ٿي جڏهن ڪراڙ ڪپ تي تنبوري جي تار تي هٿ رکندو هو ته ڪراڙ جي ڪنڌي تان اُڀريل سرگم جو واس ڪاڪ ڪنڌي کان ڪوهين ڏور پکڙجي ويندو هو. سندس ڪنيات ۽ ساموندي جا سر جهونا ڳڙهه ۽ گرنار تائين رقص ڪندا هئا. انهي اثر جي ڪري نصاب مان لطيف گم هجڻ باوجود حقيقي لطيف گيڙو ويس اوڍيل فقيرن جي دلين ۾ آباد آهي، پر هر عام ماڻهوءَ تائين پهچي ناهي سگهيو. اڄوڪي رياست ۽ سنڌ مخصوص سياسي مذهب جي چنگل ۾ قاتل آهي، جنهن جو اظهارِ ندامت هاڻي اهي به ڪن ٿا، جن اهڙي مذهبي سياست جي آبياري ڪئي هُئي. اهڙي جهنجهٽ، جنهن جو نالو طالبانيت پئجي ويو آهي، انهي مان جند ڇڏائڻ لاءِ ان جي مخالفت ۽ الڳ مذهبي رجحان کي اڳتي آڻڻ جي حرڪت به پئي ٿيندي رهي آهي، هڪ مذهبي رجحان کي ڪمزور ڪرڻ لاءِ ان جي مقابلي ۾ ڪنهن ٻئي مذهبي رجحان کي استعمال پئي ڪيو ويو آهي، پر اهو طريقو فائدي ۽ لاڀ بجاءِ هاڃيڪار ثابت پئي ٿيو

آهي. پيپلزپارٽي جيڪا پنهنجي افعالن سان گڏ طالبانيت جي به ٽپايل آهي، انهي پارٽي جي نوجوان ليڊر بلاول ۽ سندس ڀيڻ سنڌ فيسٽيول جي اعلان کانپوءِ لطيف جي صوفي فڪر کي طالبانيت خلاف هڪ هٿيار قرار ڏيئي رهيا آهن. هو انهي ۾ ڪيترو سنجيده آهن، سو ته وقت ٻڌائيندو پر هو گهٽ ۾ گهٽ اهو ته ڪري سگهن ٿا ته لطيف کي سنڌ وطن جي اسڪولي نصابن ۾ مناسب نمونې شامل ڪرائين. جيڪو اڄ به سنڌ جي اکين کان اوجهل آهي، اها پارٽي پنهنجي پروگرامن ۾ لطيف کي ائين شامل ڪري، جو سنڌ جي اڄ ڏوجهرن مان جان ڇُٽي پوي، جيڪا طالبانيت جي شڪل ۾ اژدها بڻجي سنڌ جو سڪون برباد ڪرڻ جي ڪِيڏ لڳل آهي. روزاني ڊان جي 19 ڊسمبر واري "ميٽرو" صفحي تي قاسم اي معين جو "شاهه جي عام عدالت" نالي رپورٽ شايع ٿي آهي، جنهن ۾ هن لطيف جي عرس جي پهرين ڏينهن جي وارتا بيان ڪئي آهي، رپورٽ موجب لطيف جي مزار تي اهلِ تشيع جو علم نظر اچي ٿو سائي ٽوپي وارا به پسجن ٿا، ملنگ به آهن ته حيدري به پهتا آهن. ڪين هڪ هنڌ گڏ ڪرڻ وارو "جيئي لطيف" جو به نعرو ٿي آهي. رپورٽ جي آخر ۾ جاتايل آهي ته "طالبانيت، فرقيواريت ۽ دهشت جي ور چڙهيل ملڪ ۾ ڀٽ شاهه تي اهو سڀ ڪجهه پسڻ هڪ خواب ٿو لڳي. ائين چو نه لڳي "سنڌ کي پنهنجو شاهه جو آهي..." اهو سڀ ڪجهه درست ٿي سگهي ٿو جڏهن سنڌ جي مين اسٽريم سياست يعني پيپلزپارٽي انجي قيادت صرف سياست نه بلڪ اهو ڪجهه ڪري جنهنجو هوڪو واڪو بڻجي ڪراڙ جي ڪپ تان سر بڻجي اڄ به آلاپجي رهيو آهي.

ويهڻ ويجهن وٽ، جي سکين ته سگهو ٿئين،
اڳئين عادت مٽ ته اگها عاجز نه ٿئين.

21 ڊسمبر 2013

# مقصود قريشي جو قتل ۽ رياست جو ڪردار

مشهور قومپرست اڳواڻ بشير خان قريشي جي پٽ مقصود قريشي ۽ سندس ساٿي لطيف سنگت جي اڳواڻ سلمان وڏو جا لاش سڙيل حالت ۾ نوشهرو فيروز ضلع جي شهر پرئيا پرسان پڪا چانگ روڊ تي مليا آهن.مقصود قريشي ۽ سلمان وڏو کي گولين جا گهاءُ به آهن ته سندن لاش سڙيل حالت ۾ مليا آهن. جڏهن ته بيگاهه وقت ۾ جڳهه تي مليل ڪار جنهن ۾ لاش موجود هئا، ان کي باهه ڏئي ساڙيو ويو. ياڪوڙي واقعو جنهن ۾ سرائي قربان کهاوڙ ساٿين سميت قتل ٿيو هو، انهي ۾ به سندن ڪار ۽ جسمن کي باهه لڳائي ساڙيو ويو هو.

خميس 20 مارچ جي شام جو ميهڙ شهر مان نڪتل مقصود قريشي جو پنهنجي دادو جي سنگت سان رابطو 9 لڳي 20 منٽن تي ڪٽجي ويو ته جمع جي پرهه ڦٽي ويل پرئيا ـ پڪا چانگ روڊ تي سندن لاش ئي ملي سگهيا، جيڪي سڙيل حالت ۾ هئا. واقعي جي خبر سنڌ اندر جهنگ ۾ باهه جيان پکڙجي وئي ۽ سوڳ ۾ سموري سنڌ بند ٿي وئي. مقصود قريشي جسقم جي 23 مارچ ڪراچي ۾ رٿيل فريڊم مارچ جي سلسلي ۾ تياريون ڪري رهيو هو ۽ ڪيس دادو کان اڳتي ڪراچي اسهڻو هو. جسقم شهيدن جا لاش ڪراچي کڻائي وئي ۽ فريڊم مارچ واري ڏينهن يعني 23 مارچ آچر تي تبت سينٽر آڏو اهي لاش رکي ڌرڻو هڻڻ جو اعلان ڪيو ويو. انهي واقعي تي سموري سنڌ ۾ نه صرف سوڳ جي لهر آهي، بلڪ سنڌ اندر اڳ ئي خراب حالت ۾ ڪجهه هنڌن تان تشدد ذريعي ماڻهن جي مرڻ وارين خبرن صورتحال کي وڌيڪ سنگين بڻائي ڇڏيو آهي. بشير خان قريشي جي پراسرار موت، سرائي قربان کهاوڙ ۽ سندس ساٿين جي اندوهناڪ قتل، سنڌ جي قومپرست ڪارڪنن جو مسلسل گم ٿيڻ ۽ پراسرار نموني مارجڻ ڪانپوءِ مقصود قريشي جي ڀيانڪ موت ۾ وري ڪراچي اندر تبت سينٽر آڏو فريڊم مارچ جنهن ماحول ۾ ٿي رهيو آهي، اتي سنڌ سرڪار جا چرڪ نڪري رهيا آهن، جيڪا اڳ ئي ٽر واري

مجرماڻي غفلت ۾ مسلسل خوار خراب ٿي رهي آهي. سنڌ ۾ انهي واقعي تي شديد ردعمل آيو آهي، پر انهي واقعي تي آصف زرداري کي بيان توڙي وضاحت، ۽ سنڌ حڪومت کي ڪاروائي جي ڳالهه ڪرڻي پئجي وئي آهي. جڏهن ته انهي واقعي تيْ بلاول ڀٽو زرداري جو به بيان سامهون آيو آهي ته واقعي جي جاچ ڪرائي وڃي، ڇو ته مقصود قريشي جو قتل ۽ سندس لاش ساڙڻ سنگين ڏوهه آهي. پيپلز پارٽي جي حڪمراني ۾ اهڙي خوفناڪ واقعي جو پيش اچڻ واضح ڪري ٿو ته صوبي اندر سرڪار جي رٽ ڪيتري آهي، تنهن ڪري لازمي آهي ته سنڌ جي عوامي مينڊيٽ واري پارٽي پنهنجا پلئه آجا ڪرڻ لاءِ اپاڪارا پڌرا ڪري، ٻي صورت ۾ سنڌ جو ماڻهو پيپلز پارٽي کي به انهي سانحي جو ذميوار ٿي سمجهندو.

هن واقعي تي گهڻو ڪري آڱريون انهن مثان کڃي رهيون آهن، جن بلوچستان ۾ محشر برپا ڪري رکيو آهي. جڏهن ته سنڌ ايڪسپريس دادو جي رپورٽر جي انهي اندوهناڪ واقعي سان جڙيل خبر ۾ ڄاڻايو ويو آهي ته ڪجهه عرصي کان دادو ۾ ڊبل ڪئبن گاڏين جي چرچر ۾ حيران ڪندڙ اضافو ٿيو آهي، ويجهي ماضي ۾ 10 قومپرست ڪارڪنن جي ڪنيجڻ جا واقعا ٿيا آهن، جن مان ٻن ڄڻن جا لاش مليا آهن.

مقصود قريشي جنهن جسقم جي ڏڙي سان واڳيل هو اهو بشير خان قريشي جي حياتي ۾ سنڌ جي قومپرست سياست جو سڀ کان وڌو ڪرنٽ هو ۽ هاڻي به ڪافي ماڻهن جي راءِ آهي ته سيد جي سياست جو ڪيڊر جي تعداد جي حوالي سان سڀ کان وڏي ڌر اها ٿي آهي. جسقم جي انهي گروپ بشير خان قريشي جي اڳواڻي ۽ حياتي ۾ ماڻهن سان ميل جول، دوست ۽ همدرد وڌائڻ ۾ اهم نالو ڪمايو ۽ بشير خان قريشي پيپلزپارٽي جي ايم اين ايز ۽ ايم پي ايز کان به مدد وٺي ويندو هو جيڪي سندس سياسي مخالف هئا. هن ڄا ايم ڪيو ايم سميت سڀني سياسي ڌرين سان سياسي لاڳاپا هئا ۽ هن مڙس متير ڏانهن اهو ڪريڊٽ به وڃي ٿو ته سنڌي مهاجر ڇڪتاڻ ۾ گهٽتائي آندي، جهڙي قسم جي روايت ماضيْ جي جيئي سنڌ جي سياست جي سڃاڻ نه رهي آهي. اهڙي قسم جو مزاج بشير خان قريشي جي پٽ صنعان قريشي ۽ مقصود قريشي جو به رهيو آهي. مقصود قريشي ته

موربگوئي پُڌڻ ۾ آيو آهي ته بنهہ مختلف ماڻهو هو. اهڙي شخصيت کي مارڻ ۾ انهي کان پوءِ کيس ٻاهہ ڏئي ساڙڻ ۾ کو ذاتي يا تنظيمي جهيڙو ڪارفرما. ناهي، بلڪ ان سلسلي جي ڪڙي لڳي رهيو آهي، جنهن جو تعلق بلوچستان ۾ سانگهڙ جي باکوڙي موري واري واقعي سان لڳي ٿو جنهن ۾ سرائي قربان کهاوڙ ساٿين سميت مارجي ويو هو.

جسقم بشير خان قريشي گروپ ڪلئي عام هٿياربند سياست جو ڪو اعلان به نه ڪيو آهي، نه اها سياست عوام ۾ ڪا ايڏي وڏي پذيرائي حاصل ڪري ورتي آهي، جنهن ۾ اهو انومان نڪري ته رياست کي انهي مان ڪو سنگين خطرو لاحق آهي. هڪ سبب اهو به ڳڻائي سگهجي ٿو ته اهڙو عمل ڪري انجي ردعمل مان ڪو نتيجو ڪڍيو وڃي ۾ قوم پرست سياست جي سگهہ جي ڪٿ ڪئي وڃي، جنهن ۾ مقصود قريشي جي ڄاڻ جو استعمال ڪرڻ ضروري ٿي پيو هو. هڪ سبب اهو به ڄاڻائي سگهجي ٿو ته بشير خان قريشي جي موت کان پوءِ صنعان قريشي جسقم جي پنهجي ڌڙي کي ميڙي مُٺ ڪري رهيو هو سندس چاچي مقصود قريشي کي ماري جسقم جي نوجوان اڳواڻ صنعان کي سڌري وڃڻ جو پيغام اماڻيو ويو آهي. بلوچستان ۾ اڄ جهڙيون حالتون پيدا ڪري پرامن ۾ روايتي سياست جي هٿ مان جڏهن بلوچ سياست جو ميدان خالي ڪرايو ويو ته هاڻي بلوچستان جي چوٽڪاري جي سياست جو محور عطاءَ الله مينگل ۾ حئي بلوچ نه بلڪ اڪبر بگٽي، ڊاڪٽر الله نذر ۾ هربيار مري آهن.

سنڌ جي پرامن قومپرست سياست سان مقصود قريشي جهڙي ڪار جو نتيجو منطقي طور تي اهو نڪرڻو آهي، جيڪو بلوچستان ۾ پرامن سياست جي گمشدگي جي شڪل ۾ آڏو آيو آهي. ملڪ جي اڃي ڪاري جا مالڪ اهڙي قسم جي ڪاروائين ذريعي عوام جي مختلف حصن ۾ جهيڙا ڪرائڻ جي ريت به رکن ٿا، پر سنڌ جي قومپرست سياست ڏانهن اهو ڪريڊٽ ضرور ويو آهي ته بار بار اهڙي چنگيزيت باوجود انهي ڌڌي ۾ انهي کي لساني ۾ نسلي رنگ نه اچي سگهيو آهي. اهڙين حرڪتن جي ذريعي عوامي راءِ کي تبديل ڪرڻ لاءِ 30 سيپٽمبر ۾ پهرين آڪٽوبر جهڙا واقعا ڪرائڻ به ڪا ايڏي پراڻي ڳالهہ نه آهي، پر انهي باري ۾ حتمي طور تي هن

وقت چوڻ ايترو سولو نہ آهي. البت هڪڙي ڳالهہ حتمي طور تي ٿي ويئي آهي. تازو هن هفتي امريڪي سرڪار اعلان ڪيو آهي تہ سنڌ ۽ بلوچستان جي قوم پرست توڙي عليحدگي پسند سياست جي آمريڪا حمايت نہ ڪندو. ميڊيا ۾ تہ اها ڳالهہ هاڻي سامهون آئي آهي، پر بلوچستان ۾ گذريل سال کان جنهن طريقي سان بلوچ هٿياربند سياست، مزاحمت کي جنهن پيماني تي ڪچليو ويو آهي، انجو ويجهي ماضي ۾ ڪو مثال نٿو ملي ۽ ڊاڪٽر عبالمالڪ سرڪار انتهائي بيوس آهي. اهڙي بيوسي سپريم ڪورٽ ۾ لاپتا ماڻهن جي ڪيس ۾ بہ سامهون آئي تہ ڪجهہ اهڙي قسم جون ڳالهيون اختر مينگل سميت ٻيا ڪيترائي ماڻهو ڪري رهيا آهن.

بلوچ قومپرست مزاحمت جيڪا هڪ سال پهرين انتهائي سگهاري نظر پئي آئي، انهي قومپرست سياست کي هٿياربند ڪري استعمال ڪري، ايران سان سودو ۽ ناهہ ڪري ڪيس ٽشو پيپر جيان ڊسٽ بن ۾ ڦٽو ڪيو ويو آهي، ۽ اها هن وقت رياست جي بي رحميءَ جي ور چڙهيل آهي. گهڻي وقت کانپوءِ بلوچ مزاحمتي تحريڪ ۾ اها نواڻ آئي آهي تہ سندن ماما قدير بلوچ ۽ فرزانہ مجيد بلوچ ڪراچي، لاهور ۽ اسلام آباد جي راهن تي سياسي جدوجهد تي طبع آزمائي ڪرڻ لاءِ نڪتل آهن.

جيڪڏهن مقصود قريشي جي قتل ۾ اهي ملوث آهن، جن تي اڄڪلهہ آڱريون کڃي رهيون آهن تہ پوءِ ان جو مقصد اهو ٿي نڪري ٿو تہ اظهار راءِ جي آزادي کي اڳ صرف بلوچستان ۾ دٻايو ويندو هو جتي قانون نالي ڪا بہ شئي ڪونهي نہ ان جو ڪو احترام ٿي آهي. پيو سبق اهو ٿي آهي تہ سول ۽ جمهوري حڪومتون نالي ۾ آهن، جڏهن تہ ملڪ ۽ رياست کي جيڪي اڳ ۾ هلائيندا هئا، هاڻي بہ اهي ئي هلائي رهيا آهن. جنهن جو نتيجو اهو نڪرندو تہ بلوچستان کان پوءِ هاڻي سنڌ ۾ بہ قومپرست سياست جي مهار ڪنهن جي ايم سيد، بشير خان قريشي،عبدالوحد آريسر جهڙن اهنسائي بجاءِ ڪنهن هٿاربند سوچ جي ور ٿي چڙهڻي آهي ۽ هٿيار يا بندوق جو ڪو مٽ مائٽ ناهي هوندو.

اهي سڀ ماڻهو انهي جميڙي جو ڪاچ ٽيڻا آهن، جن جي هٿ ۾ جدوجهد لاءِ بندوق ناهي. جيڪي پارٽ سميت ڪنهن جو بہ دفاع نہ ڪري

سگهندا. مقصود قريشي جي قتل ۾ ملوث سوچ پاڪبستان جي رياست جي انهي نانءُ ڪي وڏيڪ سگهارو ڪري رهي آهي ته هتي ڪو قانون، انساني حق ناهن، انڪري باقي رياست جا ٿنڀ صرف نالي ۾ نهال آهن.طاقت جو سرچشمو عوام نه بلڪ بندوق آهي. گذريل ٻن مهينن کان ملڪ ۾ ڏيڍ ارب ڊالرن جي آمد جو چوٻول آهي، جيڪي بنا ڪنهن قانون ۽ معاهدي جي ملڪ کي خيرات ۾ مليا آهن.اڃا به ٻڌڻ ۾ پيو اچي ته نه صرف ڪجهه عرصي ۾ ڏيڍ ارب پيو به ملڪ جي ڪاري ناڻي ۾ شامل ٿيڻو آهي، بلڪ مختلف ذريعن کان پنجويهه ارب ڊالر جو پڪو پختو آسرو آهي.

سعودي عرب ۽ قطر کان پوءِ بحرين جا برقعه پوش پاڪستان ۾ ائين اچي رهيا آهن، جيئن ٿر جي ڇاڇري، ڇيلهار ۾ پار، ڊور مري رهيا آهن ۽ انهن جي اڳياڙي پوئيواري اهي ئي ڪن پيا. جن تي بلوچستان جي حُڪومت جي رت سان ڪيڏڻ ۽ مقصود قريشي جهڙي بي هٿيار سياسي ڪارڪن سان قيامت برپا ڪرڻ جا الزام آهن. اها سوچ ۽ اهو فڪرهن رياست کي انهي ناماچاري ڏانهن گهلي وڃي رهيو آهي، جنهنجا رشتا ماضي جي سيٺو سيٺو ڪانپوءِ افغان جهاد سان جڙيل آهن، جنهن جو تت اهو آهي ته مملڪت خداداد جي نالي قائم رياست هتان جي عوام، سنڌ ۽ انجي ڪنهن مقصود قريشي جي جان جي امان جي ڪرت سان نه بلڪ مخصوص مفاد ۽ پئسي تي اهو ڪجهه ڪري سگهي ٿي، جيڪو ڪالهه کان ڪابل، قنڌار ۽ هاڻي شام توڙي بغداد ۾ ٿي رهيو آهي. عراقي صدر نوري الماڪي جون ڳالهيون ٻڌو شام جي بشار الاسد ڏي ڪن ڪيو. سچ سچ جيان سامهون نظر اچي رهيو آهي.

23 مارچ، 2014

# نظير عباسي: ويل وقت جو آخري ڊيئو

پروفيسر جمال نقوي پنهنجي يادگيرين جي ڪتاب ۾ لکي ٿو ته 1977ع جي عام چونڊ ۾ جڏهن پاڪستان قومي اتحاد ذوالفقار علي ڀٽو جي حڪومت لاءِ سوڙهه پيدا ڪئي، تڏهن هن هڪ ڀيري هڪ نوجوان سياسي ڪارڪن کي جيل مان ملاقات لاءِ گهرائي ملڪ ۾ موجود ڏمچر ۾ مدد طلب ڪئي. ان نوجوان وراڻيو ته آءٌ توهان جي حڪومت مقيدي آهيان، اهڙي صورت ۾ آءٌ ڪهڙي مدد ڪري سگهان ٿو. ذوالفقار علي ڀٽو جواب ڏنو ته توکي آزاد ڪيو ويندو پر ان جي عيوض توکي اسان جي مدد ڪرڻي پوندي. جيسين ذوالفقار علي ڀٽو کي جواب ملي، پر ۾ ويٺل غلام مصطفي جتوئي ڀٽي سان ڪن ۾ سُس پُس ڪئي ۽ پوءِ خاموشي ڇانئجي وئي، اهڙي خاموشي جيڪا وري ڪڏهن به سڏ پڙاڏو نه ٻڌجي سگهي. جنهن نوجوان کان ذوالفقار علي ڀٽو مدد گهري رهيو هو اهو سندس عوامي حڪومت ۾ مسلسل قيد ۽ روپوشي جو جيون گهاريندڙ ڪميونسٽ پارٽي جي مرڪزي ڪميٽي جو نوجوان ميمبر نظير عباسي هو. ذوالفقار علي ڀٽو امريڪي سازش جي چار ۾ ڦاسي چڪو هو. ڪيس مشڪل گهڙي ۾ ماسڪو ۽ سندس ڪميونسٽن جي حمايت گهربل هئي، جڏهن ته ماسڪو جي هدايت باوجود ملڪ جي ڪميونسٽ پارٽي انهي بحران ۾ سندس مدد نه ڪري سگهي هئي.

اهي جُملا مشهور ڪميونسٽ ليڊر جمال نقوي جا آهن. سندس اهي جُملا ڪيترو سچا آهن، ان جي تصديق ڪرڻ لاءِ هاڻ ڪوبه گواهه شاهد زنده ناهي بچيو. جمال نقوي ساڳي ڪتاب ۾ لکي ٿو ته جنرل ضياءَ جي مارشل لا دوران ڄام ساڪي جيل ۾ هو امام علي نازش ڪابل ۾ جلاوطني جي زندگي گهاري رهيو هو آءٌ ۽ نظير عباسي پولٽ بيورو جا به ميمبر هئاسين، جيڪي ڪميونسٽ پارٽي جو گاڏو گهلي رهيا هئاسين. انهي وقت نظير عباسي جي عمر 30 سال مس هوندي.

نظير عباسي ٽنڊي الهيار ۾ عريضي نويس جان محمد عباسي جي

گھر ۾ چائو. پيٽ پوچا لاءِ هو گھورارو پٽيو منشگيري ڪيائين، حيدرآباد جي مِلن ۾ رات جو مزدوري ڪندو هو ۽ صبح جي شفٽ ۾ ڪاليج ويندو هو ماروئڙا اسٽوڊنٽس آرگنائيزيشن کان سنڌ نيشنل اسٽوڊنٽس جو سفر ڪيائين، ملڪ ۾ شاگرد تنظيمن جي مُک ڌارا پاڪستان فيڊرل يونين آف اسٽوڊنٽس، جنهن ۾ پوري ملڪ جون ترقي پسند ۽ قومپرست تنظيمون شامل هيون، ان ۾ سرگرم ڪردار ادا ڪيائين. شاگرد مزدور هاري رابطہ ڪميٽي، جيڪا ڪميونسٽ پارٽي جو ظاهري شڪل هئي، ان ۾ بہ ڀرپور ڪردار ادا ڪيائين. پٽ فيڊر جي هاري تحريڪ ۾ پنهجي ڪنوار حميده گهانگهرو سميت شامل ٿيو. نظير ۽ سندس سٿ جمهوريت جمهوريت ڪندي زبان پٿون ڪندا رهيا، پر ذوالفقار علي ڀُٽي جي جمهوري حڪومت جي نالي ۾ شخصي آمريت، سماجي تبديلي جي تڙپ رکندڙ ماڻهن ۽ قومپرستن لاءِ قيد خانو بڻجي ويئي. ڪوئيٽا جي ڪلي ڪئمپ ۾ غيرمعمولي تشدد سان مهاڏو اٽڪائڻو پيس، مار تہ سندس مقدر ۾ لکيل هُئي. ڪيس غير رياستي عنصرن بہ تشدد جو نشانو بڻايو. جن ۾ مذهبن جا مجاور بہ آهن تہ اهي قومپرست بہ شامل آهن، جيڪي ڪيس مُئي پڄاڻان سنڌ جو سپوت سڏين ٿا. انقلاب ۽ سماجي تبديلي جي تڙپ تہ نظير ڪنڊ جي رت ۽ ريت ۾ شامل آهي. گڏيل هندوستان سوڏو پاڪستان جي موجوده رياست انهي انقلاب ۽ سماجي تبديلي جي سياست سان جيڪا ويڌن ڪئي، اهو پنهنجي جاءِ تي الڳ بحث آهي. انگريز نامدار ۽ ڀارت واڌي، ڪانگريس ۽ مسلم ليگ، جناح ۽ گانڌي، هڪبئي جي رت جا پياسي هئا، ڪين ڏني هڪبئي جو ٻوٽ ڪونہ وٺندو هو پر ڪميونسٽ، انقلابي ۽ سماجي تبديلي جي سياست جي خلاف انهن جو ڳٺ جوڙ ڪيئن هو اهو ڀارت جو اڳوڻو وزيرخارجہ جسونت سنگهہ پنهنجي يادگيرين جي ڪتاب ۾ لکي ويو آهي.

نظير ڪنڊ ۽ ڀڳت سنگهہ جي ساٿين جي بغاوت ۾ گانڌي جو ڪردار ان جو ثبوت آهي. پاڪستان جي رياست 1951ع ۾ راولپنڊي سازش ڪيس جي آڙ ۾ ڪلور ڪيا، شاهي قلعي ۾ حسن ناصر جو خون ٿيو رياست جو قهر ۽ ڌهڪاءُ جڏهن عروج تي آيو تہ ڪميونسٽ پارٽي جي پهرين سيڪريٽري جنرل سجاد ظهير کي ڀارت جي ويزا ونڻ ۽ ڪيس ڀارت واپس

آڻڻ لاءِ سنڌس گهر وارن کي ڏهلي ۾ ڏرٽا هٽٽا پئجي ويا. جڏهن ته باقي بچيل پارٽي جي جان کي رڦٽي پئجي ويئي.

ذوالفقار علي ڀُٽي جي شهادت واري سال ۾ مهيني ۾ 27 اپريل 1979ع تي افغانستان ۾ نور محمد ترهڪئي ۽ سنڌس خلق پارٽي جي اڳواڻي ۾ ثور انقلاب برپا ٿي ويو. مخصوص سوچ واري پاڪستاني اسٽيبلشمينٽ لاءِ اهو غير معمولي ۽ ڳڻتي جوڳو مرحلو هو. ڪميونسٽ روس جي گرم پاڻي يعني سمنڊ تائين رسائي جي ڪوشش جون خبرون، ملڪ جي اتر ۾ ڪميونسٽ، چين ۽ اوير ۾ سامراج ۽ پاڪستان مخالف ڀارت، ڏکڻ ۾ گهرو ۽ وشال هندي سمنڊ هو. جڏهن ته شاهه ايران خلاف بغاوت جو مرڪزي خيال سامراج دشمني هئي، جنهن ۾ ترهڪئي جهڙا خيال رکندڙ توده پارٽي، فدائين خلق ۽ مجاهدين خلق مهڙ جي سپاهي جهڙو ڪردار ادا ڪري رهيا هئا. ملڪ جي اسٽيبلشمينٽ لاءِ بدسنئوڻ، جڏهن ته پاڪستان ۾ عوام لاءِ اهو اتساهه انقلاب ۽ تبديلي جي تحريڪ لاءِ سٺو سنئوڻ بڻيو. نظير عباسي ۽ سنڌس ساٿ لاءِ اهو سنئوڻ ازل جو پيغام کڻي آيو. نظير عباسي ۽ آڳرين تي ڳڻڻ جيترن سنڌس ساٿين کي ملڪ دشمني ۽ دشمن جي ساٿي هجڻ جي ڏوهه ۾ پڪڙيو ويو. اهڙي ريت 9 آگسٽ 1979ع ۾ نظير عباسي جو رياستي تشدد ذريعي خون ڪيو ويو.

نظير سان گڏ سياست ۽ پارٽي ۾ سنڌس استاد به پڪڙيا ويا، جن ۾ پروفيسر جمال نقوي به شامل هو پوءِ به موت نظير عباسي جو مهمان ٿيو بڻي، اهو سوال جمال نقوي کان به ٿيو جنهن جو ذڪر هن پنهنجي ڪتاب ۾ به ڪيو آهي ته ڪميونسٽ پارٽي جي فيصلي ساز اداري پولٽ بيورو جو ميمبر نظير عباسي نه صرف غيرمعمولي صلاحيتن جو مالڪ هو بلڪ هو غيرمعمولي ڪمٽمينٽ سان به سلهاڙيل هو. هن جي باري ۾ جنرل ضياءَ جي مارشل لا ۽ وس وارا انهي ڪري به وڌيڪ حساس هئا جو سنڌس رابطو سنڌ جهڙي حساس خطي ۾ تمام گهڻن ماڻهن سان هو ۽ اهڙو ڪميونسٽ هو جيڪو "سن آف سوائل" هو. انهي "رهڻي سنڌس ڪيل ڪم کي غير معمولي ۽ سنڌس جان کي ارزان بڻائي ڇڏيو.

4 اپريل 1979 ۾ ڀٽي جي المناڪ ۽ ڀيانڪ موت سنڌس پارٽي

جي انهي ڪيڊر کي جلا بخشي، جنهن پٺتي جي حُڪمران طبقن سان مصالحت ۾ سندس موت کي ڏٺو هو جنهن جو ذڪر ذوالفقار علي ڀٽو ڪال ڪوٺڙي ۾ لکيل ڪتاب ۾ ڪري ويو آهي. انهي خيال ۾ نئين سر جان افغان ثور انقلاب وڏي ۽ پوءِ ايران جو انقلاب برپا ٿي ويو انهي بدليل منظر نامي ۾ پٺتي جي ڳڙهي خدا بخش ۾ ڀهرين ورسي جو پروگرام ٿيو جيڪو ڳاڙهن جهنڊن جي بهار ۾ انهي پارٽي جو پروگرام نظر اچي ٿو جيڪا روٽي ڪپڙا اور مڪان ۽ سوشلزم آوي آوي جي ڳالهه ڪندي هئي.انهي ورسي جي پروگرام ۾ پيپلز پارٽي پنجاب جي پارٽي جو اهو بينر به آويزان ٿيل آهي، جنهن ۾ نظير عباسي جي شهادت تي ڪيس سرخ سلام جي پيٽا ڏنل آهي. پيپلز پارٽي انهي پارٽي کان مختلف نظر اچي ٿي، جيڪا حُڪمران پيپلزپارٽي ۽ غلام مصطفي جتوئي جي صورت ۾ ڀٽي جي ڪنن ۾ سرباٽ ڪندي هئي ته سندس رشتو پنهنجي عوام سان، تبديلي سان ۽ انهي پروگرام سان ڪتجي وڃي ٿو جنهن جي سجاڻ اها انقلابي لهر هُئي، جيڪا 1917ع دوران روس ۾ ايري ته هڪ عرصي تائين پوري يورپ جي زمين تبديلي ۽ انقلاب جي تڙپ ۾ ڏينڊو رهيو. انهي تحريڪ جون لهرون 1968ع ۽ 1969ع ۾ پاڪستان ۾ به ڏسي سگهجن ٿيون ته ڪيئن نه ملڪ جي روڊن، رستن، ڪارخانن ۽ تعليمي ادارن ۾ محڪوم جنتا جو راڄ ٿي ويو هو ۽ رياست غائب ٿي ويئي.

ڪجهه ڏينهن اڳ انهي تحريڪ جي اهم ڪردار مختار رانا جو موت ٿيو آهي، جنهن جي اجازت کان سواءِ تنهن وقت جي لائلپور ۽ اڄ جي فيصل آباد شهر ۾ ڪا فوجي گاڏي داخل نه ٿي سگهندي هئي. نظير عباسي انهي وير جي وچ ۾ پاڪستان جي سياست ۾ داخل ٿيو. پاڪستان ۾ انقلاب جي وير پوئين پاسي ڏاڪا لهي رهي هئي، جڏهن ته نظير عباسي انقلاب جي انهي عمارت ۾ اڳئين پاسي مهاڙي کان ڏاڪا چڙهي رهيو هو. ان ڪانپوءِ اهڙي ڪا هلچل ڪونهي، جنهن ۾ نظير نه اچي، اهڙو ميڙ نه هوندو جنهن ۾ نظير عباسي ميلو نه مچايو هجي، اهڙي چرپر نه هئي، جنهن ۾ هن پنهنجي جان ڏيئي جان نه وڌي هجي. مڄ ٻريو ناهي نظير عباسي ان ۾ ڪُڏيَو ناهي. نظير عباسي جي انقلابي ڪم ۾ ڪيتري برڪت هئي، ان جي ثابتي سندس

پورهيو ڏئي رهيو آهي. دنيا سميت پاڪستان ۾ انقلابي لهر جي شام غريبان ٿيندي هي شخص طلوع ٿي رهيو هو ۽ پوءِ جي دنيا ڏاڍي بدلجي ويئي. افغان ثور انقلاب، ايراني انقلاب ۽ جهاد هن رياست جون ترجيحون تبديل ڪري ڇڏيون ۽ پوءِ بلي شاهه ڏلا پتي ۽ مختار رانا جو پنجاب به بدلجي ويو. جنهن پنجاب ستر جي ڏهاڪي ۾ روٽي، ڪپڙا، مڪان ۽ سوشلزم آوي ئي آوي جا نعرا هنيا، اهو بنياد پرستي ۽ نام نهاد جهاديت جو ڳڙهه بڻجي ويو آهي، جنهن مان هن خطي سميت دنيا ۾ ان جو امن بيزار آهي. وقت جي گدلي سينور مان بلي شاهه، وارث شاهه، احمد خان کرل ۽ مختار رانا پيدا ٿيڻ کان ته رهيا، پر انهي پاڻي مان اهڙا ڪردار پيدا ٿي رهيا آهن، جن جا هيروز القائده جو اسامه بن لادن، طالبان جو ملا عمر ۽ داعش جو ابوبڪر بغدادي آهن. اهو گدلو پاڻي مقدار ۾ ايترو ته گهڻو آهي، جنهن جا اثر نظير عباسي جي سپاجهڙي سنڌ تي به پئجي رهيا آهن. خدا جي خلق جا هيرو به اهڙا آهن، جهڙو رجعتي ۽ مايوسين ۾ گهيريل عهدِ حاضر.

مٺي پڄاڻان نظير عباسي کي سنڌ ۾ غير معمولي مانُ مليو. پر اهو به سچ آهي ته جتي رياست جي محسنن ذوالفقار ڀٽو ۽ بينظير کي هن پرمار رياست ۾ انصاف نه ملي سگهيو. اتي نظير عباسي جهڙي ماڻهو کي ڪهڙو انصاف پلئه پوڻو آهي. سچ اهو به آهي ته نظير عباسي جنهن انقلابي عهد جو سونهون هو اهو عهد ختم ۽ وقت جي وير گهڻو عرصو اڳ لهي ويئي. نظير عباسي جو پيغام ۽ اڄ جو عهد هڪ ٻي لهر جا منتظر آهن. جنهن جو ايرڻ سماج ۾ موجود انتشار ۽ ناانصافي جي هوندي ناممڪن ناهي. ٽري ويل ويلا جو اهڃاڻ آهي جو جنگ جهڙي اها وقت شناس اخبار به نظير عباسي شهيد تي چار ڪالمي آرٽيڪل ڇاپڻ کي ڪو مسئلو نه ٿي سمجهي، جنهن 9 آگسٽ 1979ع تي سنڌس المناڪ، پيانڪ ۽ ڏکوئيندڙ موت جي خبر کي رڳو چند سٽن ۾ جاءِ ڏني هئي.

9 آگسٽ، 2014

# اڌ صديءَ جو استعارو ارباب کهاوڙ

اها غالباً مئي 1984 جي ڳالهه آهي، جڏهن 1983ع واري ايم آر ڊي تحريڪ جي هلچل جي گرمائش اڃا تائين سنڌ ۾ ڪنهن ٻر جي ڄيري جيان دهڪي رهي هئي. لاڙڪاڻي جي ليبر هال ۾ محنت ڪش جي ميڙاڪي ۾ جڏهن ارباب کهاوڙ نالي وارو نوجوان تقرير ڪرڻ لاءِ اٿيو ته هال ۾ جاري سُرٻاٽ ۽ سرگوشيون ختم ٿي ويون. ڊاڪٽر ارباب جي تقرير ٿي ۽ ختم به ٿي ويئي، پوءِ ڪامريڊن ۾ غيررسمي گفتگو جو نه ڪٽندڙ سلسلو شروع ٿي ويو. جنهن ۾ ڏري ڏري تي ۽ وقفي وقفي سان جيڪڏهن ڪا ڳالهه مسلسل شور جو سينو چيري هر ڪنڊ تائين پڌرڻ ۾ پئي آئي، اهي هئا انقلابي جوش ۽ جذبي سان سرشار ڊاڪٽر ارباب جا ٽهڪ. جيڪي پوءِ سندس نه رڳو سُڃاڻ بڻجي ويا. بلڪ سندس تقليد ٿي ويئي جو ڪيترائي ڪامريڊ هن جيان کلندا، ڳالهائيندا، اٿندا ويهندا هئا ۽ ٽهڪ ڏيندا هئا. اهي ٽهڪ جن ۾ اعتماد به هو، پنهنجي نظريي جي ڪاميابي جو عزم به هو ۽ مخالف کي مات جو يقين به هو. گڏوگڏ بحث ۾ سامهون ويٺل تي شديد طنز به هو. اهو اصلوب پوءِ هڪ استعارو بڻجي اباب کهاوڙ ۽ سندس ڪامريڊن جي زندگي توڙي دلين تي هڪ عرصي تائين راڄ ڪندو رهيو.

ڊاڪٽر ارباب کهاوڙ اڳوڻي لاڙڪاڻي ۽ هاڻوڪي قمبر – شهداد ڪوٽ ضلعي جي فڪري طور زرخيز سرزمين وارهه ۾ اپريل 1947ع ۾ جنم ورتو جيڪا صوفي فقير جاڻڻ چن، عوامي تحريڪ جي برجستي ڪارڪن ڊاڪٽر غفار ۽ هاري اڳواڻ فقير محمد تنيو جهڙن لاتعداد ماڻهن کي جنم ڏيڻ جو اعزاز رکي ٿي.

ڊاڪٽر ارباب شاگردي واري زماني ۾ سنڌ جي قومي تحريڪ جي اهم ڌارا جيئي سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن ۾ ڀرپور حصو ورتو. هن شاگرد سياست کي تبديلي جي اهم، مگر محدود مورچي طور نه رڳو سمجهيو ۽ پرکيو بلڪ عالمي انقلابن جي تاريخ کي به پڙهيو ۽ ان مان نتيجو ڪڍيو ته

مظلوم قومن ۽ طبقا تيسين آزاد نٿا ٿي سگهن، جيسيتائين اهي معاشي آزادي حاصل نٿا ڪن. تنهنڪري هن جيئي سنڌ ۾ ترقي پسند رجحان کي سگهارو بڻائڻ جي ڪوشش ڪئي، پنهنجا هم خيال ناهيائين، پر جيئي سنڌ ۾ رهي اهڙي خيال ۽ سوچ جي آبياري ڪرڻ مشڪل ڀڄجي ويو ته هن پروگريسو جيئي سنڌ جي نالي سان هڪ الڳ ڌڙو قائم ڪري سنڌ اندر مختلف سياست جي شروعات ڪئي. ڊاڪٽر ارباب کهاوڙ عالمي انقلاب ۽ سوويت يونين جي انقلاب کان متاثر هو ۽ هن سمجهيو پئي ته ڪنهن محنت ڪش طبقي جي انقلابي پارٽي جي قيام کانسواءِ اهڙو انقلاب ممڪن ناهي. نتيجي ۾ هن سنڌ اندر اهڙي بحث کي هڪ همه گير سرگرمي طور اڳتي وڌائي هڪ انقلابي پارٽي جي جوڙجڪ جي پيڙهه جو پٿر رکڻ لاءِ "وطن دوست" نالي هڪ پرچو ڪڍيو، جنهن ۾ انتهائي فڪر انگيز مواد شامل ڪيو ويو.

توڙي جو محنت ڪش ۽ انقلاب برپا ڪرڻ جون دعويدار ڌريون ملڪ ۾ اڳ ئي موجود هيون، پر ارباب کهاوڙ جي انهن جي لاءِ راءِ هئي ته اهي نه رڳو پنهنجو نظرياتي رستو ۽ فڪري سگهه نه هجڻ ڪري ڪنهن سوشلسٽ انقلاب آڻڻ جي اهل ناهن، بلڪ پاڪستان اندر اهڙي پارٽي ۾ موجود قيادت هن خطي ۽ هتان جي قومن منجهان نه، بلڪ هجرت ڪري آيل آهي، جنهن جو هتان جي ماڻهن جي دردن ۽ سورن سان ڪو رشتو ناهي، نتيجي ۾ اهڙي قيادت انقلاب برپا ڪرڻ بدران انقلاب جي رستي آڏو رڪاوٽ آهي.

ارباب کهاوڙ جنهن مورچي مان پرولتاري انقلاب برپا ڪرڻ لاءِ وارد ٿيو، اهو بنيادي طور قومي جبر جي خاتمي کي اوليت پيو ڏئي، تنهنڪري انهي سياست جو مرڪزي خيال انهي قومي سوال پٺيان ئي ڊوڙندي نظر اچي ٿو. اهڙي سوچ ۽ سوشلزم جي واٽ تي ڪميونسٽ پارٽي کانسواءِ رسول بخش پليجي جي عوامي تحريڪ به ڪم ڪيو پئي، پر وطن دوست جي عوامي تحريڪ جي باري ۾ راءِ هئي ته اها بنيادي طور سنڌي قوم جي وچئين طبقي جو آواز آهي، جيڪو انقلاب جي مهڙ جو سپاهي ناهي ۽ اها نسلي متڀيد کان به آزاد ناهي، انهي جو مهاجر مخالف هجڻ به ارباب کهاوڙ کي غير

انقلابي ۽ غير منطقي پئي محسوس ٿيو. ارباب کھاوڙ باقي رجحانن کان پاڻ کي الڳ رکڻ لاءِ نہ رڳو مارڪسزم جي بنيادي سياست تي جاندار وقتائتا ۽ ڀرپور بحث مباحثا هلايا، بلڪ سنڌ جي محنت ڪشن ۾ ٽريڊ يونين سياست جا نوان ۽ وسيع بنياد بہ رکيا. جيڪي پوءِ ارباب کھاوڙ جي سياست جي سڃاڻ بڻجي ويا. سنڌ ۾ ڀيڙي پاڙن ۽ استادن جون ٽريڊ يونينون ٺهرائڻ جو سهرو بہ ڊاڪٽر ارباب جي وطن دوست ڏانهن وڃي ٿو جنهن سنڌ جي محنت ڪش کي لاڙڪاڻو ليبر فيڊريشن ۽ وطن دوست مزدور فيڊريشن ۾ جوڙيو. اها وطن دوست مزدور فيڊريشن اڳتي هلي سنڌ جي ڪنڊڪڙ ۾ پکڙجي وئي.

80 جي ڏهاڪي ۾ سنڌ جي نوجوانن جيڪڏهن مارڪسزم کي ڪو صحيفو سمجهيو تہ اهي وطن دوست جا نوجوان دانشور هئا، جن جا نالا پوءِ فقير محمد لاشاري، همت پتافي، امدا قاضي، شمس صديقي، مظفر ڪلهوڙو، ذوالفقار قاضي، مرتضيٰ کهڙو، صادق ٻرڙي ۽ پاٿيخان شر بڻجي ويا. ڪميونسٽ مينيفيسٽو، خاندان، ذاتي ملڪيت ۽ رياست جو آغاز رياست ۽ انقلاب، مارڪسي فلسفي تي افاناسيئيف ۽ شيفتولين جا ڪتاب انهن نوجوانن جي هٿن ۾ ائين نظر ايندا هئا، جيئن موجوده سڪ بند نظرياتي مولوين جي هٿن ۾ مذهبي تشريح جو ڪتاب نظر اچي ٿو. انهن نوجوانن کي مارڪس، اينگلس ۽ لينن جا ڪتاب ۽ حوالا ائين برزبان ياد هوندا هئا، جو چئجي تہ حافظ هجن.

سنڌ يونيورسٽي جي سينٽرل ڪينٽين هجي يا شاهہ لطيف يونيورسٽي جي ڪا هاسٽل يا وري چانڊڪا ميڊيڪل هاسٽل تي ڪڪڙ واري ڪينٽين، انهن ڪتابن جي نالي تي صحيفا ۽ ڊگها بحث مباحثا ـ سنڌ جي نوجوانن ۾ انقلاب جو رومانس هو جنهن کي ارباب کھاوڙ جنهن نموني سنڌ جي دانش ۽ فڪر ۾ پهچايو ان جو سنڌ ۾ اڳ ڪو مثال نٿو ملي. پر اها هتان جي انقلابي تحريڪ جي بدقسمتي چئبي، جنهن طاقت سان اڀرندڙ اهڙي مارڪسي رجحان کي بلڪل نہ سڃاتو. انهي کي پنهنجي اندر سموئڻ تہ پري جي ڳالهہ، پر ان کي پرکي بہ ڪونہ سگهي ۽ مورڳو انهي رجحان کي هڪٻئي سان فضول بحث ۾ ضايع ڪرائي انقلابي تحريڪ

جي خدمت بدران انقلاب سان ويساهه گماتي جو ڪارڻ بڻجي ويئي. ملڪ ۾ هيجان برپا ڪندڙ ايم آر ڊي تحريڪ جڏهن سنڌ جي تبديلي جي سياست جي در تي زوردار دستڪ ڏني ۽ پيپلز پارٽي جي موقع پرست سياست وڏيڪ پيا نوان رستا ڳولڻ جا جواز پيدا ڪيا، تڏهن ملڪ جي ترقي پسند ۽ ڪابي ڌر جي سياست ۾ به اها تڙپ پيدا ٿي ته محنت ڪش طبقي ۽ انقلابي تحريڪ کي ڪنهن هڪ جاءِ تي گڏ ڪري ڪو سگهارو آواز بڻائجي. انهي تڙپ ۾ رستن جي تلاش ۾ سرگردان وطن دوست انقلابي پارٽي ۽ انجو روح روان ڊاڪٽر ارباب کهاوڙ ڪيئن پٺي پاهر رهي سگهيا. انهن قومي سوال تي پاڻ کي ويجهو سمجهندڙ ڪامريڊن سان قومي انقلابي پارٽي جي نئين سر جوڙجڪ ڪئي، پر هتي به ستم ظريفي اها ٿي جو جن کي ارباب کهاوڙ مارڪسسٽ پٺي سمجهيو اهي پاڻ انهي مارڪسي سوچ کان جند ڇڏائي مورڳو قومي ۽ علائقائي پارٽين ناهڻ جي چڪر ۾ هٿا. نتيجي ۾ ارباب کهاوڙ ۽ سندس سنگت نه رڳو انهي رجحان کان الڳ ٿي ويا، بلڪ مهاجر مخالف رجحان هجڻ ڪري هو جيڪو عوامي تحريڪ کان به ڇرڪيل هو ان کان به وڏيڪ مهاجر مخالف رجحان سنڌ ترقي پسند پارٽي جو حصو بڻجي ويو ۽ اتان واري موٽ نه رڳو وطن دوست جي اصل ۾ انقلابي رجحان جي شڪست خوردگي جو باعث بڻي، بلڪ پوءِ هو وڏيڪ اڪيلائي پسند ۽ عالمي انقلابي تحريڪ کان ڪٽيل رجحان جيئن سنڌ تحريڪ ۽ جيئي محاذ جو حصو بڻجي ويو. ان ڪانپوءِ وارو ڊاڪٽر ارباب کهاوڙ نه رڳو انقلابي تحريڪ کان وانجهيل نظر اچي ٿو جيڪا سندس سڃاڻ هئي بلڪ هن ۾ سندس سنگت جا اهي منفرد ۽ اعتماد وارا ٽهڪ به هوا ۾ وکري وڃن ٿا:

ڊاڪٽر ارباب کهاوڙ ۾ بلا جي ڏاهپ هُئي، هو ملڪ ۾ خاص طور سنڌ ۾ انقلابي تحريڪ کي جوڙڻ ۾ انتهائي سنجيده هو. سندس انقلابي رومانس جو هڪ اهڃاڻ هي به آهي ته هو پنهنجن ڪامريڊن کي عالمي انقلاب جي اهم ڪردارن سان سڏيندو هو. هن ڪنهن جو نالو ايملڪار ڪٽيبرال رکيو ته نوجوان ڪامريڊ دانشور صادق ٻڙدي کي هو مزاحيه ظرف استعمال ڪندي ”سٽيڊڪ بردي“ سڏيندو هو. سندس ڪمال ۾ شخصيت جو سحر جو تنظيم ۾ سندس ايڏي ته گهري ڇاپ هئي جو نوجوان سندس

اٿڻ ويهڻ، ڳالهائڻ، ٽهڪ ڏيڻ ۽ طنز ڪرڻ ۾ سندس غيرمعمولي تقليد ڪندا هئا. ڪيس 80 جي ڏهاڪي جو عالمي پائي جو دانشور ڪري پيش ڪندا هئا، پر سوويت يونين جي ٽٽڻ ۽ عالمي انقلابي تحريڪ جو ڇڙوڇڙ ٿيڻ ڪيس، سندس سنگت ۽ تنظيم کي جيڪو زخم ڏنو، ان سان هتي واري ترقي پسند تحريڪ جو ڪيترو نقصان آهي، ان جي ڪٿ اڄ جو رجعت پسند عهد پاڻ ڪري رهيو آهي ۽ ان جو هڪ ليکو چوکو آئينده جو تاريخدان به ڪندو.

ڊاڪٽر ارباب جهڙو جينيس، انقلابي دانشور ۽ ورچي نه ويهڻ وارو ماڻهو جيڪڏهن جگر جي بيماري ۾ ڪمهلو موٽ مري وڃي ته موجوده وقت جو ان کان وڏو الميو ٻيو ڪهڙو ٿي سگهي ٿو. ڊاڪٽر ته پنهنجو وارو وڄائي 13 مارچ 2016ع جي آڌي رات جو پيغام ڇڏي ويو. ڳڙوگڏ وقت لاءِ نيا پيو ڏئي ويو آهي.

جيسين هئي جيئري، ويئي نه ويساند
لُڙهي لهرن پاند، ميائي ميهار ڏي

15 مارچ، 2016

# قومپرست سياست آجپي ۽ اليڪشن جي پس منظر ۾ واقعي تي

1935ع جي ائڪٽ هيٺ جڏهن سنڌ بمبئي کان الڳ ٿي ۽ برٽش انڊيا ۾ عام چونڊن جو اعلان ڪيو ويو تڏهن سنڌ ۾ سورهيه بادشاهه پير پاڳاري عام چونڊن کي تاج برطانيه پاران برصغير جي خلق جي اکين ۾ ڌوڙ وجهڻ برابر ڏيندي انهي عمل جي نتيجي ۾ قائم ٿيندڙ اسيمبلين کي بي لاپ ڪوٺيو. انهن چونڊن ۾ شرڪت لاءِ سر شاهنواز ڀٽو ۽ عبدالله هارون جي اڳواڻي ۾ قائم ٿيندڙ "سنڌ اتحاد پارٽي" ٺهي ۽ انهي جي پليٽ فارم تان سنڌس اهي ٻئي اهم اڳواڻ هارائي ويا. جڏهن ته سنڌس ٻيا اڳواڻ الله بخش سومرو ۽ سائين جي ايم سيد کٽي انهي پارٽي کي سنڌ اسيمبلي جي وڏي پارٽي بنائڻ ۽ نتيجي ۾ حڪومت ٺاهڻ جي اهل بڻائڻ جو ڪارڻ بڻجي ويا. سورهيه بادشاهه کي پنهنجي سياست جي قيمت 1942ع ۾ جان جي قيمت جي صورت ۾ چڪائڻي پئجي ويئي، جڏهن سنڌ جو وزيراعظم الله بخش سومرو هو. الله بخش سومري جي سياست ڪانگريس کان الڳ نه ٿي سگهي، جڏهن ته سائين جي ايم سيد سورهيه بادشاهه ۽ الله بخش سومري کان مورڳو الڳ لائين وٺي نه رڳو محمد علي جناح کي سنڌ جا وڻ ڏيکاريا، بلڪ اپريل 1943ع ۾ سنڌ اسيمبلي جي صرف حاضر ميمبرن کان پاڪستان لاءِ قرارداد پاس ڪرايائين. تاريخ جي هڪ بي ستم ظريفي آهي ته جو اهو جي ايم سيد پاڪستان ۾ ساري عمر قيد ۽ عتاب هيٺ رهيو ۽ سنڌس جان مان جان به بنديخاني ۾ ئي نڪتي. جڏهن پاڪستان ٺهيو ته سورهيه بادشاهه جي ٺئين پيڙهي سنڌس انقلاب، سياسي ۽ فڪري ورثي کي بلڪل ٻئي ڏيئي پاڻ کي اسٽيبلشمينٽ جو ماٺو سڏائي صرف سانگهڙ ۽ ڪجهه خيرپور ضلع جي وارياسين پٽن ۽ پٽوڙن جي مالڪي تي ئي شڪر ڪيو.

اها سياست ساڳي رنگ ۽ ڍنگ سان سنڌس ٽين پيڙهيءَ ڏانهن منتقل ٿي چڪي آهي. الله بخش سومري جي سياست انقلابي نه هئي، پر

ڪانگريس جي سياست جو نہ چاهيندي بہ پُڇ ٻڌجي ويئي. هندو ـ مسلم جهيڙو هڪ طرف تہ ڪانگريس ـ ليگ تڪرار ۾ ٻئي طرف هو سينڊوچ ٿيندو ويو پوءِ سنڌس جان سميت سنڌ اتحاد پارٽي ڪي بہ شهادت جو منهن ڏسڻو پيو. اڄ نہ سُورهيہ بادشاهہ جي سياست جي وارثي سنڌس اولاد وٽ آهي، نہ الله بخش سومري جي اصُول پسندي ۽ قدآوري ڪي سنڌس خاندان ۾ ڪنهن اڳتي وڌايو آهي. سائين جي ايم سيد، جنهن سُورهيہ بادشاهہ جي 1935ع ۾ ورتل "صرف آزادي.. نہ ڪانگريس، نہ مسلم ليگ" واري سياسي لائين ڪي دُرست نہ پئي سمجهيو. انهي بمبئي کان سنڌ جي علحدگي واري تحريڪ ۾ سرگرم حصو ورتو. انڊين نيشنل ڪانگريس هڪ نئين مسلم اڪثريتي رياست سنڌ ۽ نتيجي ۾ آل انڊيا سطح جي سياست ۾ مسلم سوال کي طاقت وٺڻ پاسندي، هن انهي تحريڪ جي ڪليل حمايت نہ ڪئي ۽ ائين سنڌ جي هندُو سياست جيڪا ڪانگريس سان جُڙيل هئي، ان جا سنڌ جي مُسلم سياست سان اڳ ئي موجود ويڇا وڌي ويا.

ڪانگريس انهي موقعي تي سنڌ ۾ مذهبي ڪارڊ کيڏندي سنڌ کي بہ نظر آئي، جنهن جو الزام پهرين صرف مُسلم ليگ تي پئي لڳو. سائين جي ايم سيد لاءِ اهو سڀ ڪجهہ وينساهہ ۾ نہ اچڻ جهڙو ۽ ناقابل برداشت هو پوءِ جي سياست جي پنهنجي هڪ الڳ درد ڪٿا آهي. بمبئي جي سنڌ کان علُحدگي ۽ 1935ع کانپوءِ جي چونڊن سائين جي ايم سيد جو اليڪشن جي سياست ۾ وينساهہ آندو پر محمد علي جناح ڪي سنڌس خُودسري ٻنهہ نہ وٺي، مُسلم ليگ ۽ ان ۾ موجود سنڌس ساٿين جي بيوفائين ڪيس انهي جمهوريت ۽ اسيمبلين ۾ جيڪي ڇهڪ ۽ ڏنيپ ڏنا، اُنهي تهان ئي ڪيس سياست جي ميدان ۾ تنها ڪري ڇڏيو جيڪا اڪيلائي سنڌس پيڇو ڪندي ڪيس نئين پاڪستان ڏانهن وٺي آئي آهي.سيد مُلڪ جي سياست ۾ سرگرم ڪردار ادا ڪرڻ لاءِ پوري مُلڪ خاص ڪري بنگال، سرحد(هاڻوڪي خيبرپختونخواه) ۽ بلوچستان جي قومپرستن سان گڏجي سياست جي هڪ نئين شُروعات ڪئي، ون يونٽ خلاف شاندار جدوجهد ڪئي. پر سائين جي

ايم سيد جيڪو مسلم ليگ کان هٽي پيرو چڪو ته ڪڏهن ملڪ جي سياسي ڪارندن ڏانهس پيهر مُڙي نه ڏٺو.

بنگال جي مسلم ليگي حسين شهيد سُهروردي سان به سيد جيان جناح ڪاوڙيو هو سُهروردي آل انڊيا مسلم ليگ مان عوامي مسلم ليگ ٺاهي، جيڪا اڳتي هلي اڄ جي بنگلاديش جي وزيراعظم شيخ حسينه واجد جي والد شيخ مجيب الرحمان جي اڳواڻي ۾ عوامي ليگ بڻجي بنگال ۾ 1970ع جون عام چونڊون ٻهاري ۽ بنگلاديش ٺاهي ويئي. سرحد مان ڊاڪٽر خان صاحب، خان غفار خان ۽ ولي خان، جيڪي سُرخپوش سڏايو ڪانگريس سان گڏ ويٺا هئا، اهي ملڪ جي سياست ۽ اسيمبلين ۾ پُهچي ويا ۽ اڄ سُرخپوش سڏائيندڙ انهي صوبي جو وزيراعليٰ آهي. بلوچستان جي ماڻهن سان اڄ جي بلوچ سياست جو اهو رشتو آهي ته بلوچ سياست جيڪڏهن اسيمبلين ۾ ويهڻ لاءِ ميدان ۾ اچي ٿي ته ماڻهو ڪنهن ليڙي جيئان پويان قطاريو بيٺا آهن ۽ اڄ جڏهن بغاوت جو نعرو آهي ته ڪٿان به "نه" ڪونه ٿي آهي. جيڪو نعرو سُورهيه بادشاهه 1935ع ۾ لڳايو هو ان تائين پهچڻ ۾ سيد کي 36 سال لڳا، جنهن جو مُحرڪ يقيناً هن رياست سندس خالق مُسلم ليگ پاران ساڻس ۽ سنڌ سان ٿيل بيوفائيون ۽ ويساهه گهاتيون آهن، جنهن جو ڪلائيمڪس 1971ع ۾ بنگلاديش جو ٺهڻ آهي. بنگال جي جدوجهد جي نتيجي ۾ الڳ ٿيڻ تي سيد اهو نتيجو ڪڍيو ته پاڪستان جي رياست ۾ مظلوم ۽ ننڍين قومن کي حق ملڻا ناهن، نتيجي ۾ "سنڌوديش چو ۽ ڇا لاءِ" جي سوچ ميدان تي آئي. جيئي سنڌ جي ڳهاڙي واري ڳاڙهي جهنڊي ۾ اڄ به سيد جا پيروڪار پنهنجي خيالن ۽ خوابن ۾ آباد سيد جي اها آزاد سنڌ ڏسن ٿا، ان لاءِ جانيون به ڏين ٿا ۽ انهي مقصد خاطر موت سندن لاءِ مهڻو نه بلڪه اعزاز آهي.

جديد سنڌي قومپرستي جي باني سيد جيءَ انهي فڪر کي پروان چڙهائڻ ۽ سنڌو ديش ٺاهڻ ۾ اها سياست ڪيترو ڪامياب ٿيندي، ان جو فيصلو وقت سان گڏ شايد هن رياست سميت عالمي ۽ علائقائي جنگاڻ کي

بہ ڪرڻو آهي. سرحدي گانڌيءَ سرحد جو نالو خيبر پختونخواه رکجڻ ڪانپوءِ گهڻو ڪجهہ سمجهي ويا آهن ۽ شايد هن رياست ۾ پنهنجي طاقت جي راند ڪان ايترو ٻاهر بہ ناهن. بلوچستان ۾ جيڪڏهن عالمي ۽ علائقائي طاقتن ڪي هي رياست رام ڪري ٿي وڃي تہ پوءِ برهمدغ ۽ هربيار مري سان رياست جون هن وقت بہ پردي پٺيان جاري ڳالهيون ڪهڙو رُخ وٺنديون. سو سوال وقت ڪان اڳي آهي، پر سنڌ جي تناظر ۾ اها ڳالهہ بحث گهري ٿي تہ سُورهيہ بادشاهہ جي پونيئر نہ صرف آچپي جي راهہ ڇڏي، بلڪ پاڻ ڪي جي ايچ ڪيو جو ماٿهو ڇو سڏايو؟ سائين جي ايم سيد پنهنجي سموري سياست جو نور نچوئي ”سنڌو ديش ڇو ۽ ڇالاءِ“جي نعري هيٺ هڪ ڪُس ڇڏي ويو تہ پوءِ سندس پٽ امير حيدر شاهہ 1985ع واري ضياءَ جي آمريت ۾ قائم ٿيل اسيمبلين ۾ ڇو ويٺو؟ جيڪي پاڪستان جي تاريخ جون انتهائي متنازعہ ۽ فراڊ چونڊ جي نتيجي ۾ وجود ۾ آيون. سيد امداد محمد شاهہ 1988ع جي عام چُونڊن ۾ سڪرنڊ جي صوبائي تڪ تان پنهنجي بابا سائين جي حياتي ۾ ڇو چونڊ وڙهيو ۽ اهڙي ايوان ۾ وڃي ويٺو جتي والد جي نصيحت مطابق ويهڻ مشڪري ڪانسواءِ ڪجهہ بہ نہ هو. ساڳيو سوال جلال محمود شاهہ وٽ بہ رکيو ويو هوندو تہ ڏاڏا سائين جي سياست ڪي جيڪڏهن پنهنجا ٿي پنهنجو نہ ڪندا تہ اُن ڪي ميجتا ڪٿان ملندي؟ اڄ وري پاڪستان ۾ چونڊن جي تياري آهي ۽ جتان سُياڻي جلال محمود شاهہ چونڊ وڙهندو ان تڪ ۾ سنڌو ديش جي سياست جو مرڪز سائين جي ايم سيد ۽ سندس ڳاڙهي جهنڊي جي سرنگُون ٿيڻ وارو هنڌ سن بہ آهي.

سيد جلال محمود شاهہ ڪي اليڪشن کٽڻ ۽ اسيمبلين تائين پهچڻ لاءِ اها سموري جوڙ توڙ ۽ نڙڪ نگي ڪرڻي پوندي، جيڪا پاڪستان جي چونڊ سياست ۾ ڪرڻ ضروري آهي، جنهن ڪانسواءِ کٽڻ مُشڪل آهي. ووٽ حاصل ڪرڻ لاءِ راج ڀاڳ، ذات برادري، چالاڪي، ترڪٽ ۽ لٽ لوڙهہ سڀ استعمال ڪرڻا پوندا. جيڪو پاڪستان ٺهڻ ڪانپوءِ سورهيہ بادشاهہ جو پونيئر مسلسل ڪاميابي سان استعمال ڪري رهيو آهي. پر سورهيہ بادشاهہ

۽ سائين جي ايم سيد جي پوئيٽر ۾ هڪ واضح فرق آهي ته سيد ۽ سندس سن سان جُڙيل سياست جو قبلو ۽ نعرو صرف سنڌ ئي آهي ۽ اها ڳالهه سيد جي خاندان جي سياست کي ڪين ممتاز به ڪري ٿي. پر جتي پير پاڳارو ۽ سندس خاندان جي سياست هڪ ئي رُخ ۾ ريڪسُو آهن، اُتي سيد جو خاندان مسلسل اليڪشن عمل ۾ شرڪت ڪري ڊپٽي اسپيڪر، سنڌ اسيمبلي ۾ ويهي سندس سياست کي فڪري طور ڌاڳ ڏيئي ڇڪو آهي. جڏهن ته سندس باقي سياسي ورثو سندس سياست سان جُڙي اليڪشن جي عمل دوران اجا تائين صرف تماشائي بڻيل پئي رهيو آهي.انهي ۾ ڪو شڪ ناهي ته صرف اليڪشن ۾ حصو وٺڻ ۽ اسيمبلين ۾ ويهڻ سان سنڌ جا اجگر جيڏا مامرا ڪي حل ٿيڻا آهن يا ڪو سنڌ کان کسيل حق سندس منشا مُطابق واپس به ٿيڻا آهن، پر انهي عمل ۾ شريڪ ٿي پنهنجي منزل تائين رسائي لاءِ ڳالهه رکڻ جو اهو هڪ اهم موقعو ضرور هجي ٿو جنهن کي بنگالين ۽ پختونن خوب استعمال ڪيو ۽ پنهنجا مقصد پورا ڪيا. خُود سائين جي ايم سيد جي سنڌ جي سياست جو مرڪزي ڪردار بڻجڻ وارو عهد 1971ع کان پوءِ جي پيٽ ۾ پاڪستان بڻجڻ کان اڳ وارو وڏيڪ سگهارو آهي. جنهن ۾ سيد مسلم ليگ جي پليٽ فارم تان ئي سهي، پر اليڪشن ۽ اسيمبلين ذريعي ڀرپُور سياست ڪئي. ياد هُجي ته ٽريڊ يونين سياست ڪا انقلابي ۽ بنيادي تبديلي جو مورچو نه، بلڪه اجر ۽ اڄير وچ ۾ سوديڪار جو ڪم سرانجام ڏيندي آهي، پر انهي مورچي جو ميدان خالي ڇڏي ڏيڻ ڪا به سياست نه چاهيندي آهي.

سنڌ ۽ ان جي مسڪين ماڻهن جو ڇوٽڪارو انهن جو ٽارگيٽ هجي، خبر هُجڻ گهُرجي ته نڙي تي لت ڪنهن جي آهي، انهي مقصد لاءِ جمهوري ۽ چُونڊ عمل کي استعمال ڪرڻ جو فن هُجي ته پنڌ سولو ۽ منزل مُمڪن ٿي پوندي. آڇپي واري مرحلي تي سنڌ انگريز سامراج خلاف جهيڙي ۾ سُورهيه بادشاهه سان گڏ هُجڻ بدران ڪانگريس ۽ مُسلم ليگ جي سياست جو سامان بڻجي ويئي، اِج جڏهن جمهُوريت جهڙي ڪارگر هٿيار

سميت سوشل، پرنٽ ۽ اليڪٽرانڪ ميڊيا ڪي استعمال ڪري عام راءِ پنهنجي حق ۾ استعمال ڪري مقصد حاصل ڪرڻ مُمڪن بڻيل آهي. تڏهن صرف سورهيه بادشاهه وارو طريقو ئي اپنائڻ جي ڳالهه پاڻ ڪي پنهنجي ماڻهو سان جوڙڻ جي راهه ۾ رُڪاوٽ ۽ عالمي سياست جي ميدان ۾ غير مُوثر حڪمت عملي جي صورت ۾ سامهون اچي رهي آهي، جيڪو رستو هاڻي نه صرف سُورهيه بادشاهه جو خانڌان ۽ نه وري سيد خاندان اپنائڻ لاءِ تيار آهي، ڇو ته دُنيا سميت وقت وٽ اهو هٿيار ڪارگر ناهي رهيو جيڪو جان وڃڻ ۽ تباهي برباديءَ اُجاڙ جو ڪارڻ بڻجي.

18 آگسٽ، 2016

## قلم، نظريو ۽ اسٽيٿو اسڪوپ رکندڙ ڊاڪٽر حميد سومرو



ڪيرٿر مان نئين گاج پنهنجي ٻين "ستن ساهيڙين" سان لهندي ڪاڇي واري جنهن علائقي اندر زرخيزي پکيڙي ٿي، انهي ڪاڇي جي مٽيءَ جي خمير مان آباد ٿيل جوهي وري انقلابين، شاعرن، اديبن ۽ خدمتگارن ڪي جنم ڏنو آهي، منجهانئن هرڪو پنهنجي پنهنجي شعبي ۾ شهسوار جي حيثيت رکي ٿو. جوهي جي ئي ڳوٺ ابراهيم رند سان واسطو رکندڙ هڪ پورهيت جي گهر ۾ جنم وٺندڙ حميد سومرو جو به انهن شهسوارن ۾ ڳاڻيٽو ٿئي ٿو جيڪو نائين جماعت کان ڊاڪٽر ٿيڻ تائين پنهنجي طبقي سان سچو رهيو آهي. ڪيس انهيءَ جدوجهد جي پاداش ۾ مارشل لا دوران قيد ڪاٽڻي پئي ۽ ڦٽڪا به کاڌا، گڏوگڏ روپوشي جو رومانس به ماڻيو پر سمورن عذابن ۽ عتابن باوجود هو پنهنجي ارادن تي اٽل رهيو.

ڊاڪٽر حميد ادب، تاريخ ۽ فلسفي کي ايترو ته پڙهيو آهي، جو آئون چئي سگهان ٿو ته سندس ٿهي جي ڳاڻ ڳڻين مشڪل سان ايترو پڙهيو ۽ اڃايل ڪيو هوندو. ڪتابن سان عشق ۾ اجا تائين واريءَ جي ذري جيتري به گهٽتائي ناهي آئي. توڙي جو سوويت يونين جي ٽٽڻ سان خواب، ماڊل ۽ نظريا پورا پورا ٿي ويا، انهي طبقي سان واڳيل ڪي ماڻهو پاسيرا ٿي ويا ته ڪي خاموش، پر ڊاڪٽر حميد چاڪاڻ جو پنهنجي نظرين ۽ ارادن سان اٽل آهي، تنهنڪري اجا تائين انقلاب لاءِ سندس ڳول ڳولان جاري آهي. هن ڊاڪٽري جي تعليم دوران سياست سان گڏ جيڪو قلم کنيو هو سو اڄ به اسٽيٿو اسڪوپ سان گڏ سندس هٿ ۾ آهي.

**سهيل سانگي**

Price: Rs. 240

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳَر تان ڪڍي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻَڻ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَڻَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَڻَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَڻَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، پَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَڻَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَڻَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَڻَ پاڻ هِڪٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَڻَ پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَڻَ سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٺاندڙ وڏِ
کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽
ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ
کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.
شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ،
پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سڀني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ
جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.
... ...
جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا:
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا:
... ...
ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن:
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........
... ... ... ...
هي بيتُ اَٿي، هي بَم - گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ
اِن حسابَ سان اٽڪاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ
”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ
وڃايو“ نادانيءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۾ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
۔ اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)